# سنڌي

(چونڊ تاريخي سنڌي ناول)



عبدالخالق 'خليق' موراڻي

پبلشر:-

محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي

سنڌ حيدرآباد.

☆☆☆

اسٽاڪسٽ ۽ ملڻ جو هنڌ

منظور بوڪ اسٽور

پير عبدالرحمان گهٽي شاهي بازار شڪارپور سنڌ.

---

قيمت:- ——— ساڍا اٺ روپيه

هي ڪتاب پبلشر محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي سنڌ
محمدي اليڪٽرڪ پريس شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# سندري

## چوند تاريخي پرلطف ۽ دلچسپ ناول

---

از

محترم مولوي قاضي عبدالخالق "خليق" مورائي مرحوم

| | | |
|---|---|---|
| سال:- | ------ | ١٩٧٦ع |
| تعداد:- | ------ | هڪ هزار |
| قيمت:- | ------ | ساڍا اٺ روپيه |
| اشاعت:- | ------ | ڇهين |



زيرِ اهتمام

محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي

سنڌ حيدرآباد.

اسٽاڪسٽ ۽ ملڻ جو هنڌ

منظور بوڪ اسٽور

پير عبدالرحمان گهٽي شاهي بازار شڪارپور سنڌ.

# هديه

هيءُ ڪتاب آءٌ نهايت محبت سان پنهنجي طالب علميءَ جي زماني جي دوست **مولوي حاجي احمدعلي صاحب مجذوب** ناراڻي جي خدمت ۾ هديه پيش ڪريان ٿو. جنهن جي پرلطف ۽ سبق آموز صحبت مون ۾ ڪتب بيني جو شوق ۽ تاريخي ذوق پيدا ڪيو ۽ جنهنجي اشاري ۽ مشوري مون کي هن ڪتاب جي لکڻ لاءِ آماده ڪيو.

گر قبول افتد زهی عز و شرف

”حاذق“ موراڻي

# مصنف جا حالات زندگي

## هڪ نظر ۾

سنڌ جو ناميارو عالم ۽ اديب حڪيم مولوي قاضي عبدالخالق "خليق" موراڻي ٢٣ربيع الثاني ١٣١١ھ تي مورو (سنڌ) ۾ مشهور علمي خاندان ۾ پيدا ٿيو. سندن خاندان کي اسلام ۽ اسلامي علوم جي خدمت ڪري مٿاهون مقام حاصل ٿيو. سندن جد امجد سلطان العارفين مخدوم شاه اول ( ١٦٦٩ع جيڪو درسن ۾ دفن ٿيل آهي ) پنهنجي وقت جو قطب هو. سندن تبليغ سان هزارين سنڌ جا باشندا مشرف به اسلام ٿيا. خليق موراڻي مرحوم جو پڙڏاڏو شيخ الاسلام قاضي دوست محمد (١٨٤٤) ٽالپرن جي حڪومت جي دور ۾ قاضي القضاة هو. سندن ڏاڏو قاضي شاه محمد سوم پنهنجي وقت جو برک عالم ۽ سندن ننڍو ڀاءُ قاضي دين محمد ١٨٥٦ ۾ حيدرآباد ضلعي جو قاضي هو. مرحوم خليق موراڻي جو ننڍو ڀاءُ قاضي خدابخش هڪ ناميارو مسلمان اڳواڻ ۽ ڪراچي جو پهريون مسلمان ميئر هو. پوين سان قاضي خدا بخش مرحوم جو نيڪ بخت فرزند قاضي محمد اڪبر صاحب ايڊووڪيٽ هاءِ ڪورٽ آهي. اهو ئي صاحب خليق موراڻي مرحوم جي ڇڏيل علمي ميراث جو وارث آهي. هن صاحب جي علم دوستي ۽ اسلامي جذبي سبب ئي جناب خليق موراڻي مرحوم جي تصنيفن ڪان اهل ـ سنڌ کي متعارف ڪرايو ويو وڃي.

خليق موراڻي مرحوم ابتدائي تعليم پنهنجي والد وٽ جامع مسجد مورو ۽ پوءِ لوڪل بورڊ اسڪول مورو ۾ حاصل ڪئي. سنه١٣٣٦ھ ۾ مدرسه خدا بخش پرڪڙي تعلقه جيمس آباد مان فارغ تحصيل ٿيا. عربي فارسي، سنڌي ۽ اردو ٻولين ۾ ڪين قدرت حاصل هئي. هو جوانيءَ جو دور هو برصغير ۾ آزادي حاصل ڪرڻ جو ڏونگهو وڃي چڪو هو

تنهنڪري خليق موراڻي مرحوم پنهنجي خانداني روايتن مطابق تحريڪ خلافت ۾ دل و جان سان شامل ٿيو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي تحريڪ خلافت جو نمايان اڳواڻ بڻجي ويو. انهيءَ ئي زماني ۾ برصغير جو دورو به ڪيائون. ۱۹۲۰ ۾ ماهوار رسالو ”ترقي“ ڪراچي مان جاري ڪيائون جو اٺ سال هليو. ۱۹۲۲ ۾ تحريڪ خلافت جي خدمت جي الزام ۾ ٦ مهينا قيد بامشقت ڪالي سنت يوسفي ادا ڪيائون. پاڻ جميعة العلماء هند جي ورڪنگ ڪاميٽي جا رڪن هئا ۽ ڪلڪتي ۾ ترڪ موالات ڪانفرنس ۾ علماء جي فتوىٰ تي سندن دستخط به ٿيل آهي.

سنڌ جي ادبي دنيا ۾ لاثاني شهرت حاصل ڪيائون. مختصر حياتيءَ ۾ ويهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيائون. سندن تحرير ۾ بلا جي رواني هئي، جنهن جو اندازو قارئين سندن تصنيفات مان لڳائي سگهن ٿا. جن مان ڪي اڄ ڇپيل آهين. ”سندري“، ”نسيما“، ”عبرت“، ”سسئي جو ست“، ”فاتح سنڌ“، ”آخري مذهب“، ”آخري رسول“، ”صديق اڪبر“، ”قرآن“ ۽ ”نئين روشني“ وغيره سندن مشهور شاهڪار آهين. جن مان فاتح سنڌ ”بنام محسن سنڌ“ ”آخري رسول“ ۽ ”سندري“ کي پهر منظر عام تي آڻڻ جو اعزاز محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي کي حاصل ٿيو آهي.

سنڌي علم ۽ ادب جو هي روشن ستارو ۱ مئي ۱۹۳۴ع تي ڪراچيءَ ۾ صرف چاليهن سالن جي عمر ۾ هميشه هميشه لاءِ غروب ٿي ويو.

احقر

اسد الله ڀٽو

مبارڪپور.

۱۸ مئي ۱۹۷٦ع

# پيش لفظ

سندري هڪ تاريخي سنڌي ناول آهي جيڪو مرحوم مولوي عبدالخالق "خليق" مورائي ١٩٢٦ ۾ قلمبند ڪيو. انهيءَ ڪانسواءِ صاحب موصوف نسيما، عبرت، سسئي جو ست، وغيره ناول پڻ لکيا. انهيءَ لحاظ کان ڏٺو وڃي ته مولوي عبدالخالق خليق مورائي مرحوم جو سنڌيءَ ۾ ناول نويسيءَ جي فن کي ترقي ڏيڻ ۾ وڏو هٿ آهي. جو ته سنڌيءَ ۾ ناول نويسيءَ تي اکيوان اهڙو غير معمولي ڪم ٿيل ڪونه هو. تنهنڪري جڏهين به سنڌي ادب جي ناول نويسي جي تاريخ تحرير ڪئي ويندي ته جناب خليق مورائي مرحوم جو نالو سونهري لفظن ۾ ياد ڪيو ويندو.

خاص طرح سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان ۾ سندري ناول هڪ اهڙو مقام حاصل ڪيو آهي جو ٻئي ڪنهن ناول کي اهڙي مقبوليت حاصل نه ٿي آهي. سندري پنج دفعا شايع ٿي بي حد مقبول ٿي چڪو آهي. وقت جي شديد تقاضا تحت سنڌي ادب جو هي قيمتي سرمايو ڇهون دفعو منظرِعام تي اچي رهيو آهي.

جناب قاضي مولوي عبدالخالق "خليق" مورائي ڪمال خوبي قابليت ۽ باريڪ بينيءَ سان سنڌ جي تاريخ جي هڪ اهم باب کي هڪ ناول جي صورت ۾ نباهيو آهي. هڪ طرف راجا ڏاهر جي ظلم و ستم ۽ بدڪارين تان پردو هٽايو ويو آهي ته ٻئي طرف عشق ۽ محبت جي رمزن جو اهڙي انداز ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي جو عصمت ۽ پاڪدامنيءَ تي ڪو حرف نٿو اچي.

جناب خليق مورائي وڏي هوشياري ۽ دانائي سان سنڌ ۾ اسلامي فوج جي آمد جا اسباب، اسلام جي فتح، ڏاهر جي شڪست، غازي محمد بن قاسم رحه جي بهادري ۽ سيرت ۽ سندس سنڌين سان حسن سلوڪ جهڙن موضوعن کي عام سمجهه ۽ سولي نموني ۾ بيان ڪيو آهي.

"سندري" جو سمورو مضمون هڪ اهڙي آبشار وانگر آهي، جنهن ۾ نشيب و فراز به آهي ته، رواني ۽ تيزي به، شور ۽ گجگوڙ به آهي ته، خوف ۽ دلڪشي به. سندريءَ جا محاورا ۽ گفتا، استعارا ۽ تشبيهون، جملا ۽ ڊائلاگ ڪنهن نخلستان جي پرآشوب فضا ۾ ڪاڻيندڙ ڪونل جي لات وانگر دلفريب ۽ دلنشين ۽ بهار جي مستيءَ ۾ ڪنهن

مخمور بلبل جي ٻولن وانگر من موهيندڙ ۽ دل لڀائيندڙ آهن. هڪ دفعو جڏهن انهيءَ مضمون کي پڙهڻ شروع ڪجي ٿو ته اها ئي تمنا دل ۾ پيدا ٿئي ٿي ته انهيءَ کي پڙهي پوري ڪرڻ کانسواءِ اٿ ۾ نه ڇڏجي. سنڌي سنڌي ادب جو اهو شهپارو آهي جيڪو موتين جواهرن ۽ لعلن ۾ ٻوٽل ۽ هڪ گلستان جي خوبصورت گلن سان ٺاهيل گلدستو آهي. جنهن جي چوطرف ڦهلندڙ خوشبو قاريءَ جي دل و دماغ ۾ راهيل ۽ گلاب جا مهڪار پيدا ڪري ٿي. سنڌيءَ جون تحريرون، روح ۾ رچي، تندن جون تنوارون بڻجي، لونءَ لونءَ کي لوڏي، غم ۽ خوشي جا ساز ڇيڙي ڪڏهن اکين ۾ نيسارا وهائين ٿيون ته ڪڏهن اندر جا اڌما بڻجي ٻاهر ٻاڦ ڪڍن ٿيون، ته ڪڏهن قلب ۾ سوز ۽ جگر ۾ جوش پيدا ڪرن ٿيون ته ڪڏهين سيني ۾ سرور پيدا ڪرن ٿيون. سنڌيءَ جي طرز تحرير قاري کي وجد ۾ آڻيو ڇڏي وجود لوڏيو ڇڏي ڪائنات بدلايو ڇڏي. هڪ اک رئاريو ۽ ٻي کلايو ڇڏي. ڪٿي اسلام جي ابر رحمت جي آمد جي خوشخبري ٻڌائي وڃي آهي ته ڪٿي حق ۽ باطل جو معرڪو سرگرم ٿئي ٿو ۽ نيٺ، ڪفر جي بتڪدي ۾ توحيد جو نغمو گونججي ٿو. ظلم جي ڪاري رات ختم ٿئي ٿي، شرڪ ۽ بت پرستي جو انت اچي ٿو ۽ هجر ۽ فراق جون گهڙيون ختم ٿين ٿيون.

ڪجهه وقت اڳ ۾ سنڌي يونيورسٽي جي نصاب ۾ رکيل هو. ليڪن انهيءَ کي الائي جي ڪنهن جي بدنظر لڳي جو اڄ علمي درسگاهن کي انهيءَ نعمت کان محروم ڪيو ويو آهي.

محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي سنڌ کي اڄ اهو اعزاز حاصل ٿي رهيو آهي ته انهيءَ جي زير اهتمام هي مقبول عام ناول اهل سنڌ جي آڏو منظر عام تي اچي رهيو آهي. اميد آهي ته اڳي وانگر هن بي بها تصنيف کي هر خاص و عام ۾ مقبوليت حاصل ٿيندي.

اسدالله ڀٽو

جنرل سيڪريٽري

[ ١٩-٥-٦٠ع ]

محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي سنڌ، حيدرآباد.

# گذارش احوال واقعي

---

فسانه نويسي هڪ مستقل فن آهي ۽ ان لاءِ زبانداني طبع جي جولاني ۽ قلم جي رواني ڪالسواءِ عشق جي ”راه رسم و منزلها ڪان“ واقف هئڻ نهايت ضروري آهي. حيران آهيان ته مون جهڙي خشڪ مزاج آدمي ڪي باوجود عدم قابليت ۽ راه و رسم منزلها ڪان بيخبر هئڻ جي اهو خبط ڪئن ٿيو؟ انهيءَ فن لطيف ۾ قلم ڪئڻ جسي جرئت ڪئن ٿي؟

حقيقت هيءَ آهي ته ماڻهن ڪي عام طرح مخرب اخلاق بازاري قصن ۾ پنهنجو قيمتي وقت ۽ دولت برباد ڪندو ڏسي مونکي خيال پيدا ٿيو ته دلچسپ تاريخي افسانن جي ذريعي انهن ۾ تاريخي ۽ قصه خواني جو صحيح ذوق پيدا ڪيو وڃي. مگر انلاءِ پاڻ ۾ همت ساري نه ٿي سگهيس دل ۾ئي هنيم، حسن اتفاق سان انهيءَ وچ ۾ مونکي پنهنجي جهوني پراڻي دوست حضرت مجذوب سان ملاقات جو موقعه ملي ويو. اُن نه صرف پنهنجي جذب و سلوڪ سان مونکي انهيءَ ڪم لاءِ آماده ڪيو بلڪ پنهنجي وسيع تاريخي معلومات سان رهبري بہ ڪئي ۽ ”چترسال“ نالي هڪ ڪتاب منهنجي هٿ ۾ ڏيندي چيائين ته ”هنجي پڙهڻ سان توکي انهيءَ ڪم جي اهميت معلوم ٿي ويندي“ اهو ڪتاب هڪ وائڪو قصو هو جنهن ۾ سنڌي لٽريچر جي مٽي پليت ڪرڻ سان گڏ افترا پردازي ۽ بهتان طرازي کان ڪم وٺي شرافت ۽ حيا جو ليڪو لنگهي حضرت غازي اورنگزيب عالمگير رحمت الله عليه جي ڀيڻ ۽ نياڻيءَ تي فرضي ڳالهين سان نهايت ناپاڪ الزام لڳايا ويا هوا. انهيءَ دل آزار ڪتاب جي پڙهڻ سان منهنجي اکين اڳيان زماني جي نيرنگيءَ جو نقشو ڦري ويو يا ته مغل شهنشاهن کي ڏيڻ

ذہن ۾ فخر سمجھيو ويندو هو يا تہ وري خواہ مخواہ انهنکي بدنام ڪرڻ ۾ فخر سمجھيو وڃي ٿو! آه!!

زمانہ سفلہ پرور راکماشہ کن

هي ڪتاب مون لاءِ تازيانہ عبرت ثابت ٿيو ۽ مجبوراً قلم هٿ ۾ کنيم ۽ فتح سنڌ جي سچي تاريخي واقعہ کي فسانہ جي پيرايہ ۾ لکي ماهوار هڪ باب رسالي ترقيءَ ۾ شايع ڪرڻ شروع ڪيم. اگرچہ سنڌ جي اسلامي رسالن ۾ هيءَ بلڪل نئين بدعت هئي مگر خلاف توقع انکي نهايت مقبوليت حاصل ٿي ۽ ان کان پوءِ سنڌ جي ڪن اسلامي رسالن ۽ اخبارن بہ ان جي پيروي ڪري تاريخي قصا شايع ڪرڻ شروع ڪيا.

سنکر ميرا فسانہ انهين لطف آگيا.

سنتا هون اب کہ روز طلب قصہ خوانکي هے

هيءَ انهي ئي قصہ خواني جي طلب جو نتيجو آهي جو اڄ اهو دلڪش تاريخي فسانو مڪمل ڪتابي صورت ۾ هديہ ناظرين ڪيو وڃي ٿو.

هي قصو مشرقي آهي ۽ مشرقي طرز تي لکيل آهي مگر چونکہ سچو تاريخي فسانو آهي انهيءَ ڪري حسن و عشق، هجر و وصال رزم و بزم جي چاشني سان گڏ انهي زماني جي تاريخي روايات، جذبات، احساسات، اخلاق، معاشرت، تهذيب تمدن زبان طرز بيان جو لحاظ زيادہ رکيو ويو آهي.

هن فن ۾ هيءَ منهنجي پهرين تصنيف آهي انهيءَڪري انجو خامين کان خالي هجڻ محال آهي، ۽ خود مون کي بہ پروف ڏسڻ وقت ڪيترين ئي خامين نظر آيون. يورپ جي هڪ مشهور ناولسٽ جو قول آهي تہ ”جنهن وقت توکي پنهنجي ناول دوبارہ پڙهندي ڪو لطف

نہ اچي انهيءَ وقت تو کي سمجهڻ گهرجي تہ تو ۾ نـاول لکڻ جـو صحيح مذاق ۽ قابليت پيدا ٿي ويئي ۽ ٻئي دفعي تون انهيءَ کان زياده پرلطف ناول لکي سگهندين."

بهرحال داستان گوئي، فسانہ نويسي ۽ قصہخواني جو ڪاٿکي شوق ڪونهي- سنڌي علم ادب جـي خدمت ڪرڻ ۽ مسلمانن کي سنڌن شاندار تاريخ کان واقف ڪرڻ جي خيال ٿي اسانکي قصہ خوان بنجڻ لاء مجبور ڪيو آهي.

٢٠ مارچ ١٩٢٨ع
بمبئي بازار ڪراچي

مطرب بنے نديم بنے قصہ خوان بنے

خليق موراڻي



# اغثڏي يا دڄاج

## ويجهو ٿي ورناه ڌاڻهون دردوندن جون

( ١ )

عربي سمنڊ جي ڪناري جي پرسان جيڪو شهر منهوڙي جي نالي سان اڄ ڪلهه آباد آهي سنه ٧٠٥ع ۾ اهو ديول بندر جي نالي سان مشهور هو جيتوڻيڪ انهيءَ وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو مگر سنڌ جي بندر هئڻ ڪري سنڌ جي سڀني شهرن ۾ ٻرک ليکبو هو انجي چوڌاري هڪ شاهي قلعو هو جنهنجي ديوار نهايت ويڪري مضبوط ۽ خوبصورت هئي اتر ۽ اُيرندي پاسي انکي ٻه وڏا دروازا هوا- ڏکڻ ۽ اُلهندي پاسي سمنڊ جون لهرون اچي انجي پٿين سان لڳرنديون هيون. شهر ۾ وڏن وڏن سيٺين ۽ شاهوڪارن جا محلات آهن جابجا هندن ۽ ٻڌ ڌرم وارن جا مندر آهن جن ۾ پوڄارين جي هروقت گهاگهيهه لڳي پئي آهي- بازار ۾ تہ هروقت ميڙو لڳو پيو آهي جيڏانهن نهار تيڏانهن چرپر پئي نظر اچي- شهر جي ٻاهران اُٺن جون قطارون ايندڙيون ويندڙيون پيون ڏسڻ ۾ اچن جن ۾ اُٺن جي گهجڪار ۽ جتن جي للڪار هڪ عجيب قسم جو لطف پيدا ڪري ڇڏيو آهي- شهر جا مسافرخانا ۽ ڌرمشالائون ٻاهرين ملڪن جي ماڻهن ۽ طرح طرح جي واپار جي شين سان ڏليا پيا آهن ڏيتي ليتي جي بازار خوب گرم آهي. اُتر کان مڪران ۽ ارما ٻيلي ( لس ٻيلي ) جا قافلا هتي اچن ٿا جن وٽ ايران ۽ عراق جون قيمتي شيون آهن. اوڀر کان ڪشمير قنوج ۽ اتر هندستان جو مال اچي ٿو- سمنڊ جي رستي جهازن ۾ ايران جا غاليچا عمان ۽ بحرين جا موتي اچن ٿا- غرض تہ ڪابہ گهڙي اهڙي ڪانہ

ٿي گذري جنهن ۾ شهر منجهه شور ۽ غوغاءُ هڏڻ ۾ ٿتو اچي-

شهر جي ڏکڻئي پاسي قلعي سان لڳو لڳ مهاديو جـو مندر آهي جو سنڌ ۾ سڀ کان وڏو مندر ليکيو وڃي ٿو ۽ ولايتن جا ماڻهو وڏي شرڌا (عقيدت) سان انجي ياترا ۽ زيارت لاء اچن ٿـا- مندر جي وچ ۾ هيٺان هڪ تهخانو آهي جنهن ۾ ديوين ديوتائن جون مورتون رکيل آهن. انجي مٿان هڪ عاليشان گنبذ آهي جنهن جي چوٽي زمين کان چاليهه گز اوچي آهـي ۽ انجي مٿان هڪ ڳاڙهي ٻيرق کتل آهي جا هـوا ۾ چوطرف پئي ڦري ۽ پري کان نهايت دلڪش ۽ خوبصورت پئي معلوم ٿئي مندر ۾ ست سؤ پوڄاري هروقت ديوتائن جي شيوا ۾ مشغول رهن ٿا ۽ انهن کان سواء ٻيون ڪيتريون ئي حسين خوبصورت نوجوان ڇوڪريون اتي رهن ٿيون جنکي ديو داسيون سڏيو وڃي ٿو ۽ جـي دنيا کي تياڳ ڪري هميشه جـي مڪتي ( نجات ) حاصل ڪرڻ لاء پاڻکي ديوتائن جي شيوا لاء ارپن ڪري چڪيون آهن ۽ جنکي سندن مائٽن به ديوتائن جـو نذر ڪري انهنجي حوالي ڪري ڇڏي ڏنو آهـي مندر سان لڳو لڳ ياترا لاء ايندڙ مسافرن جي رهڻ واسطي ڪوٺيون ٺهيل اهـن. آهندي پاسي سمنڊ ڏانهـن هڪ ننڍڙو دروازو آهي جتان مندر جا ماڻهون دريا شاه جـي اشنان ۽ پوڄا پاٺ لاء پيا اچن وڃن.

شام جو وقت آهي، سج لهڻ ۾ باقي ڪ، ٿوري دير آهي دستور موجب اڄ به مندر جي مهنت پنڊت ديورتن جي ڌيءُ سندري پنهنجي ٻن ساهيڙين کي ساڻ ڪري مندر جي اوله، واري دروازي کان نڪري سمنڊ جي ڪناري تـي ڊيل وانگر ڻاي رهي آهي تـه اهتري ۾ ڪيس پريان ڪجهه جهاز ايندا نظر اچن ٿا ۽ هڪدم پنهنجي ساهيڙين سان هڪ کي چوي ٿي-

جمنا جمنا! ڏس تـه سهي پريان جهاز پيا اچن.

جمال- ( انهيءَ طرف نهاري ) هاڻو پين، آهن به ڪي هيڪاندا-
گنگا- هڪ ٻه ٽي چار، نه نه هڪ ٻيو به آهي، ڪل پنج-
جمال- ٻڙي! تنهنجون اکيون آهن يتر آهن، ڇهه ڪينهن-
سندري- پر هيءَ مهل ۾ هيترا جهاز، ڪو ڌاريو لشڪر ته ڪونهي
گنگا- عراق جا جهاز جيڪي واپار لاءِ ايندا آهن سي گهڻو ڪري
ڏينهن ڏٺي جو ايندا آهن ۽ اولهه ڪان ۾ هي تہ اوير ڪان پيا
اچن! خدا خير ڪري!
جمال- هن تہ سهي، سچا سارا اٺ آهن ۽ ڏسڻ ۾ به تہ بادشاهي
پيا اچن-
سندري- برابر پورا اٺ آهن، پر واپاري نہ ڪين ٿا ڏسجن-
گنگا- اجهو تي خبر پوي، هاڻي تہ بلڪل ويجهو اچي پيا آهن-
جمال- او اجهو! بندر تي پهچي ويا. لنگر پيا هڻن-
سندري- هلو تہ هلي ڏسون-
گنگا- سچ بلڪل لهي ويو آهي- هن مهل اسانجو هلڻ نٿو جڳائي
جمال- اڃا سوجهرو آهي- ٿوري دير ۾ موٽي ايندئون سين.
اُئين چئي سندري کي هٿ کان وٺي اوڏانهن هلڻ لڳي. گنگا
لاچار سندن پٺيان وڃي ٿي.
سندري- آئي! هي ڇا! هيترا ماڻهو لٺيون ۽ ترارئون ڪنيون ڇو پيا
ڊوڙندا اچن؟
گنگا- مون تہ اڳيئي چيو هو تہ هن وير اسانجو هلڻ نٿو سونهي- موٽو
تہ موٽون.
جمال- نہ، نہ، هاڻي تہ ضرور هلڻ گهرجي.
سندري- مٺي! هلو تہ ڏسون تہ سهي، آهي ڇا؟ ليئي ٽڪڙو ٽڪڙو
وڃن ٿيون.
ايتري ۾ اهي ماڻهو بندر تي پهچي جهازن کي ڦرڻ لٽڻ لڳي ويا

۽ هي ڪيتي نازنين ڇوڪريون ٻـ بندر جي پرسان ٻهرئين جهاز جـي سامهون هڪ وڻ جي اوٽ ۾ بيهي تماشو ڏسڻ لڳيون جهاز جي ماڻهن ڏٺو ته اسين تمام ٿـورا آهيون ۽ ڌاڙيل گهڻا انهي ڪري هنن مال ۽ جان جي بچاءَ لاءِ صلح ڪرڻ مناسب ڄاتو ۽ منجهائن ١٥ ورهين جي هڪ خوبصورت نوجوان اڳتي وڌي چيو ته:-

”اي يارو! هي جهاز ڪي جنگي جهاز ڪين آهن جي اوهانجي ملڪ تي قبضي ڪرڻ لاءِ آيا هجن ۽ اوهان پنهنجي ملڪ جي بچائڻ واسطي انهن تي قبضو ڪرڻ ضروري ڄاڻو ۽ نڪي ورِي ڪي تجارتي جهاز آهن جنڪي معمولي سوداگرن جـو مال سمجهي ڪڙڪائي هضم ڪري وڃو ۽ ڪو پڇڻ وارو ڪونه نڪري بلڪ هي جهاز سرانديپ ( لنڪا ) جي راجا جا آهن جـي آن اسلامي دنيا جـي شهنشاه خليفه عبدالملڪ جـي خذمت ۾ تحفه طور موڪليا آهـن جن ۾ نـه رڳـو سرڪاري قيمتي سوغاتـون آهن پـر مسلمانن جا اهي يتيم ٻار ۽ بيوه عورتون به آهن جن جا پير ۽ وارث لنڪا ۾ واپار لاءِ ويل هوا ۽ اتي گذاري ويا- اتي جي راجا انهن معصوم ٻارن ۽ بيوه عورتن کي نهايت عزت سان پنهنجي پياري وطن ۾ پهچائڻ لاءِ روانو ڪيو آهي تنهنڪان سواءِ انهن عربي سوداگرن جـي صحبت ۾ ڪي ڏيهي ماڻهو مسلمان ٿيا آهن جنمان ڪي حج جي ارادي سان آيـل آهن رستي ۾ طوفان لڳڻ ۽ هوا جـي اٿائي هجڻ سبب اسين سمنڊ جو ڪنارو ٿي ڪنارو وٺي آيا آهيون، سچ لهي وڃـڻ ڪري هت لنگر هنيو اٿئون- سڀاڻي سويري روانا ٿي وينداسين.“

**هڪ رهزن-** اسين پنهنجي هٿن مان شڪار ڇو ڇڏيون- باقي خليفو

ڄاڻي ۽ سنڌ جو راجا.

**نوجوان-** واتهڙو مسافرن تي اهڙو ظلم ڪرڻ نه رڳو سنڌ جي هندو

راڄ تي ڪلنڪ جو داغ آهي پر اوهانجي انسانيت تي ٻه.

**رهزن-** انسانيت چاجي- پيسي جو انسانيت سان ڪهڙو واسطو؟

**نوجوان-** اهي پيسا ڪيترا ڏيهن ڪائيندا؟

**رهزن-** جيستاءِ ڪو ٻيو شڪار لڳي-

**نوجوان-** اوهين پيسي جا ٻڪيا آهيو تہ اهي ڪٺي وجو ٻر هنن يتيم ٻارن ۽ بيوه عورتن ڪي چوٽا پڪڙيو-

**رهزن-** غلام بنائڻ لاءِ-

**نوجوان-** غلام ڪي غلام جي ڪهڙي ضرورت؟

**رهزن-** وات سنيال! اسين ڪنهنجا غلام آهيون؟

**نوجوان-** پيسي جا-

**رهزن-** پيسو تہ اسانجو غلام آهي جو سرانديپ ڪان هيترو ور ڪري پاڻهي ئي اسان وٽ هلي آيو آهي-

**نوجوان-** اوهانجو ڏنڊو ئي اهو آهي چا؟

**رهزن-** انهي ڪانسواءِ ٻيو سٺو ڏنڊو ڪهڙو؟

**نوجوان-** اوهانڪي نيبهه هجي- مگر ياد رکجو تہ اوهانڪي انجو ڪيتو لوڙٺو پوندو-

**رهزن-** چڱو پلا ٿيو تيار-

**نوجوان-** اسانجي قيد ڪرڻ سان اوهانکي ڪهڙو فائدو؟ اوهين پاڻ پيٽ لاءِ محتاج- ٻين ڪي غلام رکي چا ڪندا؟ "پيٽ نہ پاڻي ڪتا ڏاري" وارو مثال آهي-

**رهزن-** قيدي ۽ جهاز راجا جا ۽ مال اسانجو-

**نوجوان-** تہ چا انهيءَ ۾ راجا جو هٿ آهي؟

**رهزن-** نہ تہ وري ٻي ڪهنجو؟

**نوجوان-** ٻر انهيءَ جو نتيجو چڱو نہ نڪرندو-

**رهزن-** هجي ڪو اوهانجو واهرو تہ سڏيوس-

هڪ مسلماني ڇوڪريءَ ڪان ( جا آن نوجوان جي پرسان بيٺي

گفتگو ڪندي رهي هئي ) بي اختيار هي لفظ نڪري ويا. آغثلي يا حجاج. اي حجاج فرياد رس.

ڏاڍيون جهازن جو سمورو مال متاع لٽيو. مردن، عورتن ۽ ٻارن کي گرفتار ڪري رمندا رهيا ۽ هي تيئي نازنين ڇوڪريون ڀوڙنديون مندر ڏانهن روانيون ٿيون.



## ڏلاش دار

## ( ٣ )

سياري جي ٻهاڙي آهي واهوندا تا ورن. ڦگڻ جاڻ کي ڦولاريو. منا منا سيءُ پيا پون مگر اج رات اولهه. ڪلي پيو آهي هوا زور تئي لڳي تڏ جان تان وڏ آهي. شهر جا ماڻهو هميشه وانگر اج به راماڻي جي ڪتا هڏڻ لاءِ گهٽا ئي اچي ڪنا ٿيا آهن مگر تڏ جي ڪري منجهن سر پر لڳي پيٺي آهي ۽ هرڪو ڪنڌ ڀاسو پيو ڳولي ۽ پاڻکي هوا کان پيو بچائي. پنڊت ويدرتن ماڻهن جو خيال ڪري اج سگهو ئي ڪتا بند ڪئي ۽ سيئي ساجهر ئي گهرن ڏانهن روانا ٿيا. ١٠ بجي جي اندر اندر مندر جا پوڄاري به ڪم ڪار لاهي رسوئي ( ماني ) پائي ڪري وڃي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي سڪي ٿيا. سندري ۽ سندس ساهيڙيون اج نہ آرتي تي آيون ۽ نڪي ڪتا ئي ٻڌائون ڪجهه. نہ ڪين تڪ آهي ۽ ڪجهه ڏينهوڪي دل ڏکوئيندڙ واقعي جو اثر. انهيڪري ڀاهران موڪل شرط پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ اچي ڏيو ٻاري در ٻيڪڙي ڪتن تي ليٽي پيون. جتي سوچيندي سوچيندي اک لڳي وين جوانيءَ جي ننڊ موت برابر. گنگا ۽ جمنا جو ڪونگهرو پيو لڳي. سندري اچا پنجن ورهن جي مس هئي نہ ماڻس جو مهر جو هٿ سندس مٿي تان گم ٿي ويو هو جنهن ڪري هميشه اداس رهندي هئي ۽

هر روز شام جو پنهنجين ٻن ساهيڙين کي ساڻ ڪري سمنڊ جي ڪناري تي وڃي دل وندرائيندي هئي تازو اچوڪي واقعي جو سندس نازڪ دل تي هيڪاري زياده اثر ٿيو آهي. انهيڪري ڪيس ننڊ ڪانهي اکيون اگرچه ٻوٽيل اٿس مگر سندس هنيو سڌير آهي. سمنڊ جي لهرين وانگر سوين خيال سندس دماغ ۾ هر هر آئن ٿا ۽ لهن ٿا ۽ رکي رکي ڪيس پريشان ٿا ڪن. ايتري ۾ گنگا ۽ جمنا جا ڪونگهرا ٻڌي ڇرڪ ڀري اکيون مهٽي اٿي ويٺي ۽ ڪر ڀچي اوٻاسيون ڏئي رهي هئي ته مٿان درگا نالي هڪ داسي ( ٻانهي ) سندس روٽي کڻي آئي ۽ اچڻ شرط سندري کي چياءِ ته :-

پياري سندري! ڇو اڄ ڇڙڪي ۾ روٽي ڪانه آئينءَ ۽ پڙهڻ جي شوق ۾ کاڌو پيتو به وسري ويو ڇا؟

سندري- ڏينهن جو ٻڙهي ٻڙهي ٿڪيون سين ته وڃون سين سمنڊ جي ڪناري تي گهمڻ ڦرڻ. اتي ٿوري دير ٿي وئي. موٽندي اچي ليٽي پيون سين ته ننڊ اچي وئي. آءُ هيئنر آئي آهيان ۽ هي ٻئي ته اجا سٽيون پيون آهن.

درگا- گنگا ۽ جمنا کي مان ٿي اٿاريان. تون هٿ منهن ڌوئي وٺ. روٽي کائي پوءِ اکيو پوءِ سڀئي رهو.

سندري- ڪچيءَ ننڊ مان ڇو ٿي اٿارين؟ اڃهو ٿيون پاڻهين جاڳن.

درگا- تيستائين روٽي ٺري ويندي.

سندري- ٺري وڃي ته ٺري وڃي. بک ۾ ڪوسي ٺڌي پاڻهين کاڄي ويندي.

درگا- ڀلا تون کاءُ.

سندري- مونکي اڃا ته ڪانه ٿي وڻي.

درگا- ڇو؟ چاڪ ته آهين؟

سندري- ٿورو مٿي ۾ سور اٿم.

درگا- ( سندري جي پرسان ويهي مٿي کي زور ڏئي ) اڄ سردي وڌيڪ آهي.
سمنڊ جي ٿڌي هوا لڳڻ ڪري مٿي ۾ سور ٿيو اٿئي تون اٿي ۽ ٿي گرم پري وٺ ته- آءٌ تيل ڪوسو ڪري ٿي اچان ۽ مٿي ۾ وجهي تري ٿي هڻان ته پوء جهٽ پٽ سور لهي ويندو.
سندري- هي سور تيل سان لهڻ جو ناهي.
درگا- ته پوء ڇو ٿي ايترو پڙهين سڄو ڏينهن هڪ هنڌ ڪتاب ۾ منهن پايو ويٺي آهين.
سندري- هاڻي ته پڙهڻ به ڇتو.
درگا- ٻه چار ڏينهن آرام وٺ. پوء ڪڏهن ڪٿي ٿورو گهڻو پڙهجانءِ پڙهي پڙهي آخر توکي ڪرڻو ڇا آهي؟
سندري- چڱو، هاڻي تون وڃي آرامي ٿيءُ. آءٌ به هنن جي آئڻ ڪانپوء روٽي پاڻي ڪري سمهي ٿي پوان.
درگا- آٽ پلا ته هنڌ نه وڇائي ڏيانءِ.
سندري- هنڌ وڇائڻ ۽ سمهڻ پئي ويا.
درگا- پڙي! ڇئين ڇاٿي. اڄ توکي ٿيو ڇا آهي؟ ٿوروئي مٿي ۾ سور پيو اٿئي ته ڳالهيون ڪهڙيون پئي ڪرين؟
سندري- اڄ متو جاء نه آهي.
درگا- ميءُ پيو ٿو ٿئي- ڪنن کي ڍڪ. آئي ته هنڌ وڇايان، چڱو آهي ته متو ٻڌي سمهي رهه.
سندري- تون هاڻي وڃ- سڀ ڪجهه آءٌ پاڻهي ٿي ڪريان.
درگا لاچار ٿي هلي وئي ۽ سندري آئي اندران دروازو بند ڪري وري ساڳي جاء تي ويهي رهي ۽ دل ئي دل ۾ چوڻ لڳي، ڏسڻ ۾ ته شهزادو پئي آهيو! سندس صورت مان ئي ظاهر هو ته ڪو وڏگهراڻو ماڻهو آهي اوچتوئي آپدار مصيبت ۾ ڦاسڻ هوندي بس الا ڪٿي ڪو

منهن کهنجائي سو پنهنجو نـه سندس منهن گلاب جـي گل جان ٽڙي
ٽهڪيو. ڇا سندس جوت ڇا سندس ڏيا، وري ان تي مڃن جي ساوڪ
ڏاڙهيءَ جي ريهه! ڪهڙي نـه ٺهي سونهيس! ڇهڙو هو قداور تهڙو هو
ناهوڪو جوان.....! هيءَ دل جنهن ۾ ڪڏهن به مرد جو خيال نه آيو
تنهن ۾ ڪيئن نـه پنهنجو گهر بنائي ورتائين، هان! مون ڇا چيو. مان
هندو هـو مسلمان. ماڻهو ڇـا چوندا؟ برهمن ڪل ( خاندان ) جـي
ڇوڪري ۽ مسلمان جو عشق. نه نه، عشق جو ڪو مذهب ڪونهي
مسلمان آهي ته ٻيو ڇا. انسان تـه آهي. پر ماتما ٺهين جو هڪ آهي.
هو پنهنجي ٻر ۾ انجي ٻوڇا ڪري ٿو ۽ آءَ پنهنجي ٻر ۾. هاءِ هيءَ
مون ڇا ڪيو. مونکـي ڪهڙيءَ ڪاري ڪاڌو جـو اڄ ڪهـڻ ويس
مونکي ڪهڙي خبر تـه مون سان هيءَ ويڌن ٿيندي. نـه نـه منهنجو
ڪهڙو ڏوهه. ڏوهه هن نياڳي دل جو آهي جنهن مونکي جڳڙين سرتين
۾ مهٽي هاب ڪيو جيڪڏهن دل مون سان هيءَ جاڙ نه ڪري ها ته
ان مظلوم مسافر جي ڇـا مجال هئي جـو مونتي پنهنجو جادو هلائي
سگهي ها. بيشڪ منهنجي قـوم وارن هنن پرديسي والهڙن تـي ظلم
ڪيو ۽ انهنجو مال اسباب لٽي ويا ڪين قيد ڪيائون مگر هي مظلوم
تـه انهن ڪان بـه وڌيڪ ظالـم ڇٽيو جنهن انهن سپني جـو وير مون
نردوش ڪنيا ڪان ورتو ۽ ڏاڙو هٽي منهنجي دل ڪسي ورتائين سندس
قيدي تـه ڇٽي سگهن ٿـا مگر منهنجو ڇٽڻ ناممڪن. او مظلـوم ظالم
توکي ترس به نه پيو. افسوس! پتا کـي سڌ پوندي ته ڇا چوندو. مون
نياڳيءَ جـي ڪري سڄي برهمن ڪل ( خانـدان ) تي ڪلنڪ جـو
لڪو ٿو اچي پرٿوي ماتا ( زمين ) ڦاٽي پوي تـه ان ۾ پيهي وڃان
آڪاش ( آسمان ) ڪري پوي تـه انجي هيٺان دبجي مري وڃان. آه!
مان ڪنهن بـه ڪم جي نه رهيس مونکي هن ڪمبخت دل خوار خراب
ڪيو. او منهنجي زندگي جي دشمن، منهنجي عزت جـي رهزن دل!

مون توسان ڪهڙي برائي ڪئي هئي؟ جنهنجو تو مون ڪان هي بدلو ورتو. او بيدرد مسافر! توکي ايتري بي‌پرواهي نٿي جڳائي. اڄ ٻ اڇي ڏس ته تنهنجي جدائي ۾ سندريءَ جو ڪهڙو حال ٿي رهيو آهي هاءِ! آءٌ توکي ڏوري ڏسان. ننگ ناموس ڇڏيان. مگر مونکي ته هيءَ بہ خبر ناهي ته تون ڪير آهين؟ تنهنجو وطن ڪهڙو آهي؟ تون شريف آهين يا نہ. نہ يقيناً تون شريف آهين تنهنجي خوبصورت چهري مان تنهنجي عالي خانداني ظاهر آهي. تون اعليٰ تعليم يافته معلوم ٿو ٿئين تنهنجو اخلاق وسيع نظر اچي ٿو مگر افسوس آهي جو آءٌ چٽي نٿي سگهان تہ تون ڪير آهين هت ڪٿئ آئين؟ ڇا هن لاءِ تہ ڪين آيو هئين ته هن پٿر جهڙي سخت دل کي موم بنائين؟ جنهنکي مردن جي شڪل ڪان نفرت ۽ انهنجي ميل جول ڪان پرهيز هئي؟ ڇا تنهنجي هت اچڻ جو غرض هيءُ هو تہ تون انهيءَ دل ۾ هڪ خاص ولولو ۽ جوش پيدا ڪرين جنهن ساري شادي‌جي فلسفه تي غور ڪري آزاديءَ کي ترجيح ڏني؟ اگرچہ مونکي يقين آهي تہ سماج جا بندڻ ۽ ڌرمي بيد مونکي دل جي اميد پوري ٿيڻ جو موقعو نہ ڏيندو مگر مون بہ پڪو پرڻ ارادو ڪيو آهي تہ سواءِ تنهنجي ٻئي ڪنهن جي شڪل نہ ڏسنديس. (ڪجهہ دير رکي) هان سندري ڇا ٿي چئين؟ توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ ذرا هوش ڪر ڪو ٻڌي وٺي ته ساري عزت خاڪ ۾ ملي وڃي. دنيا ۾ وڃايل عزت وري هٿ نٿي اچي. ڇو پنهنجي پوڙهي پيءُ جي آبرو پنيان هٿ ڌوئي ٻئي آهين ( وري ڪجهہ سوچي ) ڇا بہ ٿي پوي مونکي ٻئي سان ڪهڙو ڪم دل نہ ٿي ڪو منهنجو وس نٿو هلي. ڇا ڪريان.

ڪڙو منجهہ ڪڙي جڏن لهار لپٽيو
منهنجو جيءُ جڙي سپيريان سو ڪهو ڪيو

سندري انهن ئي خيالن ۾ ويٺي رهي ڪڏهن دل ۾ ڪڏهن چپن

۽ ٻئي ٻئي ڪري رهي هئي ته مٿان رات جا ٻه لڳا ۽ سردي زياده ٿي. گنگا ۽ جمنا جي کٽن تي سواء بستري وڇائڻ جي ليٽي پيون هيون، انهنکي ڪجهه ته کٽن جي کهري واڻ ڇهنڊڙيون پائي ﻫﺎئي آٿاريو ۽ ڪجهه ته سرديءَ کين مٿان ڪنهن ڪپڙي وجهي سمهڻ لاء پاسن ورائڻ تي مجبور ڪيو. سندري انهنکي آئندو ڏسي هوريان هوريان کٽ تي ليٽي پئي ۽ چپ هٽي ماٺ ڪري سمهي رهي. ايتري ۾ گنگا ۽ جمنا آٿي ويٺيون ۽ هيڏي هوڏي نهاري چوڻ لڳيون ته رات جو گهڻو حصو گذري ويو آهي ۽ اسان نه اجا روتي واپرائي آهي ۽ نڪي هنڌ بسترو وڇائي ٺهي ڏڪي ستيون آهيون. سندري ٻه ائين ئي واڻ تي پئي آهي روتي به رکي رکي ٺري وئي آهي. ائين چئي ٻئي آٿيون ۽ سندريءَ کي جاڳائڻ لڳيون.

گنگا- سندري! سندري!! جاڳ. ڏسي آڌي رات ٿي وئي آهي اڃان واڻ تي پئي آهين.

جمنا- ايڏي ننڊ!

گنگا- جوانيءَ جي ننڊ آهي جا سوريءَ تي به نه ڇڏي.

جمنا- (سندريءَ کي ٻانهن کان وٺي لوڏي) سندري اٿ. روتي ٺري ٿي وڃي سيئي تولاء سيڙيا ويٺا آهن.

سندري- (اکيون پٽي ستي ٿي) ڏسي منهجي ننڊ ڇوٽيون ڦٽايو. مونکي ڇڏي ڏيو. روتي کانه ٿي وٺيم.

گنگا- ڀلا اٿي هنڌ وڇائي سمهي رهه.

سندري- توهانکي ڪير ٿو جهلي. وڃي هنڌ وڇائي سمهي رهو.

جمنا- ۽ تون؟

سندري- گهٽائي ڏينهن هنڌ تي ستيس.

گنگا- ڏني جون وڏايون! اڄ ته سندري ساڏن سنياسين کان به وڌي وئي!

جمنا- ميءَ بہ ڪونہ ٿو ٿيئي؟
سندري- مونکي تہ اهڙي گرمي ڏي ٿئي جو هنيون پيو منجهير.
پانيان تہ سمنڊ جي ڪناري تي وڃي ويهي رهان.
گنگا، اهڙي ۾ هڪ گڏون پاڻي کڻي آئي ۽ سندري جي مٿان
ٻيهي ڇوڻ لڳي تہ آٿ نہ تہ هي لوڙو تي مٿان هاريهانءَ جمنا، سندريءَ
کي ٻانهن کان جهڪي اُٿاري وهاريو ۽ ڪيس گهراٽڙي پاڻي ڇو تہ
پڻ اڄ گهڻي دير ٿي وئي آهي. روئي بہ. ٽري وئي آهي اڄ تہ ۾ ٽي
گرهہ پري ٿهي ٽڪي سمهي رهون. سندريءَ وري بہ انڪار ڪيو
آخر گنگا جمنا جي زور رکڻ تي ساٿن گڏجي ويئي ۽ نالي ڪارڻ
ٿورو ٿورو چونگاربندي رهي. انهيءَ وچ ۾ جمنا هن طرح ڳالهہ ٻولهہ
شروع ڪئي.
جمنا- اڄ هنن غريب واڻهڙن تي ڪيڏو نہ ظلم ٿي گذريو!
گنگا- اِهي تہ مسلمان ٻي ڏسڻ ۾ آيا.
سندري- گنگا تنهنجي دل ۾ تہ. ديا جو انگ ئي ڪونهي. مسلمان
هوا تہ ڇا انسان بہ نہ ڇڏيا!
جمنا- انهن جي پيدا ڪرڻ وارو شايد ڪو ٻيو آهي؟
گنگا- انهن جي پيدا ڪرڻ وارو ٻيو هجي يا نہ هجي مگر اهي مليڇ
آهن مليڇن تي ديا ڪهڙي؟
سندري- پنهنجي هٿن تي هٿ رکي ڏس جيڪڏهن اسان سان
اهڙي هلت ٿئي تہ؟
گنگا- ها پر اسين اوچ آهيون ۽ هو نيچ. ڌرم شاستر موجب شودرن
کي مال ملڪيت رکڻ جو ڪو اڌيڪار ( حق ) ڪونهي.
جمنا- ڀلو شودرن کي مال ملڪيت رکڻ جو ڪو حق ڪونهي.
مگر ٻڌاءِ تہ سهي تہ هنن نردوش اٻلا استرين ( بيگناه ضعيف
عورتن ) ۽ ننڍن ننڍن ٻالڪن کي ڇاڪاڻ قيد ڪيو ويو.

سندري- گنگا! هن ڪري نه ته آهي ٻئي ڀر ۾ پوڇا ڪن ٿا؟
گنگا- سندري! توکي ته اڄ مليڇن جي ٻاران چڙ پئي لڳي؟
سندري- چڙ ڇونه لڳندي؟ انسان ۾ جيڪڏهن انسان لاءِ همدردي
نه آهي ته اهو انسان ڪهڙو!
جمنا- هن نوجوان جي پرسان جيڪا ڇوڪري بيٺي هئي ان ٻچاڙي
۾ الائي ڇا چيو.
گنگا- آهي شبد ( الفاظ ) هندي ڀاشا جا ته ڪين هوا.
سندري- مگر هن نوجوان ته هندي ڀاشا ۾ ئي ڳالهايو.
جمنا- ڪهڙائي ٻاهريان سوداگر ٻيا اچن وڃن ۽ ٿوري گهڻي هندي
ڀاشا به سکيو ٿا وڃن.
سندري- مگر ڪوبه ڀارتواسي انهنجي ڀاشا ( زبان ) نه ڪونه
ڇاڻندو هوندو.
گنگا- ڌرم شاستر موجب ٻون ڀاشا ( مليڇن جي زبان ) سکڻ
مها پاپ آهي.
سندري- ڌاڙيل انهن غريبن کي ڦري لٽي الائي ڪاڏي وٺي ويا؟
جمنا- ڀڳوان ڄاڻي!
گنگا- سمنڊ جي ڪناري تي هتان ٻن ٽن ميلن پنڌ تي ڌاڙيلن ۽
چورن جي وڏي ٻاڻاري آهي- اهي گهڻو ڪري ٻيا جي هٽ
تان سودو سلف وٺڻ ايندا آهن انهن کان شايد پتو لڳي سگهي-
جمنا- ڀيڻ سندري! ماتا جي درشن ڪئي گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن
سڀائي ٻئي ڄڻيون گڏجي شهر ۾ ماتا وٽ هلنديون سين ۽ اتي
ڳالهه ٻولهه ڪندي پتا کي چئي ڇڏينديون سين ته اهو پتو
ڪڍي-
سندري- جيڪا توهانجي مرضي-
گنگا ۽ جمنا ٻئي ڀينر هيون- گنگا جمنا کان ٻه سال وڏي هئي ۽

جمنا ۽ سندري ٽئي سن هيون. سندريءَ جي ماءُ سيتا ۽ گنگا جمنا جي ماءُ راڻا جي ٻانهن ۾ ساهيڙپ هئي. سيتا مرڻ وقت پنهنجي ڌيءَ سندريءَ جي ٻانهن راڻا جي هٿ ۾ ڏيئي کيس پارت ڪئي هئي ته هن کي پنهنجي ٻن ڌين سان گڏ ڌيءَ سمجهي سنڀالجانءِ. سندري ماءُ جي مرڻ ڪانپوءِ ڏهن ورهن جي عمر تائين راڻا وٽ رهي تنهن ڪانپوءِ راڻا کيس پنهنجي ٻن ڌين سميت مندر ۾ ڏياري سوڪليو ته سنسڪرت پڙهن. انهيءَ ڪانپوءِ ٽيئي ڄڻيون مندر ۾ رهڻ لڳيون ۽ گڏجي ڏينهن جو پڙهنديون هيون ۽ شام جو سمنڊ جي ڪناري تي هوا کائڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ لاءِ وينديون هيون جنهن وقت مسافرن جي ڦرڻ لٽڻ ۽ قيد ڪرڻ جو هيءُ دل ڏکوئيندڙ واقعو ٿي گذريو اُن وقت سندريءَ جي عمر پندرهن ورهيه هئي لنهين کي پرماتما جهڙي ڏني هئي صورت تهڙي هئي سندن سيرت. وڌيڪ ودياٗ (علم) ۽ گيان (عقل) ته هيڪاري سون تي سهاڳ. جو ڪم ڏنو جنهنڪري دور دور تائين سندن شهرت ڦهليل هئي.

آڌيءَ رات جو اهو ٻه پڇاڻي ٽيئي ڄڻيون سمهي رهيون. سندري جي جان سان لڳل هئي انهيءَ ڪي ڪٿي ٿي ننڊ اچي؟ وري ساڳيو خيال ۽ ساڳي صورت سندس اکين آڏو آهي ساري رات اُنڌ مانڌ ۽ لوچ پوچ ۾ ڪاٽيائين. صبح جو اُٿي شرط سندس ساهيڙين سنان ڪرائي تيل ڦڻي ۽ سينڌ سرون ڪيو. ڪاڏي ويو هار سينگار. منهن لٿيو پيو آهي اکين مان اوجاڳي جا آثار ظاهر. هر وقت دل مان ٿڌا ٿڌا شوڪارا پيا نڪرن انهي حال ۾ ٻهر ڪن ڏينهن مٿي چڙهي آيو گنگا ۽ جمنا مٿس زور رکيو ته اُٿي سنان ڪري نوان ڪپڙا ڍڪي ته شهر ۾ وڃون مگر سندريءَ چيو ته.. اڄ منهنجو سرير ٺيڪ نه آهي. سياڻي هلنديون سين. گنگا ۽ جمنا ٻه ڏنو ته هن حال ۾ انجو ساڻا وٽ هلڻ چڱو ڪين آهي چاڪاڻ ته اتي سرتيون سهيليون ٻه اچي

نڪرنديون ۽ آهي اوچتو ئي اوچتو سندريءَ کي اهڙي حال ۾ ڏسي ڇا چونديون؟ انڪري مٿس وڏهڪ زور نہ رکيائون. سندري جتي ويٺي تہ اتي ئي ويٺي رهي ۽ مٿي تي هٿ رکي دل جو دل ۾ ڳڻتيون پچائيندي رهي ۽ جي ڪٿي سٽي تہ انيئي پئي آهي ۽ غم ۽ فڪر جي دريا ۾ غرق. ڪان ڳالهائي ۽ ڪانس پڇي سڀ وهم ٿي آهسو ائس. اِئين ڪندي شام ٿي ۽ سندري هميشه جي دستور موجب پنهنجي ساهيڙين سان گڏ سمنڊ جي ڪناري تي گهمڻ لاءِ وئي ۽ اتان سڌو ان وڻ وٽ آئي جتي ڪيس عشق جو ڦهري ڪان لڳو هو ۽ هيڏي هوڏي نهاري ڏسي تہ ڪاريءَ وارا ڪک لڳا پيا آهن نڪي جهاز آهن نڪي وري اهي مظلوم آهن ڪيس اميد هئي تہ ڪالهہ جنهن ظالم سندس دل زوريءَ ڪسي ورتي هئي اهو مٿس ڪهل ڪري هڪ پيرو دلداريءَ ڏيڻ لاءِ اڄ اتي ضرور ايندو مگر "پتہ ندارد" بي اختيار انجي دل مان سرد آه نڪري وئي جنهنجي نڪرنديئي اکين مان ساوڻ جي وڏ ڦڙني مينهن جان ڳوڙها سندس گلاب جي گل جهڙن ڳلن تي ڳڙي آيا گنگا ۽ جمنا جي دل بہ پرجي آئي ۽ اهي پنهنجي ساهيڙي بلڪ پيڻ کي نينهن جي تيزي جي شڪار ٿيڻ تي غمگين ۽ پريشان ڏسي چوڏاري ويڙهي ويون ۽ ڪراڙي بائي دلداري ڏيڻ لڳيون. سندري ڪجهہ وقت تائين تہ روئندي رهي. آخر دل تي پٿر رکي صبر ڪري گنگا ۽ جمنا کان رازداريءَ جو وعدو وٺي سندر ۾ ساهيڙين سميت موٽي آئي. ٻئي ڏينهن ليٽي جيئون گڏجي شهر ۾ راڙا وٽ ويون جتي کين معلوم ٿيو تہ هاٿوڪي گسري شهر جي پرسان سمنڊ جي ڪناري تي رهندڙ رهزن اهي اٺ جهاز ڦريا آهن. باقي قيدين جو ڪهڙو حال ٿيو انهن کي ساري ڇڏيائون يا غلام بڻايائون اِن بابت پڇا ڳاڇا ڪرڻ جو بار انتي رکي شام جو موٽي آيون. دستور موجب سمنڊ جي ڪناري تي گهمڻ ويون تنهن ڪانپوءِ سندري ساڳي طرح پنهنجي دل گهري

دوست جي غم ۾ غلطان ۽ پريشان بيقراريءَ جا ڏينهن ۽ بي تابيءَ
جون راتيون ڪاٽيندي رهي ۽ هر روز جي دستور موجب سمنڊ جي
ڪناري تي وڃي واجهائيندي هئي ته من ڪو ٻيو دفعو دوست جو
ديدار ٿئي.

---

# چورن جي پاڙاري

## ( ٣ )

آرين جي هندستان ۾ پير پائڻ کان اڳ سنڌونديءَ جي ڪناري
تي ٻه وڏيون قومون آباد هيون. جاٽ ۽ ميد. هي ٻئي وحشي قومون
هيون ۽ هميشه هڪ ٻئي جون دشمن رهيون. سندن ڏنڊو ڦر مار کان
سواءِ ٻيو ڪونه هو. ڪڏهن جاٽ غالب ٿيندا هوا ته ڪڏهن ميد ۽
هڪ وڏي عرصي تائين اهڙي طرح سندن چوري، قتل ۽ غارت جي
بازار خوب گرم رهي. آرين جي اچڻ کانپوءِ الڪ جي ڪناري تي
ڪيڪا نالي هڪ سلطنت قائم ٿي جنهنجو راجا اشو پتي جي نالي
سان مشهور ٿيو. راجا دسرت جي پياري راڻي ڪيڪئي جنهنجي ضد
۽ حسد ڪري رامچند مهراج کي ١٤ ورهن تائين بنواسي ٿيو پيو هو.
هن راجا جي ڀيڻ هئي. هن خاندان جو پويون راجا اشو پتي عيسوي
سنه کان ٢٩٩٠ ورهه اڳ هستناپور (دهلي) جي راجا جي هٿان مارجي
ويو ۽ اهڙيطرح سنڌ جي پراڻي سلطنت ڏانوانڊول ٿي وئي. سنڌيءَ ۾
مثال مشهور آهي ته ”ڏڻ نه ڏٽي نه ته وڪڻ ڪٽي“. راجا جي مارجڻ
کانپوءِ هنن جنگجو قومن جو ڪو ڏٽي ڏوڻي نه رهيو وري ساڳي
بد امني ۽ خونريزي شروع ٿي. آخر ٻنهي درين جي پرين مڙسن جي
صلاح تي هڪ گڏيل وفد راجا دريوڌن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته
اهو پنهنجي پاران ڪو سنڌ جو حاڪم مقرر ڪري. ان پنهنجي ڀيڻ

دسلا دبوي کي جا راجا چند راڻ جي راڻي هئي، سنڌ ۾ ڏهاري موڪليو. هي عيسوي سنہ کان ١٤٠٠ ورهہ اڳ جو زمانو آهي جنهن ۾ مهاڀارت جي مشهور لڙائي لڳي. ڪجهہ وقت تائين هن خاندان جي هٿ هيٺ سنڌ ۾ امن آرام رهيو.

آخر حڪومت جي تباهيءَ جو هيءُ ڪارڻ ٿيو جو هڪ ڏينهن ڪنهن برهمڻ جي ڳانءِ ڳؤميڌ (ڳانءِ جي قرباني) جي لاءِ پڪڙي آندي وئي. برهمڻ وڏا ئي واڪا ڪيا تہ مون ڌرم شاستر ۾ پڙهيو آهي تہ هيءَ حڪومت انهيءَ وقت ڇٽ ٿيندي جنهن وقت هڪ برهمڻ جي ڳئو جي عوض جان وڃڻ ۾ ايندي مگر هنن ٻارن نہ مڃيو ۽ برهمڻ کي اهڙي گستاخي جهڙي ڳالهہ تان ڳانءِ سوڌو پورو ڪري ڇڏيائون. نتيجو هيءُ ٿيو تہ انهيءَ مظلوم برهمڻ جي پٽ قسم کنيو تہ آءٌ ضرور هن راڄ کي نابود ڪندس ڇاڪاڻ تہ انهن جي هٿان هڪ ڳئو ۽ هڪ برهمڻ جي هتيا ٿي آهي. هن وجهہ وٽي ڀهريائين ڪجهہ جيترا پنهنجا همہ خيال آدمي پيدا ڪيا. آخر هڪ وڏو لشڪر وٺي شهرن ٻنيان شهر فتح ڪندو وڃي هستناپور تائين پهتو. اتي جو راجا ڪوٻا هو رت مقابلي لاءِ نڪتو مگر ماريو ويو ۽ رشين جي اڳڪٿي پوري ٿي، برهمڻ سڄي ملڪ تي قابض ٿي برهمڻ راڄ جو پايو وڌو ۽ ڪجهہ وقت تائين حڪومت ڪري آخر دنيا کي تياڳ ڪري وڃي سنياسي بڻيو ۽ سندس وزير سهانگ انجي گديءَ تي ويٺو. ان نهايت عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي محسن راجا جي نالي تي هڪ نئون شهر برهمڻ آباد نالي ٻڌايائين. پندرهن پيڙهين تائين هيءُ راڄ قائم رهيو!

پوئين راجا ايرانين جي هٿان هار کاڌي ۽ ايرانين ملڪ تي قبضو ڪري جاءِ بجاءِ آتشڪده بنايا. اُن وقت هندستان ۾ مهاراجا ڪفند جو راڄ هو. ان پنهنجي پياءَ سامبڌ کي هڪ وڏو لشڪر ڏيئي سنڌ

تي چاڙهي موڪليو ۽ حڪم ڏنو ته برهمڻ آباد تي قبضو ڪري ايرانين کي هڪالي ڪڍي ۽ پارسين جا آتشڪده ڊهرائي سندن جاءِ تي هندو ڌرم جا مندر ٺهرائي. ايرانين ڀرپائين مقابلو ڪيو آخر شڪست کائي قلعي ۾ پناهه ورتائون ۽ ساميڏن لڳ سالن تائين گهيري هيٺ رکيو. ايرانين جڏهن ڏٺو ته ٻاهران رسد جو اچڻ بند ٿي ويو آهي تڏهن قلعي مان سرنگ جي رستي نڪري جانيون بچائي وٺي ڀڳا. ساميڏن نئين سر ملڪ جو انتظام ڪري دوباره سنڌ ۾ هندو راڄ قائم ڪيو. راجا ڪفند جي مرڻ تي سندس پٽ انند تخت تي ويٺو ان سنڌ کي چئن صوبن ۾ ورهايو ۽ هرهڪ جو جدا جدا حاڪم مقرر ڪيو. جن مان هڪ جي گادي جو هنڌ اسڪاند هو ٻئي جو اروڙ- ٽئين جو برهمڻ آباد. چوٿين جو ديول بندر.

راجا انند جي مرڻ ڪان پوءِ سنڌ ۾ اند ڌند شروع ٿي ويو- حڪومت ڪنهن هڪ راجا جي هٿ ۾ نه رهي، افرانفري لڳي پئي هئي. نتيجو هي ٿيو ته عيسوي سن کان ١٣٢٨ ورهه اڳ سڪندر يوناني هڪ ٻئي پنيان ملتان اسڪلند. آچ. بکر. اروڙ. نيرون ڪوٽ فتح ڪندو سنڌ کي تابع ڪندو جهاز جي رستي پنهنجي ملڪ ڏي روانو ٿي ويو. هن ڪان پوءِ به اجا سنڌ سبق نه سکي ۽ ساڳي گهرو لڙائي هلندي آئي. جيڪو گهرڪان ٿي رسيو، سو راجا بنجي ٿي ويٺو جنهنکي وري ڪنهن ٻئي ماري ڌي مڃايو. ان وقت سنڌ جي قسمت جي واڳ انهن ٻن ناليرن قومن جي هٿ ۾ هئي. غرض ته عيسوي سنه ڪان ٿي صديون اڳ ۽ عيسوي سنه جون پهريون پنج صديون اهي ٻئي پرائيون قومون پنهنجي شاندار روايتن موجب فساد ۽ خونريزي جي نالي کي زنده رکنديون آيون. سنه ٤٩٥ ڪان سنڌ ۾ باقاعده راءِ گهرائي جي حڪومت قائم ٿي جنهن هن کي ماري مڃايو. راءِ گهرائي جا راجائون ذات جا لهانا هوا ۽ ١٣٧ ورهن تائين راڄ ڪيائون

سنہ ٦٣٢ع ۾ راجا ڇچ برهمڻ راڄ جو پايو وڌو. سنڌ جي هن آخري هندو راڄ ۾ لهاڻن کي نهايت بري طرح ستايو ويو انهن لاءِ قانون هيءُ هو تہ نہ ترار رکن. نہ گهوڙي تي چڙهن. نہ سٺو ڍڪين. نہ جتي پائين. ريشمي ڪپڙا نہ پهرين ۽ برهمڻ جي بورچي خانن واسطي جهنگ مان ڪاٺيون ڪري اچن سنڌ جون هي ٻہ پراڻيون ۽ اصلي مالڪ قومون پنهنجي ابائي ڌنڌي کي جاري رکيو آهون ۽ حڪومت ساڻن پڙي نہ سگهندي هئي چاڪاڻ تہ سنڌ جي آخري هندو راڄ کي هر وقت خطرو رهندو هو تہ مبادا هي جنگجو ۽ سرڪش قومون لهاڻن سان ملي ڪري بغاوت جي باهہ جو ڪو پنيٽ نہ ٻاري وجهن در حقيقت سندن اهو خطرو هو بہ واجبي چاڪاڻ تہ هي ٻئي قومون نہ رڳو سنڌ ۾ پر ساري هندستان ۾ ڦهليون پيون هيون ۽ ٿوري ئي سخت ڪاروائي ڪرڻ تي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين پنهور کي باهہ لڳي وڃي ها.

هنن ٻن ناليرن قومن مان هڪ قوم ميڊ جا ڪجهہ قبيلا سمنڊ جي ڪناري تي آباد هوا ۽ ديول بندر جي پرسان هاڻوڪي ڪسري شهر وٽ انهن جي هڪ زبردست پاڙاري هئي. وٽن ننڍيون ننڍيون ٻيڙيون هونديون هيون جن تي چڙهي ننڍن واپاري جهازن کي لٽيندا هوا ۽ خشڪي جي رستي واپاري قافلن کي ڦري جاوا ڪندا هوا.

تازو هي اٺ جهاز بہ انهن ئي ڦريا آهن. اڄ رات هو خوشيءَ وچان ڪهڙن ۾ نہ ٿا ماپن ڇو تہ هن ڀيري جيڪو مال ڪين هٿ لڳو آهي اهو هنن نہ ڪنين ٻڌو ۽ نہ اکين ڏٺو. چورن جي مکي راجگوپال جو گهر راجا جي محل وانگر پيو ٻهڪي. ڏياريءَ جي ڏڻ وانگر چوڏس چانڊاڻ لڳي وئي آهي ڦر جي مال جي حصي مان جي شوق ۾ چورن جي جلدي اچڻ وڃڻ هڪ عجيب ڇهڇٽو پيدا ڪري ڇڏيو آهي ۽ رات جو پوري ٻارهين لڳي انهنجي ڪچهري تي مکي هڪ

گديءَ تي هڪ وڏي چلم ليڪيو ويٺو آهي چوڌاري انجا ڇاڙتا اڇي
ڪنا ٿيا آهن مڪي چوڌرف نظر ڦيري سيني کي حاضر ڏسي هن طرح
گفتگو شروع ڪئي.

مڪي- ( ڪنگهہ ڪاري مڇ کي تاءُ ڏيئي- ) اڄ تہ واهہ جو شڪار
لڳو آهي.

سڪديو- (ڪنڌ کي ڌوڻي) جي! هان! شڪار بہ شڪار جهڙو-

بلديو- پرماتما ڪري تہ اهڙا شڪار سدائين پيا لڳن-

جگديو- (ڏونرو ٺوڪي) حياتي آهي تہ اهڙا شڪار گهڻان-

مڪي- اهو سڀ مال ڪڍي اچــي منهنجي سامهون رکو ۽ قيدي بہ
حاضر ڪريو-

جگديو- بلديو ۽ سڪديو جلدي جلدي اهــو سمورو مال آڻي وچ تي
رکو-

مڪي- ڏسو تہ ڇا ڇا آهي-

جگديو- هي ننڍي پيتي هيرن جواهرن جــي آهي- هن ٻي پيتيءَ ۾
سون ۽ چاندي جا گلاس- ٿالهيون- ڍاڪون- مخبا- گلاب دانيون
۽ گلدستن رکڻ جا گلدان آهن- هــي ٽين پيتي ريشمي ڪپڙن
سان ڏٽيل آهي- هن چوٿين پيتيءَ ۾ جا سيل مهر ٿيل آهي پنج
هزار سونيون اشرفيون آهن- هــو ڏهہ پيتيون الاچي، دال چيني،
سرهي جيري ۽ ڪارن مرچــن سان پربور آهن. هي سڀ سامان
لنڪا جــي راجا مسلمانن جي خليفي ڏانهن تحفہ طور موڪليو
آهي- انهيءَ ڪان سواءِ پنجاهہ گهونيون ان جون آهن جي جهاز
وارن پنهنجي ڪاڌي خوراڪ لاءِ ڪنيون آهــن. هيو اسباب آهي
جهاز وارن جــو ذاتي. جنهن ۾ زيــور بہ آهن، ڪپڙا بــہ آهن،
پيسا بہ آهن.

مڪي- ڀلا قيدي ڪل ڪيترا آهن-

ٻلديو- ڪل ڇهه. جن ۾ اٺ زالون ٻارهن ٻار ۽ ڏهه مرد آهن.
مکي- ڳڻيا به اتو ٻا رکيو قيدين جي ٻڌائڻ موجب ٺا چئو؟
سکديو- جهازن تان ٻڪرڻ وقت مون ڳڻيا هوا ته برابر ڇهه هوا.
جگديو- ٻر جهاز تي ڦرلٽ ڪرڻ وقت جنهن سان مون ڳالهايو هو اهو ته ڏسجي ني ڪونه ٿو.
ٻلديو- هان! ڇا ٿو چئين؟
سکديو- (ڳڻي گوڏن تي هٿ هڻي) هي ته ٢٩ آهن ٿيهون ڪاڏي ويو؟
جگديو- جهاز تي جنهن نوجوان ڇوڪري مونسان گفتگو ڪئي اهو ڏاڍو چالاڪ پئي ڏسڻ ۾ آيو. شڪ نه آهي ته اهو کسڪي ويو.
مکي- هيءَ چڱو نه ٿيو. جيڪڏهن ڀڄي وڃي خليفي کي هن حادثي جي خبر ڏنائين ته وڏي خرابي ٿيندي.
جگديو- ويندو ڪيڏانهن؟ نه ڪيس ٿمر نه توشو. اتي ئي ڪٿي آسپاس لڪو هوندو. سياڻي اسين ڳولي پڪڙي ايندا سونس.
مکي- هيءَ ڦر ڏينهن ڏئي جو شهر جي بندر تي ئي آهي. ڪنهن اوهانکي ڏٺو ته ڪونه؟
ٻلديو- هڪ وڻ جي آڙ ۾ ٻي ساٺهو ٻري ڪان ڏسڻ ۾ پئي آيا.
مکي- منهنجي صلاح آهي ته جهاز ۽ قيدي شهر جي حاڪم جي حوالي ڪجن ۽ کيس سچي خبر ڏني وڃي. هو اسان سان مليو پيو آهي. ٻي صورت ۾ هيڏا وڏا جهاز اسين ڪٿي لڪائينداسين ۽ قيدين کي ڪارائڻ به مشڪل ٿيندو.
جگديو- منهنجي ٻاڻ اِها مرضي آهي.
سکديو- جيڪڏهن سياڄي کي اسين خبر ڏينداسين ته شايد هو اسان ڪان مال گهري ٿنهنڪري منهنجي راءِ آهي ته سٽن ڏينهن تائين اسين ترسون ۽ شهر ۾ جاچ پئي ڪجي ته انهيءَ ڳالهه جو

ڇوڙيو آئيو آهي يا نه جيڪڏهن ڳالهه هلي نه وئي آهي ته پوءِ جهازن کي پيچي پروڙي پاري ڇڏيندا سين ۽ هنن قيدين سان به هڪ هڪ کي ورهائي ڪندا سين. هن صورت ۾ قيدي، جهاز ۽ ڪجهه ٿورو مال سماجي وٽ پهچائي ڏينداسين ۽ پوءِ ڪنهن خطري جي پيدا ٿيڻ جو امڪان نه رهندو.

مکي - ڳالهه ته ڏاڍي معقول آهي پر شهر جي بندر وارن امي جهاز ڪاهي اچي پنهنجي گهوٽ وٽ بيهاريا يه اٿو يا نه؟

ٻلديو - جهاز خالي ڪرڻ بعد آءٌ پاڻ ڪاهرائي آيو آهيان.

مکي - (کلي) ٻلديو. هاڻي ته بلا ٽي پيو آهين.

ٻلديو - (هٿ جوڙي) هي سڀ مکي صاحب جي صحبت جو اثر آهي.

مکي اها صلاح پسند ڪري راتون رات مال ورهائي ڇڏيو. شهر ڳالهه مشهور ٿي وڃڻ ڪري ائين ڏينهن مکي راجگوپال پاڻ جهاز ۽ قيدي ۽ ڪجهه نقد مال شهر جي حاڪم سماجي جي حوالي ڪري آيو جنهن قيدين کي پنڊت ديورتن ڏانهن مندر جي شيوا لاءِ ڏياري موڪليو ۽ تاڪيد ڪيو ته متن سخت نظر رکي جئن ڀڄي نه وڃن. جهازن کي سرڪاري ڪم لاءِ بندر تي رکيائين ۽ ٻنو ٻپ ڪري راجا ڏاهر کي ٻن اهڙو اطلاع ڏنائين جنهن جواب ۾ ڪيس لکي موڪليو ته اسانجي ديول بندر ۾ اچڻ وقت قيدين کي روبرو پيش ڪجو. مکي راجگوپال ۽ سندس ڇوڪري پٺي شڪار جي تلاش ۽ نوجوان ڇوڪري جي گهولها ۾ رهيا.

# ســـراغ

## ( ٤ )

### ڏهاڙي ڏمـــر ڪري محبت مٺي مـــون
### ٿلهڪي اچي تون ڍريئڻ ڪوه نه پلٽين

اڄ ڏينهن گذري ويا آهن مگر سندريءَ جي بيقراريءَ جو ڪاٿو ئي ڪونهي ڏينهون ڏينهن انجي حالت خراب ٿـي رهي آهي- ڪيس آمِيد هئي ته سندس ساهيڙين جي ۽ ناراٿن جي معرفت مظلوم مسافرن جو ڪو نـه ڪو پتو پئجي ويندو پر آنان بـه ڪا خاطريءَ جهڙي خبر ڪانه مليس جنهنڪري گذريل ٿـن چئن ڏينهن ڪان هن خيال ڪيس هيڪاري زيـاده بي صبر ۽ بي تاب بنائـي ڇڏيو آهي تـه سندس ”پران آڌار“ دل گهرئي دوست تـي ڇا ٿي گذريو؟ الائي مئو يا بچيو ته ڪهڙي حالت ۾ آهـي ۽ ڪيس سندريءَ جي هن حال جي خبر بہ آهي يا نـہ؟

برھ جي بيماري شل خدا ڪـهنکي نہ ڏئي نہ ڏيکاري- سندريءَ جي سندر صورت من موهڻي مورت- جا هن وقت تائين هزارها عاشقن جي دلي حسرتن جو خون ڪري چڪي هئي آها خود انهن جي آهن جي اثر ڪان سراپا حسرت بنجي وئي آهي اڪيون جنهن جي تير نگاه ڪيترن ئي محبت جي مٺلن کي زخمي ڪري رت رنا ربو، اڄ خود انهن سان برھ جون بوندون بس ئـي نٿيون ڪن- انجي اندر ۾ برھ جي باه جيڪو ٻارڻ ٻاري ڇڏيو آهي ان جـو دونهون بار بار سرد آه جي صورت ۾ ٻاهر نڪري رهيو آهي نـه نيڻن ننڊ اٿس ۽ نه اڪثين آرام- ڪڏهن مردي وانگر غش پئي آهي تـہ ڪڏهن بي خودي ۽ مستي ۾ ديوانن واريون حرڪتون ڪري رهي آهي- ڪڏهن ڪپڙا پئي ڦاڙي نہ ڪڏهن بي اختيار وٺيو رڙيون ڪري- ڪڏهن تہ وٺي امالڪ سمنڊ

جي طرف ڊوڙي. غرض تہ سندريءَ کان صبر ۽ هوش حواس ڇڏائي ويو آهي ۽ ورهن جي لاءِ علاج بيمار وانگر بستري داخل بي حال پئي آهي. ساري مندر ۾ ٽرٽلو مچي ويو آهي پنڊت ديورتن پنهنجي پياري ڌيءَ جي اوچتو اهڙي حال ٿي وڃڻ ڪري حد کان زياده پريشان آهي. شهر ۾ انجي بيماريءَ جي خبر مشهور ٿي وڃڻ ڪري ڪيترين ئي زالون انجي ڇڇڻ لاءِ پون اهڻ وڃن ويڄ ۽ طبيب بہ هيڪاندا اچي مڙيا آهن. مگر ڪنهنکي بہ انجي سور جي سڌ ڪانہ ٿي پوي. ڪو پيو چوي تہ هنکي ڪامڻ ٿيو آهي تنهنڪري منهن زرد ٿي ويو اٿس تہ وري ڪو پيو چوي تہ هنکي سوداءَ جي بڇاڙ آهي جنهنڪري ڇرڻ وانگر ڪٿيون ڳالهيون پئي ڪري ڪو وري ان لاءِ سرسام جي بيماري مقرر ڪري رهيو آهي چي هنکي سمنڊ جي سرد هوا جي جهڙپ لڳي وئي آهي. مگر اهي ويچارا ڇا ڄاڻن تہ هيءَ اها نامراد بيماري آهي جنهن جي ولڻ دوا ٿي ڪانهي.

جتي حبيب هڻن ناوڪ پري نينهن جي
تتي طبيبن وڃا وڃي وسري.

زالون جيڪي انجي ڇڇڻ لاءِ اتي اچي ڪيون ٿيون آهن وري پاڻ ۾ هيءَ سرير ڪري رهيون آهن تہ لاشڪ هنکي لڳت لڳي آهي سائين لوڪ ( جن ) منجهس واسو ڪيو آهي. مطلب تہ جيترا وات اوترين ڳالهيون. پنڊت ويچارو ڏس پڌ. دوائون ٽرمل ڪري ٽڪو تہ لاچار سڳا، ڌاڳا، ڦيڻا، چندا شروع ڪيائين. مگر هتي تہ منتر جنتر بہ جواب ڏئي بيٺا آهن. جئن پوءِ تئن بيماري زور آهي. اڪيئن رات جا ڪر بہ واجهايائين. وڏن وڏن جوڳين ساڌن سنتن اڪني ديوي ( باهہ ) جو مچ ٻاري سرندا مرليون بہ ڪهليون ٿي وڄايون مگر هي ئہ ڪو اهڙو نڪرو جن آهي جو ڪنهن بہ طرح نٿو ريجهي اڄ صبح کان ٻي واهہ نہ ڏسي پنڊت ويچاري پاٽ بہ رکايو آهي مندر ۾ چوطرف سناٽو لڳو پيو آهي هرڪنهن منهن مان پريشاني جا آثار ظاهر آهن سچ لڙي

ويو آهي ۽ ڇا ٻئين پيا آهن مگر اڃا تائين نہ ڪنهن ڪاڏو آهي ۽ نہ پيتو آهي. پنڊت پنهنجي سڪيلڏي ڌيءَ جي ڪٽ تي مٿن ڪان ڪنڌ هيٺ ڪيو گهٽين ۾ ويٺو آهي تہ اتري ۾ ڪيس منڊر جي هڪ ٻوڃاري اچي چيو تہ مهراج! اوهانکي شهر جي راجا ڪنهن ضروري سرڪاري ڪم لاءِ گهرايو آهي. سپاهي ٻاهر بيٺو آهي انجو چوڻ آهي تہ ڪيس حڪم آهي تہ پنڊت کي پاڻ سان گڏ وٺيو اچ. پنڊت پهريائين تہ ڌيءَ جي بيماريءَ جو عذر ڪيو مگر پوءِ سرڪاري سڏ تي حاضر ٿيڻ ضروري سمجهي اوڏانهين روانو ٿيو انهيءَ وچ ۾ سندريءَ جي اک لڳي وئي ۽ زالون ب گوڙ جو خيال ڪري منڊر ۾ لڙي پکڙي ويون ۽ فقط گنگا ۽ جمنا اتي غم ۽ فڪر ۾ چپ چاپ ويٺيون رهيون. اڃا ڪلاڪ کن مس گذريو تہ پنڊت موٽي آيو ۽ گنگا کي ٻاهر در وٽ سڏي هوريان هوريان ڪانئس پڇيائين تہ

پنڊت- سنهنجي وڃڻ کانپوءِ سندريءَ کي بيماريءَ جو دورو تہ ڪونہ ٿيو

گنگا- نہ مهراج! اوهانجي وڃڻ کانپوءِ سنت ٿي سندس اک لڳي وئي آهي-

پنڊت- دوا پياري اٿوس يا نہ؟

گنگا- نہ مسين مسين اک لڳي اٿس- ڀلي ٿورو آرام ڪري وٺي-

پنڊت- اوهان روٽي کاڌي آهي يا نہ؟

گنگا- اوهان ٿي اڃا ڪانہ کاڌي آهي تہ اسين وري ڪيئن کائون؟

پنڊت- سندري کي هينئر آرام آهي تيستائين اوهين روٽي کائي وٺو.

گنگا- پهريائين اوهين روٽي کائو تہ پوءِ اسين بہ کٽي کائينديون سين!

پنڊت- مونکي ٿورو ضروري ڪم آهي اهو لاهي اچهو ٿو اچان تيستائين اوهين کائي وٺو.

جمنا- روٽي اڳي پوءِ کاڄي وبندي مگر ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ سهي

هن مهل کھڙو ضروري ڪم هو جنهن لاءِ اوهانکي گھر ۾ بيماري هوندي به گھرايو ويو؟

پنڊت- سونکي دير ٿي ٿئي سوڻي اچي ٿو ٻڌايانو.

جمنا- نه نه، ڪجھه ته ٻڌايو اسانکي ڏاڍو اُلڪو ٿي پيو هو.

گنگا- مهراج! ديا پالي ضرور ٻڌايو اوهانجي اوچتو گھرائڻ تي اسانجو ته ساهه ئي سڪي ويو هو.

پنڊت- پيو مڙئي سک آهي. ٻاهر ماڻهو سيڙيا بيٺا آهن انهن جو بندوبست ڪري اجهو ٿو اچان.

جمنا- ڪي ٻاهريان ماڻهو ياترا لاءِ آيا آهن ڇا؟

پنڊت- نه نه، قيدي آهن.

جمنا- اُبهرائي ڪري قيدي! ڀلا آهي ڪير آهن؟

گنگا- هوندا لهاڻا پيا ڪبر هوندا.

پنڊت- نه نه، لهاڻا ڪين آهن. هي ٻاهريان ماڻهو آهن جنکي ڌاڙيلن گرفتار ڪري شهر جي حاڪم وٽ وٺي آيا آهن جنهن وري انهنکي منهنجي حوالي ڪيو آهي ته انهن کي لهائڻ وانگر نظربند ڪيو وڃي ۽ ڪانئن مندر لاءِ ڪو ڪم ڪار ورتو وڃي ائين چئي پنڊت جلدي جلدي اوڏاهين روانو ٿيو ۽ هي ٻئي پينر پاڻ ۾ هن طرح سرٻات ڪرڻ لڳيون.

جمنا- اڄ ڪانءُ پي لنيو. سونکي اڳيئي دل ۾ ٿئي هريو. ته اڄ ضرور ڪي مهمان ايندا.

گنگا- پر هي ته مهمان ڪين آهن.

جمنا- سندريءَ جا مهمان ته ضرور ڇئبا!

گنگا- ڪي نصيب وارا قيدي آهن جو ڪين مندر ۾ رهڻ جو حڪم مليو آهي! نه ته ڇا لڳن مليڇ ۽ ڇا لڳي مهاديو جو مندر.

جمنا- اهي ڀاڳ سندريءَ جا ڇئبا. هنن بدنصيب قيدين لاءِ جهڙو

جيل ٿهڙو مندر-

جمنا ٽڪڙو ٽڪڙو اهي لفظ چوندي سندريءَ کي جاڳائي هي خبر ٻڌائڻ لاءِ اڳتي وڌي ته گنگا پٺيان ڏوڙي ۽ انهن کان جهلي چيس ته ٻڌڙي مٺي اهڙو رڻ ڪٿان ٿي ڪرين ڪا سڌ به اٿئي ته اوچتو هيڙي خبر ٻڌڻ تي خوشيءَ وچان انجو دم ته نڪري وڃي. سندري اڳيئي آهي ٻالي ڀولي ويتر دل جي اهڙي ڪومل (نازڪ) آهي جو پنهنجو ڪوڏن جهڙو سر هنن مٺن مليڇن واسطي جهوريءَ ۾ ڪٽي وڌو اٿس- هيڙي خبر ٻڌڻ شرط ان ڪان ڌيرج (تحمل) ڪونه ٿيندو ۽ اُبهري تي پاڻکي بدنام ڪري وهندي-

جمنا- مليڇن تي ڪهل ٿي نه ڪجي ڇا؟

گنگا- پرائي مصيبت وهائي ڪٿڻ مان ڪهڙو فائدو؟

جمنا- نيٺ ته ڪيس سڌ ڏيڻي پوندي!

گنگا- هائو! سڌ ڏيڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو به ڪونهي-

جمنا- آءٌ پاڻيان ٿي ته سڌ ملڻ شرط انجي حالت سڌري پوندي.

گنگا- ڏسجي!!

جمنا- مان وڃي ٿي ڏسي اچان ته مهراج قيدين کي ڪٽي رهائڻ جو ٻلو ڪيو آهي-

گنگا- اُبهري نه ٿيءَ اڃا تو مهراج اچي- پاڻهين سوري سڌ پئجي ويندي.

جمنا- انهيءَ ۾ ڇا آهي آءٌ ضرور ويندس.

گنگا- ڪجهه هوش ڌار ۽ ڌيان ڪر- ٽڪڙ چڱي ڪين آهي ٿورو ترس ته مهراج کي روڻي پاڻي ڪرائي پوءِ ٻئي ڄڻيون گڏجي هلنديون سين!

جمنا- چڱو! جيڪا تهنجي مرضي-

ابتري ۾ پنڊت قيدين جي رهائش جو بلو ڪري موٽي آيو. گنگا جمنا کي چيو ته تون وڃي مهراج جي روٽي کڻي اچ ۽ پاڻ آئي گڏون پاڻي جو پري مهراج کي چيائين ته سندريءَ کي هيئر گهڻو آرام آهي اوهان هٿ منهن ڌوئي روٽي پاڻي کائي وٺو. جمنا جلدي جلدي روٽي کڻي آئي ۽ مهراج به هٿ منهن ڌوئي روٽي کائي ورتي. انڪان پوءِ کين ڳالهه ڪري ٻڌايائين ته هي قيدي مليڇ آهن راجا ڏاهر وٽان حڪم اچڻ تائين انهنکي مونوٽ رهايو ويو آهي ته ڪاٿان سخت پورهيو ورتو وڃي. مندر جي الهندي پاسي دروازي جي ٻرسان جيڪو ڦڙل گدام پيل آهي ان ۾ کين رهايو اٿم. تنهن ڪانپوءِ سندريءَ کي تنڊ ۾ ڏسي کين چيائين ته آءٌ وڃي ٿو درگا جي هٿان اوهانجي روٽي موڪليان. سندري اٿي ته کيس دوا ضرور پيارجو. ٿوري دير ۾ درگا سندين روٽي کڻي آئي. سندريءَ جي به اتي اک کلي ۽ ڪر پيچي اوٻاسيون ڏيئي اٿي ويٺي. گنگا ۽ جمنا ڊوڙي اچي سندس پر ۾ ويٺيون گنگا درگا کي چيو ته تون وڃي روٽي پاڻي کائي ڪم ڪار لاهي سگهو سندريءَ وٽ ويهه. جو اسانکي ضروري ڪم آهي. ائين چئي گنگا سندريءَ کي ڳراٽڙي پائي انجي مٿي جا ڪنڊڙيل وار لاهي کيس چيو ته ڀيڻ! اچ جيڪڏهن اسان سان گڏجي روٽي کائين ۽ وچن ڏئين ته جٿي مان چونديس تٿي ڪندين ته هڪ نئين ڳالهه ٻڌايانءِ!

سندري- تنهنجون نيون ڳالهيون گهڻيون ٿي ٻڌيون اٿم هٿ ٿي جوڙيانءِ مونکي نه ستاءِ.

جمنا- ڀيڻ! اچ جيڪا سڌ اسانکي ملي آهي اها بلڪل سچي آهي تون ٻڌندينءَ ته ضرور خوش ٿيندينءَ.

گنگا- سندري! اچ اسان تي ڀروسو ڪري ڏس.

سندري- مونکي نٿين خبر ڪانه گهرجي!

جمنا- منهنجو به چيو ڪين مڃيندينءَ؟

سندري- روز بروز مونکي ڪوڙا دلاسا ڏئي ڏناريو اٿو. توهانکي ڀڳوان جو سنهن آهي مونکي ڇڏي ڏيو.
گنگا- ڏاهي ٿيءُ. اڄ اسانکي آزمائي ڏس.
جمنا- (سندريءَ کي هانهن کان وٺي ٿورو پاڻ ڏي ڇڪي اکين ۾ پاڻي آڻي) ڀيڻ! تنهنجو مون ۾ بہ وشواش ڪونهي؟
سندري- آهٰ ايشور جي گهر مان ٿي اڀاڳڻ (بدبخت) بنائي موڪلي وئي آهيان. نہ ڄاڻان تہ ڪهڙن ٻتر جنم جي سنسڪارن جو ڦل ٿي ڀوڳيان. اوهانجو ڪهڙو ڏوهہ؟
جمنا- تنهنجي سچي سڪ جو ڦل آهي جو اڄ اسين توکي تنهنجي من جي آس پوري ٿيڻ جي واڌائي ڏيڻ لاءِ مٿو کپائي رهيون آهيون.
سندري- منهنجي من جي آس پوري ٿيڻ جي واڌائي!!! ڇا اهڙو ڏينهن منهنجي جيئري اچڻ وارو آهي.
گنگا- تون اسان سان رولي گڏجي ڪاءُ ۽ وچن ڏي تہ پوءِ هاڻي جو هاڻي گڏجي سمنڊ جي ڪناري تي هلون ۽ اتي توکي سچي خبرچار ڏيون.
سندري- جمنا! منهنجي سر جو قسم کڻ تہ تون مونسان دغا نہ ڪندينءَ؟
جمنا- مونکي سر جو قسم آهي تہ، تون اڄ ضرور انهن ماڻهن کي پنهنجي اکين سان ڏسي خوش ٿيندينءَ.
سندري- تو منهنجي سر جو قسم ڇونہ کنيو؟ بس بس هاڻي مونکي پڪ ٿي تہ توهين مونکي ڏناريو ٿيون.
گنگا- ڀڳوان جو سنهن تہ اڄ توکي سچي سچي خبر ٻڌائيندبون سين.
جمنا- سندري اجائي دير نہ ڪر. سمنڊ جي ڪناري تي جهٽ پٽ هلڻو آهي.
انهن ٽئي رولي کڻي آئي ۽ سندريءَ کي زوريءَ هٿ سنهن ڏوناري

پاڻ سان گڏ ۾ ٿي گهر ۾ مس ڪري ڪرائي ريجهائي ريجهائي ڪانئس
وچن وٺي سمنڊ جي ڪناري تي گهمڻ لاءِ وڃڻ واسطي تيار ٿيون ته
اتي ۾ مٿان پنڊت آيو جنهن کي گنگا چيو "اڄ ڀڳوان جي ڪرپا
سان سندريءَ جي حالت گهڻو سڌريل آهي ۽ ٿوري ننڊ به ڪئي اٿس
۽ ان سان گڏ ۾ ٿي گهر ۾ پريا اٿس. سڀو ڏينهن هڪ جاءِ تي سمهي
سمهي ماڻهو ڪڙجي ٿو پوي تنهنڪري اسين ڪيس ديوتائن جي درشن
ڪرڻ لاءِ پاڻسان گڏ مندر ۾ گهمڻ ڦرڻ لاءِ وٺي ٿيون وڃون" جنهن
تي پنڊت خوش ٿي چيو ته چڱو جيڪا توهانجي مرضي. مگر سندس
سنڀال چڱي طرح ڪجو. اِئين چئي پاڻ دلجاءِ ڪري وڃي مندر جي
ڪم ڪار ۾ لڳو ۽ هي ٽيئي ڄڻيون اوڏاهين روانيون ٿيون. ڦيريائين
ڦيريائين مندر ۾ ويون جتي ديوتائن کي متو ٽيڪي درشن ڪري
ٻاهر نڪري تلسيءَ کي پاڻي ڏئي ڏاکڻي پاسي کان گهمنديون
ڦرنديون اولهه واري دروازي سان لڳو لڳ قلعي گدام وٽ آيون ته
انکي کليل ۽ منجهس ٻاهريان ماڻهو ويندا ڏسي سندري اوچتو ٿي
اوچتو رڪي بيهي رهي جڻ ته ڪيس پيرن ۾ ڏاوڻ پئجي ويا آهن ۽
اڳتي چري نٿي سگهي. ڪجهه وقت تائين حيرت ۽ عجب جي نگاهه سان
اوڏاهين نهاريندي رهي تنهن ڪانپوءِ پاڻ سنڀالي شرم وچان اکيون
هيٺ ڪري گنگا ۽ جمنا کي هٿ جو اشارو ڪري ڪين سڏي
جهيڻي آواز ۾ چيائين ته هي ڪير آهن ۽ ڪٿان آيا آهن. گنگا ڪيس
پنهنجو وچن ياد ڏياري چيو ته ٻاهر سمنڊ جي ڪناري تي هلڻ سان
توکي سڀڪجهه معلوم ٿي ويندو. هتي وڌيڪ بيهڻ نٿو جڳائي. سندري
لاچار ڪنڌ هيٺ ڪري ترڇي نگاهه سان اوڏاهين نهاريندي اڳتي وڌي
اولهه واري دروازي کان ٻاهر نڪري سمنڊ جي ڪناري تي آئي.

ڪيس بيماري اڳيئي نستو ڪري ڇڏيو هو ۽ اندر ۾ آنڌ مانڌ لڳي
پئي هئس وڌتر هن عجيب نظاري ڏسڻ ۽ نئين خبر ٻڌڻ جي شوق ڪيس

اکٿي وڃڻ نہ ڏنو ۽ آنيٺي متيءَ پروبهي رهي. گنگا ۽ جمنا بہ سندس پرسان
پلٽ هٿي ويهي رهيون. سندريءَ وري بہ بي صبريءَ سان پنهنجي
ساهيڙين کان ساڳيو سوال ڪيو. مگر گنگا ۽ جمنا هيئنر ضرورت کان
زياده پڪيون ٿي ويون آهن ۽ بظاهر انڄاڻائي پيون ڏيکارين ۽ ڇانگرا
پيون ڪن. آخر گنگا کيس چيو تہ ڀيڻ! هي اهي ٿي قيدي آهن جن
واسطي تو پنهنجا لاکيڻا حال اهڙا ڪٿي ڪيا آهن! ڏاڙهلن کين هتي
جي حاڪم وٽ پيش ڪيو جنهن راجا ڏاهر وٽان هٿي حڪم اچڻ
تائين انهنکي مهراج جي سپرد ڪيو آهي تہ ڪانئن لهائڻ وانگر سخت
پورهيو وٺي. توکي ايهرائي ڪري ڪوبہ اهڙو ڪم نہ ڪرڻ گهرجي
جنهن سان مهراج کي شڪ پوي يا ڪنهن بہ قسم جي ڪاندا ٿئي.
چڱو ائين ٿيندو تہ ڪجهہ وقت تائين صبر ڪجي سڀاڻي مهراج قيدين
کي ضرور ڪنهن نہ ڪنهن ڪم ڪار سان لائيندو ۽ اسين ضرور
مهراج کي چئي انهي نينگريءَ کي پاڻ وٽ داسي ( ٻانهي ) ڪري
رکنديون سين ۽ پوءِ هوريان هوريان انکي حال محرم ٻڌائي سربستو
حال احوال وٺنو ۽ اميد تہ انجي معرفت دل جي مراد بہ پوري ٿيندي.
سندريءَ جي دل کي هيئنر ڪجهہ نہ ڪجهہ تسڪين (شانتي) ضرور
حاصل ٿي مگر انجي بي صبري اڳي کان بہ وڌي وئي ۽ هڪ پل بہ
ور نہ ٿي آيس. عشق جو قاعدو آهي تہ جئن جئن وصل جو وقت نزديڪ
ايندو ويندو آهي تئن تئن بي صبري ۽ بيقراري وڌندي ويندي آهي
هونءَ تہ ويچارا سخت جان عاشق سالن جا سال فراق ۽ وڇوڙي ۾
گذاريو ڇڏين مگر اها گهڙي انهن لاءِ سخت عذاب جي آهي جيڪا
ديدار جي انتظار ۾ ڪاٽين ٿا. سندريءَ جي دل کي هاڻي صبر ڪٿي
ٿو اچي؟ ان پنهنجي ساهيڙين کي چيو تہ ڇا بہ ٿي پوي سان هيئر
جو هيئنر انهي ڇوڪريءَ سان ضرور ملنديس! اوهانکي لڳي هجي تہ
ڪل پوي. ايترو وقت اوسيڙو ڪرڻ مونکان بنه نہ پڄندو. گنگا ڏاڍي

سياڻي ۽ ڏکي هئي ۽ کيس دايا جي هيٺ مٿي جي گهڻي سڌ هئي.
ان ڏنو تہ سندري کي روڪڻ مان اُلٽندو نقصان ٿيندو تنهنڪري
چالاڪي ڪري، کيس چيائين پيو! اسانکي پاڻ انهي ڇوڪريءَ سان
ڳالهائڻ جو ڏاڍو شوق آهي مگر هو وچاري ڏکي لٿي آئي آهي
هينئر کيس تڪليف ڏيڻ نٿي جڳائي. اڄو تہ هاڻي اڳي وانگر ٻري
ڪان ڏسي هلي انجي رواڃي پاڻي لاءِ بندوبست ڪريون سياڻي صبح
سان انکي پاڻوٽ وٺي اچي خلاصي ڳالهہ ٻولهہ ڪنديون سين. جمنا بہ
انهي ڳالهہ کي ٺيڪو ڏئي سندريءَ جي دل کي آٿت ڏنو. لاچار
سندري هنن ٻن طبيبن جو چيو مڃي ساڻن گڏ مندر ڏانهن رواني ٿي ۽
انهن مظلوم مسافرن کي ٻري ڪان ڏسي پنهنجي رهڻ واري جاءِ تي
موٽي آئي ۽ ڪٿ تي ليٽي رات جي سکهو گذرڻ لاءِ ايشور کي
پرارٿنا ڪرڻ لڳي ۽ سڄي رات لوچ پوچ ۽ بيقراريءَ ۾ ڪاليائين. ٻئي
ڏينهن صبح جي وقت پنڊت قيدين کي مندر جي ڪم ڪار لاءِ ورڇي
رکيو ۽ زالن کي مندر جي گوپين (ديوداسين) جي حاضريءَ ۾ ڏنائين.
گنگا صبح جو سويري اٿي وئي هئي ۽ پنڊت کي قيدين جي ورڇ
ڪرڻ وقت انهيءَ ڇوڪريءَ کي پاڻ وٽ داسي ( ٻانهي ) ڪري
رکڻ لاءِ چئي کيس پاڻسان گڏ وٺي آئي سندري ۽ جمنا ٻئي در ۾
اکيون پايو ويٺيون هيون ۽ ٻري ڪان جئن انهن تي نظر پين تہ
بي اختيار اُٿي کڙيون ٿيون. سندري هڪدم اڳتي وڌي انهي ڇوڪريءَ
کي وڌي آکير مان ڀاڪر پائي گڏي ۽ کيس ٻانهن کان وٺي وڃي
پاڻ سان گڏ کٽ تي ويهاريائين ۽ گنگا ۽ جمنا بہ سامهون ٻيءَ کٽ
تي ويهي رهيون ۽ منجهن هيئين طرح ڳالهہ ٻولهہ شروع ٿي.
**سندري**- ( انهيءَ ڇوڪريءَ ڏي نهاري ) پيو! خوش تہ آهين؟
**ڇوڪري**- ( ڏندو ساهہ کڻي ) ههڙي حال تي خوش ٿيڻ ۽ رضا تي
راضي رهڻ کانسواءِ ٻيو ڪهڙو چارو آهي؟

سندري- صبر جا وڏا ڀاڙا آهن. ڏٺي ڪندو ته تون وري وڃي پنهنجي
مائٽن سان ملندين.
ڇوڪري- ڀا نصيب.
سندري- ڪابہ ڳڻتي نہ ڪر. ڏٺي تي رک، اهو سڀ سولي ڪندو
توکي هت مون وٽ ڪنهن بہ قسم جي تڪليف ڪانہ ٿيندي.
ڇوڪري- متن مائٽن کان وڇڙڻ. پرديس ۾ قيد ٿڻ کان رڏيڪ ٻي
ڪهڙي تڪليف آهي. ٻيو بہ. جيڪي منهنجي نصيب ۾ لکيل
هوندو آهو مٿو ڪري ڀوڳيندس.
سندري- ڀيڻ تنهنجو نالو ڇا آهي؟
ڇوڪري- هڪ بند ۾ بنديائي جو نالو ڪهڙو؟
سندري- هي ساري دنيا هڪ بنديخانو آهي مگر بندو تہ ضرور ڪنهن
نہ ڪنهن نالي سان سڏجي ٿو.
ڇوڪري- توهانکي جنهن نالي سان وڻي تنهن سان مونکي سڏيو
پروس قيديائي اوس جواب ڏيندي.
سندري- پر آءٌ تہ توکي قيديائي ڪونہ ٿي سمجهان. تون مون وٽ
تورن ڏينهن لاء مهمان آهين اڳي پوء پنهنجي وطن ويندينءَ.
ڇوڪري- ڀيڻ! تنهنجي انهي انساني همدردي لاء آءٌ تنهنجا ٿورا ٿي
مڃيان. مون نياڳي جي نالي سان تنهنجو ڪهڙو مطلب. جڏهن
منهنجي ڪنهن ڪل لڌي تہ پوء آءٌ تو وٽان موڪلائيندي
توکي پنهنجو نالو نشان ۽ ٻار ٻتو ڏيندس ۽ جي سائينءَ مونکي
اهڙو ڪيو تہ تنهنجا ٿورا لاهيندس.
سندري- پياري ڀيڻ! ٿورا ڇا جا؟ مون تنهنجي ڪهڙي شيوا ڪئي
آهي جو تون مونکي لڄي ٿي ڪرين آءٌ تنهنجا لک ٿورا
مڃيندس جيڪڏهن تون مونکي پنهنجو نالو نشان ٻڌائيندينءَ.
ڇوڪري- ادي، انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃ منهنجي نياڳي نالي ۾

ڇا رکيو آهي؟

جمال- (ٻيءَ ڪنَ تان اٿي اچي انهيءَ ڇوڪريءَ جي پرسان وهي ڪراڙي ٻائي) ڏس ڀيڻ! ڏاهي ٿيءُ تو کي نالي ٻڌائڻ ۾ ڇا آهي؟

ڇوڪري- آءٌ اوهانجي ٻانهي آهيان جيڪو ڪم هجي سو چؤ ته ڪريان. باقي منهنجي نالي ۾ اوهانجو ڪهڙو ڪم آهي؟

سندري- تون اسانجي ساهيڙي بلڪ ڀيڻ آهين. اسان توکي پاڻ وٽ ڪم ڪار لاءِ نه گهرايو آهي. اسين ساڻ ۾ پيٽر تي گذاربندبون سين.

ڇوڪري- جي هرو ڀرو اوهانجي مرضي آهي ته ٻڌو! منهنجو نالو آهي سڪينه.

سندري- (خوشيءَ وچان ڪيس ويجهو ٿي مٿي تي هٿ ڦيري) شاباس ڀيڻ! هاڻي هيترو ته ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين؟ ۽ اصل ڪٿي جي وسندڙ آهين؟

سڪينه- ڀيڻ! آءٌ قيدياڻي آهيان ۽ منهنجو وطن قيد آهي.

سندري- سڪينه ٻائي! ڏک سک انسان تي ايندا آهن. ذري ذري قيد جو نالو وٺي ڇو پنهنجي دل کي ڏکوئين؟ ڏکن پٺيان سک آهن سکهوئي وکر وٺندين. آءٌ توکي هٿ تي جوڙيان پلائي ڪري اڳو پوءِ اهو به ڪلي ٻڌاءِ ته اسانجي چنتا دور ٿئي.

سڪينه- بحرين جي والي (گورنر) عثمان ثقفي جي ڀاءُ جي ٻولي آهيان منهنجو ٻيءَ لنڪا ۾ واپار لاءِ ويل هو جتي ڪيس ڏاڍي سرڪار جو سڏ ٿيو ۽ تورن ڏينهن ڪانپوءِ منهنجي ماءُ به گذاري وئي. پيا جيڪي اسان سان گڏ آئي واپار لاءِ هليا هوا اهي به هڪ ٻئي پٺيان راه رباني هليا. غرض ته وڏا سڀ گذاري ويا. باقي وچي اسين ڇورا ڇنا ۽ ننڍا ٻار رهياسين. اتي جي راجا اسانجي حال تي رحم ڪري اسانکي نهايت عزت آبروءَ سان پنهنجي

وطن ڏي روانو ڪيو ۽ پنهنجي طرفان خليفي لاءِ تحفا ۽ سوکڙيون به ڏنائين. اسان جا جهاز واٽ تي طوفان لڳڻ سبب سمنڊ جي پر ونيو تي آيا ۽ سج لهي وڃڻ سبب هت بندر تي ڪٺي لنگر هنيائون پوءِ جيڪي اسان سان تي گذريو انجي اوهانکي سڌ آهي.

جمال- جنهن نوجوان ڌاڙيل سان پي ڳالهايو آهو ڪير هو؟

سڪيلر- توهانکي انهيءَ ڳالهه جي سڌ ڪئن پئي؟

جمال- ( ٿورو مرڪي ) پيو! اسين ٽيئي ڄڻيون دريا شاه تي گهمڻ ۽ پوڄا پاٺ ڪرڻ لاءِ ويون هيون سين ۽ اوهانجا جهاز ڏسي اسان کي انهن جي ڏسڻ جو شوق ٿيو. جهازن لنگر ہي هنيو ته مٿان اچي ڌاڙيل ڪڙڪيا پوءِ اسين وڻ جي پاسي لڪي بيهي رهيون سين ۽ پري کان پئي اهو رنگ ڏاوسون.

سڪيلر- برابر! پري کان وڻ هيٺ ڪي ماڻهو نظر پئي آيا.

جمال- اهو ڪير ماڻهو هو جو ڏسڻ ۾ ته ڏاڍو چالاڪ ٻي آيو!

سڪيلر- (ٿوري دير تائين خاموش ٿي وڃي. دل پرجي آئس بي اختيار اکين مان لڙڪ وهڻ لڳس آخر ڳوڙها اگهي، اهو به ڪو مون جهڙو بدبخت هو.

جمال- اهو تنهنجو ويجهو مائٽ هو ڇا؟

سڪيلر- هائو! مونکي ابي اسان جي نشاني فقط اهوئي هڪ پاءُ هو.

جمال- ( اپهري ٿي ) پائو جو نالو ڇا آهي؟

سڪيلر- سعيد.

جمال- اهو ويچارو به توسان گڏ هت قيد ٿي آيو آهي؟

سڪيلر- قيد ته مون سان گڏ ٿيو هو پر خبر نه آهي ته مونکي دشمن جي هٿ ۾ ڇڏي الائي ڪيڏانهن هليو ويو؟

سندري- ( اهي لفظ ٻڌڻ شرط بي اختيار رڙ ڪري ) هان! ( وري

هڪدم پاڻ سنڀالي ) نوڪي به ڇڏي ڪم تي ويو!

گلگا- (لپ ڏني سندري جي پرسان ويهي) پيڻ ڪي ڇڏي ڪيڏانهن ويندو اتي ٿي ڪٿي هوندو!

جميلا- سڪينه پيڻ! جهاز ۾ تو پڇاڙيءَ ۾ ڇا ڇيو هو!

سڪينه- ڏاڙيل منهنجي پاءُ کي چيو ته هجي ڪو اوهانجو وارث ته سڏيوس ته اوهانکي اچي ڇڏائي. جنهن تي مون ڪان آملڪ هي لفظ نڪري ويا ته اي حجاج! اچ ۽ اچي اسانکي ڇڏاءِ.

سندري- اهو ڪير آهي؟

سڪينه- حجاج بن يوسف ثقفي عراق جو والي آهي. بحرين، عمان ۽ مڪران جا حاڪم به انجي هٿ هيٺ آهن ۽ خليفي جي طرفان انهن سڀني ملڪن جو وڏو حاڪم پاڻ آهي.

گلگا- اهو تنهنجو مائٽ ٿئي؟

سڪينه- اهو اسانجي قبيلي مان آهي ۽ منهنجو ويجهو مائٽ ٿئي.

گلگا- مونکي هاڻي پوري پڪ ٿي ته تنهنجو پاءُ پاڻ بچائي انکي خبر ڏيڻ لاءِ هليو ويو آهي. اميد ته سگهوئي تنهنجي ڇڏائڻ لاءِ ڪو نه ڪو بلو پيٽي ڪري ويندو.

جميلا- هائو! هائو! ڪالهه اٿين تي ڏسجي سڪينه پيڻ کي ڇڏائڻ لاءِ اوس ٿي هٿ ايندو.

سڪينه- خدا ڪري شل اوستائين صحيح سلامت پهچي.

سندريءَ جو خيال هو تـه سندس ڏک جـا ڏينهن پورا ٿيا ۽ هاڻي کيس دوست جي ديدار لاءِ زياده انتظار ڪيڻو ڪونه پوندو مگر ڪهڙي خبر ماڻ تي سندس اميد تي پاڻي ڦيرجي ويو ۽ وري اڳي وانگر جهجهو ۽ جهوري نصيب ۾ آيس! البته ايترو ضرور ٿيو ته هينئر کيس پنهنجي پران آذار جو نالو نشان پتو پار معلوم آهي ۽ کيس اهو به ڀروسو آهي ته انجي پيڻ وٽس تسلي ڏيڻ لاءِ موجود آهي جنهنکي وٽ لاءِ ڪنهن

نہ ڪنهن وقت ضرور ايندو ۽ سندس مهمان ٿيندو. انهيءَ ڪري پنهنجي پاڪ محبت ڪي سيني ۾ سانڍڻ ۽ سڪينہ ۽ سندس ساٿين جي پرگهور لهڻ جو خيال پيدا ٿيس ۽ سڪينہ کي گلي لڳائي پيار ڪري چيائين تہ پيڻ مالڪ تي رکو آهو مڙني چڱي ڪندو ۽ سکهوئي وڃڻ کي ملائيندو. آءٌ پتا ڪـي چڱي توهانجي آرام لاءِ پورو بندوبست ڪندس ۽ اميد تہ ڪنهن بہ قسم جي توهانکي تڪليف نہ ٿيندي ننهن ڪانپوءِ گنگا ۽ جمنا کي خلاصو سڏي صلاح مصلحت ڪري قيدين جي آرام ۽ آسائش لاءِ انتظام ڪيائين ۽ سڪينہ سان گڏ سعيد جي انتظار ۾ ڪانگ اڏائيندي رهي.

---

# اروڙ
## ( ۵ )

ڇهين صدي عيسوي ۾ قديم هندو تهذيب جو مرڪز ۽ سنڌ جي هندو سلطنت جو آخري يادگار. اروڙ جو شهر بکر ۽ خيرپور جي وچ تي روهڙيءَ جي ويجهو مهراڻ جي ڪپ تي آباد هو. انجي چوڌاري هڪ زبردست قلعو هو. منجهس سنيون سنيون عمارتون ۽ عاليشان محلات هوا. شهر جي اندر خواه پسگردائي ۾ وڏا وسيع ۽ سرسبز باغ هوا. بازار پراڻي نموني تـي الهندي ڪان اڀرندي ۽ اتر ڪان ڏکڻ ميلن ۾ ڊگهي هئي. وچـ۾ هڪ چوسول هو ۽ سڄي بازار ڇت سان ڇانيل هئي ۽ منجهس ولايت ولايت جون شيون ملي سگهنديون هيون ۽ ماڻهن جي آمدرفت ۽ واپار جي ڪثرت ڪري هر وقت ڇهڇٽو لڳو پيو هوندو هو. شهر ۾ وڏا وڏا مندر هوا جنجي چوٽين تـي ننڍيون ننڍيون جهنڊيون اهڙي ڪاريگري سان رکيل هيون جـي هوا ۾ چوطرف پيون ڦرنديون هيون ۽ وري مٿن هنومان جـي شڪل نہ

هڪاري رنگ لڳائي ڇڏيو هو. آن وقت سنڌ جي سرحد اپرنديءَطرف ڪشمير جي سرحد سان مليل هئي ۽ آلهندي طرف مڪران تائين ڏکڻ ڏانهن سورت جو بندر هو ۽ اتر ڏانهن قندار سيستان ۽ سليمان جبلن جي قطار.

قديم وقت کان وٺي اروڙ سنڌ جو تختگاه هليو ٿو اچي ۽ جنهن وقت کان سنڌ جو لاڳاپو ذکر تواريخ ۾ ملي سگهي ٿو. ان وقت سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت هئي. راءِ ديواجي ان گهراڻي جو پهريون راجا ۽ وڏو ناليرو حاڪم ٿي گذريو آهي. انکانپوءِ ڇهن ڇهن حڪومت ڪئي جن مان پويون راءِ سهاسي هو. اهو ضرورت کان زياده عيش پسند ۽ آرام طلب ماڻهو هو ۽ حڪومت جو سمورو انتظام پنهنجي وزير رامراءِ جي حوالي ڪري ڇڏيو هئائين ۽ پاڻ پيو موجون مائيندو هو. هڪ ڏينهن ڪنهن ضروري راڄنيتي ڳالهه تي غور ڪرڻ لاءِ وزير دربار ڪوٺائي ۽ وڏا وڏا پنڊت ۽ سياست جا ماهر ان تي ويچار ڪري رهيا هوا ته هڪ قداور نوجوان اتي اچي نڪتو. ان وجهه وٽي اهڙي عمدي راءِ پيش ڪئي جو سڀ درباري حيران ٿي ويا ۽ انجي قابليت جو داد ڏيڻ لڳا خود وزير به انجي دانائي ۽ زبان جي چترائي تي موهت ٿي پيو ۽ کانئس نالو پڇيائين. ان چيو ته منهنجو نالو ڇچ آهي ۽ پنڊت سلاجيءَ جو پٽ آهيان وزير کيس پاڻوٽ محرر (منشي) ڪري رکيو. ڇچ کي هاڻي پنهنجي قابليت جي جوهر ڏيکارڻ جو موقعو مليو. ان ٿورڙي وقت ۾ اهڙو نالو ڪڍيو جو هرهڪ ننڍو وڏو مٿس پلهار ٿيڻ لڳو. هڪ پيريءَاوچتو ٿي اوچتو وزير سخت بيمار ٿي پيو ۽ اتفاقاً ديبل بندر جي حاڪم وٽان ڪو ضروري خط اچي نڪتو جنهن ڪري اهو خط سڌو راجا جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. راجا کي عيش عشرت کان ايتري فرصت ڪٿي هئي جو انجو جواب پاڻ لکي. انهيءَ ڪري حڪم

ڪيائين تہ چچ کي حاضر ڪيو وڃي راجا انهيءَ وچ ۾ رائي کي پڙدي ۾ وڃڻ جو اشارو ڪيو مگر ان چيو تہ چچ هڪ برهمڻ آهي انکان پردو ڪهڙو؟ راجا جي دل ۾ اڳئي چچ لاءِ عزت هئي تنهنڪري هڪدم انجي حاضر ٿيڻ جي اجازت ڏنائين چچ ايندي ئي مهاراجا کي ڏنڊوت ڪري ڪنڌ نوائي هٿ ٻڌي بيهي رهيو ۽ حڪم پڙهڻ شرط جهٽ پٽ خط جو جواب لکي حضور ۾ پيش ڪيائين. راجا کي سندس مضمون ۽ اکر ڏاڍا وڻيا ۽ کيس انعام اڪرام ڏيئي رخصت ڪيائين ۽ آئنده لاءِ عام اجازت ڏنائينس تہ ڪنهن بہ وقت ڪم پوڻ تي سواءِ اجازت وٺڻ جي سڌو محل ۾ هليو ايندو ڪر. چچ هينئر پين عهديدارن وانگر راجا تائين رسائي حاصل ڪرڻ ۾ اجازت جو محتاج ڪين آهي. هو گويا شاهي خاندان جو ميمبر آهي ۽ وقت بوقت شاهي محل ۾ پيو اچي وڃي. آخر بي پردگيءَ رنگ لاتو. انجي صورت ۽ قابليت جو جادو جهڙي طرح راجا وزير بلڪ سڄي رعيت تي اثر ڪري ويو آهي. اهڙيءَ طرح رائيءَ جي دل تي بہ اثر ڪري چڪو آهي ۽ اندر ئي اندر هوءَ انجي عشق ۾ ماهي بي آب وانگر ڦٿڪي رهي آهي. هر روز ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان پہ لي دفعا ڏينهن ۾ کيس پاڻوٽ گهرائي ٿي ۽ اکين جي ذريعي پنهنجي محبت جو پيغام پهچائيٿي مگر چچ اهاڳاله محسوس ڪريٿو پر هميشه اهڙي بي التفا تي ڏيکاري ٿو جڻ تہ کيس خبر ئي ڪانهي تہ رائي جي دل تي سندس جدائيءَ ۾ ڇا ڇا گذري رهيو آهي. لاچار رائي سيني جي صندوق ۾ سانڍيل راز هڪ ڀانهيءَ جي هٿان سندس ڪنن تائين پهچائي ٿي مگر سنگدل چچ چوائي ٿو سوڪلي تہ رائي سونکي ماتا سمان آهي. آءٌ برهمڻ آهيان ۽ مونکان اهڙي نمڪ حرامي نہ پڄندي. چچ جي انڪار رائي جي عشق جي آگ تي هيڪاري تيل جو ڪم ڏنو ۽ هو اڳي کان بہ وڌيڪ بيقراريءَ جون راتيون ۽ بي تابيءَ جا ڏينهن ڪاٽي ٿي

۽ انجي وصل لاءِ ستون ستي ٿي. آخر راجا بيمار ٿيو ۽ وڏا وڏا ويد ۽ حڪيم پنهنجي وِهن ٿي ننهن جو زور لائين ٿا مگر عشق جي بيمار جي دل مان جيڪو دونهون نڪري ٿو ان اهڙو اندوڪار پيدا ڪري ڇڏيو آهي جو ويدن ۽ حڪيمن جو عقل راجا جي بيماريءَ کي سمجهي ڪري نٿو سگهي. راجا ويو روز بروز لانجهو ٿيندو ۽ راڻيءَ جي دل جي اميد جو سڪل درخت ويو روز بروز تازو ٿيندو. نيٺ هڪڙي ڏينهن راڻيءَ ڇچ کي گهرائي چيو ته جيڪڏهن تون منهنجي دل جي مراد پوري ڪرڻ جو وچن ڏئين ته آءٌ توکي پنهنجو پيارو راجا بنائڻ لاءِ جتن ڪريان. "اڄ گهري الله ڪان هڪ اک پر تنهنجي مان ۾ اکيرن" سر ڇچ کي وري ٻيو ڇا کپي؟ فوراً منظور ڪيائين. راڻيءَ چوبدارن کي حڪم ڏنو ته سڀني اميرن امرائن ۽ وزيرن کي حڪم ڏيو ته سڀائي مهاراجا صاحب بهادر جن دربار ڪندا سڀئي ضرور حاضر اچي ٿين. ٻي ڏينهن دربار ۾ سلطنت جي مشين جا سڀ پرزا اچي ڪنا ٿيا. راڻي راجا جي منڊي ڇچ جي آڱر ۾ پائي انکي دربار جي جڳهه جي پرواري ڪمري ۾ لڪائي ويهاريو ۽ پاڻ دربار ۾ اچي سڀني کي بلند آواز ۾ چيائين ته مهاراجا صاحب بهادر جن ۾ ٻاهر اچڻ جي طاقت ڪانه آهي پاڻ ڇچ کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو اٿن ۽ نشاني جي طور تي پنهنجي مهر ڪرڻ واري بادشاهي منڊي انکي عطا فرمائي اٿن ۽ تاڪيد ڪيو اٿن ته جهڙي طرح اوهان هميشه سندن حڪم مڃيندا رهيا آهيو اهڙي طرح ڇچ جو به مڃيندا رهندا. راجا جي حڪم کي سڀني اکين تي رکيو ۽ ڇچ جي اڳيان پنهنجي گردن جهڪائي. ٽئين ڏينهن راجا پرلوڪ پڌارايو ۽ ڇچ راجا جي پنجاهه عزيزن ۽ وارثن کي قيد ڪري ليتي پيتي راجا بڻجي ويٺو ۽ تخت تي ويهندي ئي پنهنجي وچن موجب سڀ کان اول پنهنجي ماتا سمان مهاراڻي يعني راجا جي پياري استري سوڀيا ديوي جي اڳي روپي ڪام

ترشنا آجهائي سندس ٻرائــي اميد پوري ڪيائين ۽ ٻرائي ڪــڏ ڪيل خزاني جا در ڪولي نوڪرن چاڪرن ڪــي انعام ڏئي برهمڻ راڄ جو پاپو وڌائين.

جيپور جي راجا مهارت ڪي جو راجا جو وڃجهو عزيز هو ۽ انجي مرڻ ڪانپوء تخت و تاج جو وارث ٿيڻو هو جڏهن هيء دل ڏڪوئيندڙ خبر پهتي تہ انجي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي ۽ غصي ۾ اچي هڪ وڏي فوج وٺي چچ تــي چڙهي ڪري آيو. آن جيسلمير پهچڻ شــرط چچ کي خط لکيو تــہ تون ذات جو برهمڻ آهين ۽ برهمڻ جــو ڪم آهي بيک پنڻ. تنهنجو سلطنت سان ڪهڙو واسطو؟ جنگ جي ميدان ۾ بيهڻ تنهنجو ڪم ڪين آهي. بهتر آهي تہ تخت و تاج اصلي مالڪن جي حوالي ڪري تون وڃي پنهنجو اباڻو ڌنڌو هٿ ڪر. چچ هي خط ڪٺي سوڀيا ديوي وٽ آيو ۽ خط انجي هٿ ۾ ڏئي مٿي تي هٿ رکي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي گهڻيون ڪاڻ لڳو. راڻي غصي ۾ اچي چيس تہ تو ۾ مقابلي جي همت ڪانہ آهي تــہ اچ، هان وٽ هــيء منهنجي ساڙهي ۽ اهو پاڻ وارو لباس موڪلي ڏي تہ آءٌ مرد بنجي وڃي دشمن جو مقابلو ڪريان! چچ هڪ نازنين عورت جــي وانان اهــڙا ڪهرا ۽ همت افزا لفظ ٻــڌي شرم وچان پاڻي ٿــي ويو. هڪدم لشڪر تيــار ڪري مقابلي لاء نڪتو. اروڙ جي پاهران ميدان ۾ جڏهن ٻئي لشڪر هڪ ٻئي جي سامهون ٿيا تڏهن راجا مهارت ڪيس هيء پيغام موڪليو تہ فوج جي سپاهين کي ويڙهائي ۽ مارائــڻ مان ڪهڙو فائــدو؟ جنگ تنهجي ۽ منهنجي وچيرِ آهي اچ تــہ اسين ٻئي جٽا ميدان ۾ بهادريء جو جوهر ڏيکاريون پــوء جيڪو کٽي سو راجا. چچ شرما شرمي اها ڳالهہ منظور ڪئي ۽ بــهادل ميدان ۾ لــڙڻ آيــو. مگر پنهنجي هڪ نوڪر کي اڳيئي چئي ڇڏيو هئائين تــہ منهنجو گهوڙو ڪاهي منهنجي ڀ سان اچي بيهجانء هوڏانهن راجا مهارت بہ پادل ميدان ۾ آيو. ٻئي

وڙهندا پاڻ بچائيندا فوجن کان ٿورو دور نڪري ويا. اتري ۾ چچ جي نوڪر گهوڙو ڪاهي اچي سندس پر ۾ بيٺو چچ وجهه وٺي گهوڙي تي ٽپ ڏئي چڙهي راجا مهارت کي اهڙي زور سان ھڻي هتري تلوار هنئي جو هڪ ئي وار ۾ انجو ڪم پورو ٿي ويو. راجا مهارت جي فوج پنهنجي سردار جي دغا سان مارجڻ تي هيٺي جوش خروش سان لڙڻ جي بدران وٺي ڀڄ ڏني ۽ چچ جي فوج سندس پٺيان پئي ۽ کيترن کي ئي سندن بزدلي جي سزا ڏنائين. هن فتح تي اروڙ ۾ ڏاڍيون خوشيون ملهايون ويون ۽ چوطرف جئي جئڪار جا نعرا بلند ٿيڻ لڳا.

دنيا ۾ هميشه جڏهن ڪو انقلاب ٿيو آهي ته لازمي طور تي انجو ٿورو گهڻو اثر ملڪ تي به پيو ئي پيو آهي. هن وقت راءِ گهراڻي جي هٿ سان حڪومت نڪري برهمڻ گهراڻي جي هٿ ۾ آئي هئي ۽ جنهن نموني ۾ چچ اها حڪومت هٿ ڪئي آهي انجو رعيت کي اڳي ئي خيال آهي ويتر جو آن حڪومت جي اصلي وارثن ۽ شهزادن کي بي رحمي سان قتل ڪيو انهيءَ ڪري ملڪ ۾ شورش ۽ بدامني هيڪاري زياده پيدا ٿي ۽ ڪن صوبن ته ڪيس ڏن (خراج) ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪري ڪيس پنهنجي نئين حڪومت کي نئين سر مضبوط ڪرڻ ۽ بغاوت کي دٻائڻ لاءِ ملڪ جو دورو (گشت) ڪرڻو پيو. اروڙ ۾ پنهنجي ڀاءُ چندرا کي نائب مقرر ڪري هڪ زبردست لشڪر ساڻ ڪري آتر آيرندي طرف رخ رکيائين. رستي ۾ ننڍا ننڍا قلعا فتح ڪندو ملتان ڏي وڌيو. ملتان جي هڪ راجا هڪ وڏي لشڪر ۽ هاٿين سان وڏي مقابلو ڪيو مگر چچ جو ستارو زور هو ۽ انجي هٿان شڪست کائي قلعي ۾ پناه ورتائين. چچ قلعي جو گهيرو ڪيو ملتان جي راجا ڪشمير جي راجا کي انهيءَ وچ ۾ مدد لاءِ لکيو مگر اتان نا آميدي جي جواب ملڻ تي لاچار ٿي چچ کي پيغام موڪليائين

ته مونکي جيکڏهن قلعي مان امان سان نڪري وڃڻ ڏنين ۽ ڪنهن پناهه جهڙي جاءِ تائين پهچڻ ۾ منهنجي آڏو نه اچين ته آءٌ قلعو خالي ڪرڻ لاءِ راضي آهيان. چچ اها درخواست منظور ڪئي. ملتان جو راجا پنهنجي قسمت تي افسوس ڪندو هٿ مليندو قلعو خالي ڪري هليو ويو ۽ چچ فتح جا گيت ڳائيندو ملتان ۾ داخل ٿيو ۽ داخل ٿيڻ شرط پهريائين ملتان جي انهيءَ مشهور مندر جي ياترا لاءِ ويو جيڪو ان وقت ساري هندستان جي مشهور وڏن بتخانن سان هڪ ليکيو ويندو هو. ديوتائن جي مورتن اڳيان وڏي پريم ۽ شرڌا سان متو ليکيائين ۽ چڱي خاصي ڀيٽا رکيائين ۽ آئنده جي ڪاميابيءَ لاءِ دعا گهريائين. تنهن کان پوءِ هڪ ٺاڪر کي شهر جو والي مقرر ڪري اڳتي روانو ٿيو. ملتان جي فتح ڪانهوءَ ماڻهن جي دلين تي چچ جي اهڙي ڌاڪ ويهجي وئي جو ڪنهنکي به انجي مقابلي جو حوصلو نه رهيو. برهماپور ڪروڙ ۽ اشاها جي راجائن آڻ مڃي هاڻي ته چچ جي لاءِ رستو صاف آهي. فتح جي نشي ۾ ويو اڳتي ڌوڪيندو. واٽ تي شاڪاما جو قلعو آيو انکي به فتح ڪيائين. آخر ڪشمير جي سرحد تائين پنهنجي ملڪ جي سرحد قائم ڪري ٻنهين جي وچ ۾ وڏا وڻ پوکائي اروڙ ڏانهن موٽي آيو ۽ هڪ سال تائين آرام ڪري ڏکڻ اُلهندي سرحد جي طرف رخ ڪيائين. درياءَ پار تي سوريءَ جي قلعي تي حملو ڪيائين آتي جي راجا جي پٽ ڪاڪا نالي حاضر ٿي معافي گهري ۽ خراج ڏيڻ قبول ڪيو. انهيءَ کان پوءِ برهمڻ آباد ڏي وڌيو. اتي جو حاڪم آگم لهانو هو. ان پهريائين بهادريءَ سان مقابلو ڪيو مگر هار کائي قلعي ۾ پناهه ورتائين. چچ هڪ سال تائين انجو گهيرو ڪيون ويٺو رهيو. انهيءَ وچ ۾ شڪست جي غم ۾ راجا پراڻ تياڳيا ۽ سندس پٽ سرٽيد گاديءَ تي ويٺو ۽ پاڻ ۾ مقابلي جي طاقت نه ساري اچي پيش پيو. چچ اتي هڪ پوليٽڪل چال چليو ۽ لهڻ کي پنهنجو

خيرخواه ۽ وفادار بنائڻ لاءِ ساڻن ماٺڙي ڳنڍيائين. ڇا ڪيائين جو باوجود برهمڻ هجڻ جي هاڻ انجي ماءُ (راجا آگم جي راڻي) سان وٽي جيڏي تي جيڏي ئي شادي ڪيائين ۽ انکي وري پنهنجي ڀائٽي جي ڏيءُ ڏسيا ديوي پرڻائي ساڳي طرح اتي جو حاڪم مقرر ڪيائين.

برهمڻ آباد جي پرسان پسگردائي ۾ ٻڌنوڏار نالي ٻڌ ڌرم وارن جو هڪ عاليشان مندر هو. جنهن ۾ سمني ٻڌ راکو نالي هڪڙو وڏو تپسي (درويش) رهندو هو. جنهن جي تپشا ( رياضت ) جي ماڻهن ۾ هاڪ هئي ۽ ڪيس ڪرامت جو ڏڻي ڪري مڃيندا هوا. ان آگم لهاڻي کي جنگ جي وقت ۾ نه فقط مدد ڪئي هئي پر ان جي فتح ۽ ڇچ جي شڪست لاءِ پاڻ به رکيو هئائين جنهنڪري ڇچ کي برهمڻ آباد جي فتح ڪرڻ ۾ ستو سال لڳي ويو انهيءَ وچ ۾ ڳئو ماتا جي پڇ جو قسم کنيو هئائين ته قلعي تي قبضي ڪرڻ شرط انهيءَ ساڌو کي گرفتار ڪري جيڏي سندس کل لهرائي آن سان جنگ جا نقارا ٺهرائيندس. فتح ڪانپوءِ هڪ ڏينهن پنهنجي قسم جي پوري ڪرڻ جي ارادي سان ڪجھ جيترا نوجوان سپاهي ساڻ ڪري اوڏاهين روانو ٿيو ۽ سپاهين کي سجهائي ڇڏيائين ته جنهن وقت آءٌ ساڌو سان ملي ڳالھ ٻولھ ڪري اٺي ڪڙو ٿيان آنوقت اوهان منهنجي اشاري ڪرڻ تي هڪدم تلوار سان سندس ڪم پورو ڪري ڇڏجو. اهو ڳهاٽ ڳهڙي اندر مندر ۾ ويو ته ڇا ڏسي ته اهو ساڌو پوڄا پاٺ ۾ رڌل پيو آهي. سندس ڀرسان ڳوهيل مٽيءَ جو شاهي پنوڙو رکيو آهي ۽ هٽ ۾ سانچو اٿس جنهن ۾ ديوتائن جون مورتون ٺاهي سامهون رکي سندن اڳيان مٿو پيو ٽيڪي ڇچ بيٺو رهيو مگر ساڌو ڏانهس اک کڻي نهاريو به نه. آخر جڏهن ديوتائن جو هڪ وڏو ڍير ٺاهي بس ڪيائين تڏهن راجا ڏي حقارت سان نهاري چيائين ته ڇا سيلاڃي بيڪاريءَ جو هٽ آيو آهي؟ ان هٽ جڙي چيو ته هائو. وري پڇيائينس ته ڇو آيو آهي؟ چيائين ته سوامي

جنجي درشن ڪرڻ لاءِ. انهيءَ ڪانپوءِ مندر جي هڪ پوڄاري هڪ انگوڇو وڇائي کيس ڇيو ته ويهه. ڇچ ويهي رهيو ۽ ڪجهه وقت تائين چپ چاپ تپشي ڏانهن نهاريندو رهيو. سيدس منهن مان ائين ٿي معلوم ٿيو ته ڄڻ ته ڪنهن آفت جي منهن ۾ اچي ويو آهي ۽ خوف وچان زبان نٿي آڪليس. آخر ڏهي ڏهي ساڌو کي وينتي ڪيائين ته سوامي جي ڪرپا ڪري هلي برهمڻ آباد ۾ رهو ۽ پنهنجي پياري چيلي راجا آڳم جي پٽ سرٽيڏڪي راڄڌانيءَ جي ڪم ڪار ۾ صلاح مصلحت ڏيندا رهو. ان جواب ۾ ڇيس ته مونکي وري دنيا جي ڌنڌن ۾ ڦاسڻ مناسب نظر نٿو اچي پر جيڪڏهن ڪٿي آءٌ هلان به ته تنهنجي ڌرم وارا برهمڻ جي هٿ ڌرم جا پڪا ويري آهن سي منهنجي تپشا ۾ ڀنگ وجهندا ۽ مونکي ۽ منهنجي ٻوءِ لڳن کي ستائيندا رهندا. راجا ڇيو ته اُميد ته ڪو توهانجي وار جو ٿالو به ڪونه ونڊو. ٿوري دير تائين اهڙي قسم جي گفتگو ٿيندي رهي. آخر ساڌو کي مٿو ٽيڪي رخصت وٺي ٻاهر نڪتو جڏهن گهوڙي تي سوار ٿي هاڻ لڳو ته وزير پڇيس ته سائين غصو ڪاڏي ويو؟ هتان ته انجي مارڻ لاءِ سنبري آيا هئا ۽ هت اچڻ تي سندس شش ٻنجي ويا. راجا ڇيو ته انجي پرسان مونکي هڪ خوفناڪ ديو ( ڀوت ) نظر آيو جنهنجي هٿ ۾ ٻڙڇي هئي ۽ ڏند ڪرٽي اکيون ڦاڙي گهور ڪري مون ڏانهن پئي نهاريائين جيڪڏهن آءٌ ٿوروئي گهٽ وڌ هلان ها ته پنڊت ڪان اگهي منهنجو ڪم پورو ٿي وڃي ها. آنان برهمڻ آباد موٽي اچڻ تي حڪومت جو ضروري انتظام ڪيائين ۽ نيون سرحدون وغيره مقرر ڪيائين. لهاڻا جنجي هٿ مان تازو حڪومت وٺي هئي انهنجي مٿي مان حڪومت جو واءُ اجا نه ويو هو انهنکي تمام ڳوريون سزائون ڏنائين ۽ سندن ليڊرن کي ڳولي ڳولي ۽ چونڊي چونڊي ماراهائين ۽ انهن لاءِ هميشه واسطي هي قانون جاري ڪيائين ته اهي تلوار ٻاڻ وٽ هرگز نه رکن

۽ گهوڙي تي نه چڙهن ۽ جي اتفاقاً چڙهن تہ انجي اگهاڙي پٺي تي چڙهن ۽ هنو يا زين بلڪل نہ رکن. مٿو ڪڏهن بہ نہ ڍڪين ۽ پيرن ۾ جتي نہ پائين ۽ برهمڻ جي بورچيخاني لاء جهنگ مان ڪاٺيون ڪري اچن ۽ پنهنجي ذات وارن تي چغلي ۽ جاسوسي ڪندا رهن.

هي سڀ انتظام ڪري نيرون ڪوٽ مان ٿيندو ديبل بندر ۾ آيو ۽ آتي سماجي ڪي حاڪم مقرر ڪري ارما ٻيلي ( لس ٻيلي ) جو رخ رکيائين اتي جو حاڪم ٻڌ ڌرم جو ہوء لڳ هو. آن جيوهنسا ڪي برو سمجهي ساڻس دوستيءَ جو عهد نامون ڪيو. آن ڪانپوره سرحد ڏي وڌي آخري سرحدي شهر ڪنارپور ۾ پهچي قلعي جي مرمت ڪرائي آتي وڏا وڏا نقارا رکاياٿين جتي صبح ۽ شام جو هندوستان جي پراڻي رواج موجب ڌمال وڄندي رهي ۽ جنهن جاء تي سنڌ جي سرحد مڪران جي سرحد سان وڃيو ٿي ملي اتي حدبنديءَ جي طور تي وڻ پوکرائي اروڙ موٽيو ۽ چاليهہ ورهہ حڪومت ڪري چالاڻو ڪيائين.

چچ جي مرڻ ڪانپوء انجو ڀاءُ چندرا تخت تي ويٺو ان پنهنجي پراڻي اباڻي ڌرم کي ڇڏي ٻڌ ڌرم سوبڪار ( قبول ) ڪيو ڪيترن ئي هندن کي ترار جي زور سان هندو ڌرم ڇڏڻ ۽ ٻڌ ڌرم قبول ڪرڻ لاء مجبور ڪيائين جنهنڪري هندن ۾ سخت ناءِ پيدا ٿيو ۽ پنهنجي طرفان سيوستان جي هڪ هندو سردار متا نامي کي قنوج جي راجا سيهرس وٽ فريادي ڪري موڪليائون تہ سنڌ جو راجا ناستڪ ٿي ويو آهي. نہ رکو پاڻ وڃي ٻڌ ڌرم سوبڪار ڪيو اٿس پر ٻين کي بہ پاڻ وانگر پٽت ڪرڻ گهري ٿو. پاڻ سڄو ڏينهن مندر ۾ پوڄارين سان ويٺو آهي ۽ راڄ ڀاڳ جو ڪو اوهي واهي ڪونهي. جيڪڏهن

ٽورڙيٺي فوج رواني ڪندا تہ آساني سان سنڌ فتح ٿي ويندي. راجا سيهرس ڪجھ ملڪ جي لالچ ڪري ڪجھ مذهبي تعصب جي ڪري پنهنجي پاڻتي هرداس کي سپہ سالار بنائي سنڌ تي چاڙهي موڪليو ۽ هوڏانهن ڪشمير جي راجا بہ انهي ڏرم ڌڌ (مذهبي جنگ) ۾ حصو وٺڻ لاءِ لشڪر روانو ڪيو مگر ٻئي ڪامياب نہ ٿيا ۽ هار کائي موٽي ويا ۽ چندرا ست وره راڄ ڪري مري ويو.

# راجا ڏاهر

## ( ٦ )

سنڌ جي هندو راڄ جو پويون راجا ڏاهر، چندرا جي مرڻ کان پوءِ تخت و تاج جو مالڪ ٿيو. اهو جيتوڻيڪ عيشي جيڙو: هو هميشه شراب، ڪباب، ناچ، ڳاني ۽ عورتن جي صحبت ۾ مست رهندو هو ۽ حڪومت جو ڪاروبار سندس وڏو وزير بڌي مان، جو پنهنجي زماني کان وٺي وزارت جو ڪم سنڀاليندو پئي آيو ۽ ڏاڍو هوشيار ۽ آزمودڪار ماڻهو هو سو دستور موجب هلائيندو هو مگر ڪيس (راجا کي) هر وقت هي ڪتڪو رهندو هو ته لهاڻن کان ڪنهن ڪيءُ سان حڪومت هٿ ڪئي وئي آهي، ويتر جو ساڻن بدسلوڪي ڪئي وئي آهي انهي ڪري هو ڪنهن به وقت پڏ ڏرم وارن سان ملي بغاوت جو جهنڊو نه کڙو ڪن. هڪ ڏينهن وزير کي گهرائي ساڻس اها ڳالهه پجاري ملڪ جي دوري ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين ۽ وڏو لشڪر ساڻ ڪري برهمڻ آباد روانو ٿيو. اتي پهچي شاهي دربار ڪري اميرن، امرائن کي انعام اڪرام ڏئي پنهنجي ڀاءُ ڌرسين کي اتي جو حاڪم مقرر ڪري نيرون ڪوٽ پهتو، اتي به ساڳي طرح ماڻهن جي دلجوئي ڪري پنهنجي پٽ جيسين کي اتي جو حاڪم مقرر ڪري ديبل بندر جو رخ ڪيائين. پنهنجي وقت کان اتي جو حاڪم سمباجي نالي هليو ٿي آيو. اهو ذات جو سمون هو ان مان بغاوت جو انديشو ڪونه هو. سمباجي راجا ڏاهر جي اچڻ جو بڌي شهر جا وڏا وڏا ماڻهو ۽ ٿورو لشڪر پاڻ سان وٺي قلعي جي ٻاهران آجيان لاءِ نڪتو. راجا هڪ هاٿي تي پالڪيءَ ۾ سوار هو سندس اڳيان پنجاهه گهوڙي سوار اگهاڙيون ترارين هٿ ۾ ڪنيو پئي آيا ۽ سندس پٺيان بيشمار فوج هئي. سمباجي گهوڙي تان لهي راجا جو فوجي سلام ڪيو ۽ ان جي

اشاري ڪرڻ تي گهوڙي تي سوار ٿي ساڻس گڏ قلعي ۾ داخل ٿيو.
شهر جي ماڻهن دهل دمامن سان راجا جي آجيان ( مرحبا ) ڪئي ۽
ڪيس جلوس ۾ وٺي شاهي محل تائين پهچايو. راجا ٽڪي لتي آيو هو
انهي ڪري ماڻهن کي دروازي تي رخصت ڪري اندر بيٺي ٿي بيٺي
سمباجي سان معمولي خوش خير عافيت ڪرڻ بعد ان کي حڪم ڏنو
ته سڀاڻي صبح جو ڀرپائين مهاديو جي مندر ۾ ياترا لاءِ هان ٿيندو ۽
اتان موٽي تي دربار ڪرڻ ۾ ايندي. سمباجي نوڙي چاني تي هٿ کي
عرض ڪيو ته حضورا منهنجي پاڻ اها مرضي هئي ته ڀرپائين ديوتائن
جو درشن ڪري تنهن کان پوءِ دربار ڪرڻ ۾ اچي. هاڻي مون کي
اجازت ملي ته وڃي بندوبست ڪريان. راجا چيو ته چڱو هاڻي توهان
کي رخصت آهي سمباجي راجا کي ڏنڊوت ڪري ٻاهر آيو ۽ دربار
لاءِ ضروري انتظام ڪري اميرن، امرائن ۽ وڏن ماڻهن کي اطلاع
ڪري سڏو پنڊت ديورتن وٽ مندر ۾ ويو ۽ ڪيس راجا جي ارادي
جي خبر ڏئي مندر کي خوب سينگارڻ جو تاڪيد ڪري پنهنجي گهر
موٽي آيو ۽ رات گذاري صبح جو شاهي محلات ۾ حاضر ٿي راجا
جو انتظار ڪرڻ لڳو. راجا ڀرپوون ٿي پيرو دهول بندر ۾ آيو هو ۽
مندر جي ڀرپٽ گهٽي ساراهه ڀڏي هٿائين ڏهن ڪري صبح جو سويل
اٿي سنان پاڻي ڪري ڪانٽرن جو جاپ ڪري شاهي لباس پهري ٻاهر
نڪتو. سمباجي ۽ ٥٠ سپاهي ساڻ ڪري گهوڙن تي سوار ٿي مندر
ڏانهن روانو ٿيو. مندر جي دروازي تي رنگ برنگ جهنڊين جي جهرمر
لڳي پيئي هئي. مندر کي فرش فروش ۽ غاليچن سان خوب سينگاريو
ويو هو، مندر ۾ اندر جتي ديوتائن جون مورتون رکيل هيون اتي
جوت ٻارڻ، واسڏوپ ڪرڻ ۽ اگربتين دکائڻ جو ڪم انهن نو عمر
خوبصورت نازنين ڇوڪرين جي سپرد هو، جي جوانيءَ جي اُمنگن
جو خون ڪري دنيا جي عيش و آرام کي لت هڻي سڄي عمر ديوتائن

جي شيوا ۾ گذارڻ لاءِ گوپون ( ديو داسيون) تي ييٺيون هيون. راجا مندر جي دروازي تي، پهچي گهوڙي تان لهي پيو سپاهي ٻاهر بيٺا، راجا ۽ سمباجي اندر داخل ٿيا. مهنت اڳتي وڌي راجا جي ڳلي ۾ هار پاتو. دروازي جي ٻنهي پاسي مندر جا پوڄاري قطار ۾ ڪنڌ نوايو ادب سان بيٺا هوا، جن گھنٽي وڏي زور سان راجا ڏاهر جي "جي" جا نعرا هنيا. راجا اڳتي وڌي سڌو ٿي سڌو ديوتائن جي مورتن جي اڳيان اچي متو ٽيڪيو ۽ ڪجھ وقت تائين ڪنڌ جهڪائي هٿ جوڙي راج ڀاڳ جي سلامتي لاءِ پرارٿنا ڪندو رهيو. تنهن ڪان پوءِ پوئين پهرين ٻاهر نڪري انهي اوچي آسڻ تي ويٺو جيڪو خاص طرح ان جي وهڻ لاءِ اڳي ئي مخملي گدين ۽ ريشمي ڪپڙن سان سينگاريو ويو هو. سڀئي ديو داسيون ۽ مندر جا پوڄاري سامهون صفن ۾ ٿي بيٺا. سندريءَ جي ٻن ساهيڙين مان گنگا جي ذمي هيءَ ڪم هو ته اها راجا تي گلن جي ورکا ڪري ۽ جمنا هڪ وڏي چانديءَ جي ٿالهيءَ ۾ پان سوپاري وغيره کڻي اچي راجا جي اڳيان پيتا رکي. سندري جا اکيئي ڪنهن نوجوان جي نينهن جي نيزي جو شڪار ٿي چڪي هئي، ۽ هر وقت اُن جي خيال ۾ اُداس رهندي هئي، ۽ جنهن ڪي هن ساري ڪاروائيءَ سان ڪنهن به قسم جي دلچسپي نه هئي تنهن لاچار بيءَ جي آڳيا پالن ڪري راجا کي تلڪ ڏنو جڏهن هي ٽيئي نازنين پنهنجي ڪم کان پالهيون ٿي چڪيون تڏهن راجا سندري ڏي نهاري شڪرگذاريءَ جا ڪجهه لفظ چوڻ گهريا مگر رکو چپ چريا ۽ زبان نه اڪلي. لس پس پٿر جو بت بنجي ويو آهي، اکيون ڦاٽي وييون ائس، منهن جو رنگ ڦري ويو آهيس، گويا جسم بي جان آهي، سمباجي سهي ڪري ورتو ته راجا ڪنهن نازنين جي تير نظر جو شڪار ٿي ويو آهي ۽ اهڙي حالت ۾ ان جو وڌيڪ رهڻ چڱو ڪين آهي تنهن ڪري اڳتي وڌي هٿ جوڙي عرض ڪيائين ته

حضور دربار جو وقت ٿي چڪو آهي، سڀ درباري انتظار ۾ هوندا، هائي هاڻ گهرجي. راجا کي هن وقت نائين بيهوشي وٺي ويئي هئي ۽ ڪنهن خبر ٿي نه هئي ته ٻاڻ ڪٿي آهي. سو اهي لفظ ٻڌي ڇرڪ ڀري پاڻ سنڀالي ويٺو ۽ وزير کي چيائين ته هائو هائي هاڻ گهرجي. راجا جي آڻ جو ارادو ڏسي مهنت پلؤ پاتو ۽ ۽ چار ويد جا منتر پڙهي آشيرواد ڏيڻ لڳو. آشيرواد جي ختم ٿيڻ تي راجا آئيو. سڀني پوڄارين گڏجي راجا جي "جي" جا نعرا هنيا. راجا مندر کان ٻاهر نڪري مهنت ۽ سڀني پوڄارين کي نمسڪار ڪري گهوڙي تي سوار ٿي دربار واري جاء تي پهچي فوجي سلام وٺي اندر گهڙيو. سڀني درٻارين آئي آداب شاهي بجا آندو ۽ راجا جي تخت تي وهڻ کان پوء سڀئي پنهنجي پنهنجي جاء تي ويهي رهيا. راجا جي منهن ۾ هيئنر اها بادشاهي ڏيا ڪانه رهي هئي، طبيعت ڀي سست ٿيس ۽ ڪيس ڪا ڳالهه ڪانه ٿي وڻي لاچار ٿي دل تي پٿر رکي پاڻ سنڀالي رسمي طور تي درٻارين کي چيائين ته سڀئي خوش آهيو؟

آواز- چترپتي مهاراجا جي ڀاڳ کي آسيس ( دعا ) ٿا ڪريون.

راجا- ملڪ ۾ هرطرح سک سانت آهي؟

آواز- راجا جي ڪرپا سان شينهن ۽ ٻڪري گڏ ٿا چرن.

راجا- پرجا کي ته ڪنهن قسم جي تڪليف ڪانهي؟

آواز- ڪجهه نه، سڀ سک ۽ آنند آهي.

تنهن کانپوء سڀاجي اڳتي عرض ڪيو ته جيڪي اٺ جهاز گرفتار ڪيا ويا هوا، انهن جا قيدي صف ۾ آئي ڪڙا ڪيا ويا آهن، حڪم ملي ته آنهن کي حاضر ڪيو وڃي. راجا ڪنڌ ڌوڻي اجازت ڏني سڀئي قيدي هڪ صف ۾ آئي ڪڙا ڪيا ويا. راجا صف جي پهرئين آدميء کان پڇيو ته اوهين ڪير آهيو؟

هڪ نوجوان- (سواء ڪنهن سلام ڪرڻ جي ڇاتي ڪڍي بيپرواهي

سان، اسين مسلمان آهيون.

**راجا-** توکي سڌ آهي تہ تون هڪ قيدي آهين ۽ سنڌ جي مهاراجا جي اڳيان بيٺو آهين.

**نوجوان-** هائو! منهنجو جسم قيد آهي مگر دل آزاد آهي.

**راجا-** تو اڳي ڪڏهن ڪنهن راجا جي دربار نہ ڏٺي آهي ڇا؟ راجا پرماتما جو اوتار آهي، آن ڪري ڀڳوان سمان سمجهي ان جي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ گهرجي.

**نوجوان-** مون سرانديپ ( لنڪا ) جي راجا جي دربار ڪيترائي دفعا ڏٺي آهي اتي بہ اهو اندو رواج آهي، مگر جڏهنکر آءٌ مسلمان ٿيو آهيان تڏهانکر اهو انسانيت جي برخلاف ڪم مون ڪڏهن بہ نہ ڪيو آهي ۽ نڪي راجا ٿي انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏئي سگهي ٿو.

**راجا-** تہ ڇا تون اڳي هندو هئين؟

**نوجوان-** هائو، منهنجا ماءُ پيءُ ۽ خود آءٌ اڳي انهن بتن جن کان جيڪر هڪ رواجي مڪ بہ ڪا شيءِ کسي وٺي تہ ڇڏائي نہ سگهن، تن کي پرميشور سمجهي پوڄيندا هواسين مگر خدا ڀلو ڪري انهن مسلمان سوداگرن جو، جن جي صحبت ۾ اسان اهو ٻرو عقيدو ڇڏي هڪ حقيقي خدا کي سڃاتو، جو سڄي جڳ جو پالڻهار آهي.

**راجا-** تنهنجو نالو ڇا آهي؟

**نوجوان-** سليم.

**راجا-** لنڪا جي راجا توکي اڪرمي ٿيڻ تي سزا ڪانہ ڏني؟

**سليم-** بلڪل نہ. هو سمجهو راجا آهي ۽ ڄاڻي ٿو تہ ڌرم دل سان لاڳاپو رکي ٿو، ۽ ڪنهن جي دل تي زوري قبضو ڪري نٿو سگهجي.

راڄا- مسلمان ٽيڪان پوءِ تون ڪڏهن راڄا جي دربار ۾ ويو آهين؟
سليم- جيترائي پيرا ۽ ڪڏهن به مون ان جي اڳيان ڪنڌ نه
جهڪايو.
راڄا- انهي ڪري هو توتي ناراض ڪونه ٿئي؟
سليم- هرگز نه، هو مون کان اهتري قدر راضي آهي جو مون کي
اسلامي دنيا جي شهنشاهه سان دوستي ڳنڍڻ واسطي پنهنجي
پاران سفير ۽ هن قافلي جو سردار بنائي موڪليو اٿس.
راڄا- مسلمانن وٽ اوچ نيچ جو سنڌو سيڙهو ڪونه آهي ڇا؟
سليم- اوچ نيچ ڇاجو؟ اسلام ۾ نه ڪوئي برهمڻ آهي نه ويش نه
کتري نه شودر.
راڄا- ڇا اسلام ۾ ذات پات جو پيد آهي ئي ڪونه؟
سليم- هرگز نه، سڀ انسان خدا جا بندا آهن ۽ سڀئي برابر پاڻ
۾ ڀائر.
راڄا- ڇٻو ته اوهان وٽ شريف جي عزت ڪانهي؟
سليم- اسان وٽ سڀ شريف آهن. رذيل آهي ئي ڪونه.
راڄا- شاهه ۽ گدا ۾ به فرق ڪونهي؟
سليم- هرگز نه، ٻئي برابر، ٻئي خدا جا محتاج.
راڄا- ڇا خدا وٽ به امير ۽ غريب هڪ جهڙا آهن؟
سليم- بيشڪ خدا وٽ عزت وارو اهو آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ
نيڪ ۽ پرهيزگار آهي، اهو ڪلي ڪير به هجي. "ذات نه آهي
ذات تي جو وهي سو لهي"
راڄا- اوهان وٽ جيڪڏهن ڪنهن وڏي ماڻهوءَ کان ڏوهه ٿي پوي
ته ان لاءِ به ساڳيو قاعدو آهي جو نيچ ماڻهن لاءِ؟
سليم- ضرور. اسانجي پياري پيغمبر فرمايو آهي ته جيڪڏهن منهنجي
پياري نياڻي کان به ڪٿي ڪو ڏوهه ٿي پوي ته ان کي به اهڙي

سزا ملندي جهڙي ڀين ڪي.

**راڄا**- اهڙو ڪو مثال ٻه ٿي گذريو آهي؟

**سليم**- هائو، شام جي ملڪ جو هڪ عيسائي سردار جبله ابن ايهم الغساني مسلمان ٿيو هو. حج جي موقعي تي طواف ڪري رهيو هو ته اتفاقاً سندس شاهي چوغي تي، جنهن جا پلؤ زمين تي گهلبا پئي آيا هڪ غريب مسلمان جو پير اچي ويو جنهن تي هن ڪاوڙجي غريب کي پڪڙ ڪري هڪ لپاٽ هڻي ڪڍي غريب ويچارو وقت جي خليفي فاروق اعظم وٽ دانهين ويو. ان عيسائي شهزادي کي گهرائي ڪانئس حقيقت پڇي. ان چيو ته مون هنکي برابر لپاٽ هڻي آهي ڇو ته سنڀال ڪيائين ته سندس پير هڪ امير جي چوغي تي نه اچي؟ خليفي فيصلو ڪيو ته اسلام ۾ امير ۽ غريب هڪ جهڙا آهن. غريب کي پورو پورو حق آهي ته اهو توکي به اهڙي ئي لپاٽ هڻي ڪڍي. ان چيو ته مونکي اهڙو مذهب ئي ڪونه کپي جنهن ۾ امير ۽ غريب جو تفاوت ڪونهي. خليفي ان جو اسلام کان ڦري وڃڻ قبول ڪيو مگر هڪ غريب تي ظلم ٿيڻ پسند نه ڪيو.

**راڄا**- اوهان جي ڌرم جو مول متو (اصول) ڇا آهي؟

**سليم**- اسانجي مذهب جو نالو ئي آهي اسلام. جنهن جي معني آهي صلح ۽ سلامتي. انجو اصول ٽن شين تي ٻڌل آهي. هڪ اخوت (برادري) ٻي مساوات (برابري) ٽين عدالت (انصاف).

**راڄا**- ڇا ٻه هجي مگر هينئر تون سنڌ جي راڄا وٽ قيد آهين. توکي سنڌ جي رواج موجب راڄا جي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ گهرجي.

**سليم**- هرگز نه. هڪ مسلمان جو گردن سواء خدا جي ٻي اڳيان جهڪي نٿي سگهي.

**راڄا**- او گستاخ! سنڀال، هڪ راڄا جي حڪم جي انحرافي ٿو ڪرين.

سئيم- خدا جي حڪم اڳيان راجا جي حڪم جي ڪهڙي حيثيت؟
راجا- ( غصي ۾ ) سمباجي! هنن بي ادب گستاخ قيدين ڪسي پنڊت
ديورتن جي حوالي ڪر ته اهو هنن کي لهاڻن وانگر ٺيڪ ڪري
زالن ۽ ٻارن کان مندر ۾ جهاڙو ڏين ۽ صفائي جو ڪم وٺي ۽
مرد لهاڻن وانگر پيرن اگهاڙي جهنگ مان مندر جي لنگر لاءِ
ڪاٺيون ڪري اچن.
سمباجي- حضورا مون کين اڳيئي پنڊت جي حوالي ڪري ڇڏيو
آهي جو مٿن خوب سختي ڪري ٿو.
راجا- هنن تي تمام سخت نظر رکو ۽ کانئن سخت پورهيو وٺو.
سمباجي- ضرور.
هن کان پوءِ راجا درٻارين ۾ دوشالا ۽ ترارئون انعام طور تقسيم
ڪري درٻار برخواست ڪئي ۽ محل ۾ پنهنجي پلنگ تي ليٽي
اوچتوئي اوچتو عشق جي جنبي ۾ ڦاسي وڃڻ تي خيال پچائيندو رهيو.

# خون تمنا

## ( ٧ )

**اجا سڪ ڪين پوري ٿي ڏلم مٺهن ڪين ڪي ڊورو**
**مگــر افسوس بدبختي! وڇــوڙو دلــربا آيــو.**

هان! هن مهل هــيءَ دل ڀڄائيندڙ آواز ڪٿان پيو اچي؟ سنجهو ٿري وڃو آهي چند بہ اڄ ڪان ڪجهہ سرس پنهنجو سفر پورو ڪري چڪو آهي. ڇا انسان ڇــا حيوان سڀڪو پنهنجي پنهنجي جــاء تــي آرامي آهي. پوئين رات جي گهري ننڊ جــي نشي هرڪنهن کي دنيا جــي گهٽين ۽ فڪر ڪان آزاد ڪري بي فڪر سمهاري ڇڏيــو آهي چوطرف چپ چاپ لڳي پئي آهي ۽ ان ۾ هيءَ درد ڀريو سريلو آواز ڪهڙو نہ سٺو پيو لڳي ۽ بي اختيار دل کي ڇڪي ٿو وٺي. مگر اهو آهي ڪهڙو بدنصيب جنهن جو هن مهل سڪ اچي ڦٽو آهي ۽ اهڙي سهائي رات ۽ مٺي مٺي هوا بہ ان کي آرام ڏئــي نٿي سگهي؟ شايد ويچارو ڪو زماني جو ستايل ۽ مصيبت جــو ماريل آهي جو دنيا جي ڏکن ڏولائن کان تنگ ٿي پنهنجي دل کــي وندرائي رهيو آهي، يا تہ ڪو بيمار آهي جنهن جي رات وڏي پئي آهــي ۽ ان جي ڪٿائن لاء سندس ڪو تيمار دار سڄي رات اوجاڳــي ڪرڻ ۽ تــارن ڳڻڻ سبب هڙيءَ طرح جهونگاري رهيو آهي. نہ نہ! هي تہ ڪنهن دل ڦٽيل جو آواز ٿو ڏسجي. ضرور ڪو عشق جو آزاريل آهي، جو پنهنجي محبوب جي جدائي ۾ آهــون ڪري رهيو آهي. هن جي دل کــي ضرور ڪا چوٽ لڳل آهي، نہ تہ ان جي آواز ۾ جيڪر هيترو درد ۽ اثر نہ هجي ها. هوا البت زور آهي ۽ وڻن جــا پن همدردي ڪري ساڻس آواز ۾ آواز ملائي رهيا آهن جنهنڪري اهو پوريءَ طرح سمجهہ ۾ نٿو اچي ۽ نڪي پتو لڳي ٿو تہ اهو ڪهڙي طرف کان اچي رهيو آهي. آخر

ڪنائيندي ڪنائيندي شاهي محل جي اوله واري ڪمري وٽ پهچڻ
تي معلوم ٿيو ته راجا ڏاڍو هڪ پلنگ تي ڌڪي رهيو آهي، سندس
نيڻن مان نار پيا وهن ۽ رکي رکي ٿڌو ساهه کڻي هي غزل ڳائي
رهيو هو ته:-

تنهنجي عشق ڏنم آزار، رُئندي گذاريم راتيون راتيون

هن قسم جو دردانگيز آواز ٻڌي پکي پکڻ به چرڪ پري آيا
سفيدي صبح ( پرڀات ) به ان همدردي ۾ پنهنجو چولو چاڪ ڪري
ڇڏيو. اُن جا لڙڪ وهندا ڏسي ان جي حال زار تي گلن ڳوڙهن واري
شبنم ( ماڪ ) جي اکين مان ڳوڙها خشڪ ٿي ويا. ويچاري دل جلي
شمع جنهن نهايت همدرديءَ ۽ دلسوزيءَ سان سڄي رات ان سان
سات ڏنو هو انکي بار بار آه سرد پرهندو ڏسي پاڻ به هڪ لنبو ٿڌو
ساهه کڻي شوڪارو پري خاموش ٿي وئي. هن قسم جون قدرتي
همدرديون ڏسي راجا کي ڪجهه آٿت ٿيو ته ڪو نه ڪو ضرور
سندس همدرد نڪري ايندو، جو سندس حال پائي ٿي ڪيس هن ڪم ۾
مدد ڪندو. آخرڪار سج اڀريو، ٿوري دير ۾ شهر جي حاڪم سمباجي
در تي پهچي جاڻ ڪيو ۽ راجا ڪيس گهرائي هن طرح گفتگو
شروع ڪئي:-

راجا- جيڪي اٺ جهاز مليڇن جا ڌاڙيلن ڦريا هوا انهن جو مال متاع
ڪٿي آهي؟ اهي جهاز ڪٿي بيهاريا ويا آهن؟

سمباجي- ڇترپتي مهراج! مال متاع ته انهن ڦري لٽي پاڻ ۾ وراهي
هضم ڪري ڇڏيو، باقي جهاز ۽ قيدي انهن ڏيهن آڻي حاضر
ڪيائون. هي ڏنو پڇ ڪري ته متان ڳالهه ڦالي پوي ۽
سرڪاري اڙيءَ ۾ نه اچي وڃن ته ته جيڪر انهن کي به حاضر
ڪونه ڪن ها.

راجا- هنن جو هاٿي متو ڦري ويو آهي. ڪين انترو چڙواگه ڇڏن

نہ گھرجي.

سمباجي- سرگواسي مهاراجا جي سمي ۾ بہ هنن جو اهوئي حال هو. هيءُ هڪ وڏي قوم آهي ۽ هند، سنڌ ۾ چوطرف پکڙيل پئي آهي جيڪڏهن ساڻن سختي ڪبي تہ عام ڦرمار شروع ڪري ڏيندا ۽ وجھ وٺي ساهون ٽيڪ ڪان بہ نہ ڊرندا.

راجا- هن پيري تہ الهن شاهي جهاز ڦريا آهن ۽ آهي آهن بہ مسلمان جا ۽ مسلمان بہ وري اهڙا ڪين آهن جو هي سور پي ماٺ ڪري وهندا.

سمباجي- سون ڪي پاڻ اهو ڪنڪو رهي ٿو تہ هنن جي بيوقوفي ڪري خون خرابي ٿيندي ۽ نتيجو برو نڪرندو.

راجا- تڏهن چڱو ائين ٿيندو تہ قيدي ۽ جهاز موڪلائي موڪليا وڃن ۽ مسلمانن سان دوستي گهڻجي.

سمباجي- جيڪا حضور جن جي مرضي. مگر منهنجي خيال ۾ ائين ڪرڻ سان مسلمان هيڪاندي شينگ ٿي ويندا ۽ اسان ڪي ڪمزور سمجهي ڪنهن نہ ڪنهن وقت دپائيندا.

راجا- تہ بوءِ ڇا ڪجي؟

سمباجي- هنن ڌاڙيلن ڪي هر طرح راضي ڪري پاڻ سان ملايو اڇجي. اڳي جڏهن مسلمانن سان لڙائي ٿيندي هئي تہ هن ئي قوم جا پنجاه هزار نوجوان نڪري نروار ٿيا هوا ۽ مليڇن ڪي ماري ميدانو هٽائون. جيڪڏهن هن پيري مسلمانن سان جنگ ٿي تہ هن قوم مان اسانکي مدد ملي سگهندي.

راجا- هنن جون بيڪون ڪٿي آهن؟

سمباجي- سمنڊ جي پرسان جيڪي بہ ڳوٺ آهن انهن ۾ تورا گهڻا ماڻهو هنن جا ئي آهن. هنن جي هڪ وڏي پاڻاري هتان ٻن ڪوهن پنڌ تي آهي.

راڄا- انهن ۾ ڪو پريو مڙس به آهي.

سمباڄي- هتن جو هڪ مکي راڄگوپال آهي ۽ گهڻو ڪري سڀئي انجي چئي ۾ آهن.

راڄا- چڱو. سڀائي انهيءَ کي موزوت حاضر ڪجو.

سمباڄي- جيڪو حڪم.

راڄا- پلا اهي جهاز ڪٿي آهن؟

سمباڄي- جهاز شهر جي بندر تي بهاريا وبا آهن. اهي تمام وڏا ۽ شاندار آهن ۽ سرڪاري ڪم ڪار لاءِ ڏاڍا چڱا ٿيندا.

راڄا- چڱو اهي جهاز سمنڊ سان ڦيرائي درياءَ جي رستي اروڙ ڏي ڏياري موڪليندا.

سمباڄي- حاضر. اڪين سان.

راڄا- ڪالهه مندر ۾ جنهن ڇوڪريءَ اسانکي ناڪ ڏنو هو اها ڪير آهي؟

سمباڄي- هتي جي مندر جي مهنت جي ڌيءَ آهي. ڏرمي سکيا به چڱي ورائي اٿس ۽ رات ڏينهن پڙهڻ کي لڳي پئي آهي.

راڄا- پٽس کي اڃا متي مائٽي ڪانه آئي آهي ڇا؟

سمباڄي- نه. هتجي تو ته ڇوڪري برهمچريه آشرم جو پالن ڪري رهي آهي ۽ سندس دل دنيا جي سنسڪارن سان نٿي لڳي.

راڄا- ڇا هوءَ پنهنجي جواني ائين ويهي وڃائيندي؟

سمباڄي- اها پڳوان کي سڌ. ٿورا ڏينهن ٿيندا ته منجهس ڪنهن سائين لوڪ ( جن ) واسو اچي ڪيو آهي جنهنڪري سڀين لڱين نٿي گذاري.

راڄا- ههڙي سوڀيا استري راڄ محل جي لائق آهي!

ايتري ۾ متان هڪ سپاهي اچي سڌ ڏني ته اروڙ کان هڪ قاصد ضروري چلي ڪٿي آيو آهي ۽ چوي ٿو ته هينئر جو هينئر مهاراڄا

صاحب جن کي سڃاڻي وڃي. راجا انجي هڪدم حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو ۽ ڪاڳر اها چٺي وٺي پڙهڻ لڳو. جئن جئن چٺي وڌو پڙهندو تئن تئن سندس منهن جو رنگ وڌو ڦرندو ۽ ڪجهه دير تائين انهي ويچار ۾ پئجي آخر ڌيئي ڌيي ڪنڌ مٿي ڪڍي اها چٺي سمباجي کي ڏئي چيائين ته هڏاء ته هاڻي ڇا ڪجي؟

سمباجي- (اها چٺي پڙهي) حضور فڪر نه آهي. کوه کي ڪٿي ڪٿي نه شڪارين جا گهر ڳولي. رامل جي راجا جي ڇا مجال آهي جو حضور جنجي بهادر لشڪر جو مقابلو ڪري سگهي؟

راجا- اٿين برابر آهي. مگر هن ڪمبخت اسانجي غير حاضريءَ جو فائدو وٺي اوچتو بغاوت ڪئي آهي. وٽس جنگي هاٿي به آهن ۽ سوار ۽ پيدل لشڪر به گهڻو ئي اٿس. ڀراپور جي رستي ڪان چڙهائي ڪري علائقي راوڙ جي شهر روستا تي قبضو ڪري اروڙ جي طرف وڌي رهيو آهي.

سمباجي- هي اٺ جهاز لشڪر سان پري سڀائي هتان درياه جي رستي اروڙ ڏانهن روانا ڪجن ۽ باقي لشڪر ساڻ ڪري حضور جن ان جي پٺيان روانا ٿين. اميد ته رامل جو راجا حضور جن جي پٺيان اچڻ جو ٻڌي پاڻهين اچي پيش پوندو.

راجا- چڱو سڀائي صبح جو سوير اهي جهاز روانا ڪر ۽ هڪ چٺي امين محمد علافي کي لکي اچ جو اچ رواني ٿا ڪريون ته اهو پنهنجي قوم جي ماڻهن کي ساڻ ڪري هنن باغين کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ۽ پٺيان اسين پاڻ ٿا وڃون پوء اميد ته انکي گهيرو ڪري ڪيس سندس ڪئي جو مزو چکائبو.

سمباجي- محمد علافي هڪ ڌاري قوم جو ماڻهو آهي ان تي ڀروسو ڪرڻ نه گهرجي.

راجا- نه نه، هو بهادر آدمي آهي. انکي تازو اسان پناه ڏني سنڌ ۾

رهڻ جي موڪل ڏني آهي ۽ گهڻو ڪري وڃڻ وسوڻ هو
احسان فراموش نه ٿيندو.

**سمباجي-** هن جي قوم جا اهڙا ماڻهو آهن ڇا جو راڻي جي راجا
کي اڳتي وڌڻ کان روڪي سگهندو؟

**راجا-** راوڙ ۽ اروڙ جي وچ علائقي ۾ ان جي قوم جا ماڻهو رهن ٿا.
انهن ۾ جوان ۽ جنگ جا آزموده‌ڪار اگرچه ۵۰۰ کن آدمي
مس آهن مگر انهن مان هڪ هڪ ۵۰۰ جو مٽ آهي.

**سمباجي-** جيڪا حضور جن جي مرضي.

**راجا-** لشڪر جي رواني ڪرڻ جو بندوبست اڄ جو اڄ ٿي وڃڻ
گهرجي پرينهن اسان جو هتان ڪوچ آهي ۽ صبح سان ديوتائن
جو درشن ڪري سوڀاري ٿيڻ لاءِ پرارٿنا ڪري روانا ٿينداسين.

ان ڪانپوءِ راجا اروڙ مان آيل قاصد کان آتي جي معمولي خبرچار
وٺي ڪيس محمد علافي جي نالي چٺي ڏئي هڪدم روانو ڪيو ۽ پاڻ
سمباجي کان پنهنجي دلربا بابت هيٺين طرح پڇا ڳاڇا ڪرڻ شروع
ڪيائين.

**راجا-** انهيءَ سندر ديويءَ جو نالو ڇا آهي؟

**سمباجي-** سندري.

**راجا-** آها! ڪهڙو نه پيارو آهي! سچ پچ پاڻ جهڙي آهي سندري
(حسينه) تهڙو ئي اٿس نالو!

**سمباجي-** ساڪيات ( نس پس ) سورگي اپسرا (بهشتي حور) آهي.

**راجا-** پنهنجي ههڙي جواني تي به رحم نٿي ڪري. ڀلا پاڻ لاءِ اهڙو
سخت فيصلو ڇو ڪيو اٿس؟

**سمباجي -** هوءَ مها ودوان ديوي آهي. جهڙي تهڙي پنڊت جي
ساڻس پڄڻ جي جاءِ ڪانه آهي. رات ڏينهن ڌرم شاستر جاچڻ
ڪري سندس من گرهست آشرم ( شادي ) جي هنڌڻ ۾ ڦاسڻ

ڪي پسند نٿو ڪري.

راجا- جيڪڏهن راج محل ( شاهي محل ) ۾ داخل ٿئي نہ جيڪر ڪانئس اهي سڀ خيال ڇڏي وڃن.

سمباجي- آءٌ نٿو ڀانيان، هوءَ هن سنسار جي سکن کي تچ ڪري ٿي ليکي.

راجا- منهنجي مرضي آهي تہ اوهان پنڊت کي منهنجي شاديءَ جو پيغام ڏيو.

سمباجي- حضور جنجو حڪم سونکي برچشم آهي مگر پنڊت کي چڱيءَ طرح سڌ آهي تہ راج محل ۾ ہٺ رائي کان سواءِ ٻيون ڪيترڀون ٿي رائيون موجود آهن تنهن کان سواءِ حضور جن جي عمر ۴۵ ورهين کان مٿي آهي حضور جن جا راجڪمار ( شهزادا ) بہ ان ڇوڪريءَ کان وڏا آهن تنهنڪري نٿو ڀانيان تہ پنڊت اها ڳالهہ قبول ڪندو.

راجا- ہر توهان کي خبر آهي تہ مان هن سندر ديويءَ تي موهت ٿي پيو آهيان انجي راج محل ۾ اچڻ تي مون کان سڀ رائيون وسري ويندڀون.

سمباجي- برابر، ہر جيڪڏهن پنڊت بہ ڪٿي قبول ڪري تہ بہ اها ڇوڪري اصل ڪين قبول ڪندي. هنڪي تہ مورکو انهيءَ ڳالهہ کان نفرت آهي.

راجا- توهان پنڊت سان ڳالهہ ڇوريو ۽ شهر جي ڪنهن زال سائهوءَ کي سندر ۾ ڏياري موڪليو تہ وڃي ڇوڪريءَ کي رہجهائي.

سمباجي- چڱو جيڪا حضور جن جي مرضي، مگر هينئر تہ وقت تمام تنگ آهي حضور جن بہ پرينهن هتان آسهندا اميد تہ انکان

بوءِ آءُ ان لاءِ ڪوشش ڪندس.

راجا- پر توهان کي ياد رکڻ گهرجي ته مون لاءِ هڪ پل به ورهه ٿي گذرندو. جي اهو ڪم ته ٿيو ته پوءِ منهنجو الائي ڪهڙو حال ٿيندو سرگواسي مهاراجا صاحب بهادر جن جي زماني کان وٺي اسان جا پراڻا نمڪخوار آهيو. مان توهان کي پتا سمان ڪري ٿو سمجهان. اُميد ته اوهان ڪنهن به ڪري اهو ڪم پورو ڪندا.

سمباجي- حضور جن خاطري ڪن. آءٌ ننهن چوٽيءَ سوڌو زور لڳائيندس.

راجا- انهي ڪم ٿيڻ تي مان اوهان کي دل گهريو انعام ڏيندس ۽ هرطرح راضي ڪندس. چڱو هاڻي اوهين وڃي سڀائي لاءِ تياري ڪريو ۽ ضروري بندوبست ڪريو.

سمباجي راجا کي سلام ڪري ٻاهر نڪتو ۽ راجا پلنگ تي ليٽي پنهنجي بدقسمتي تي افسوس ڪرڻ لڳو. اجا اُن پنهنجي دلربا جو منهن به پوري طرح ڪين ڏٺو هو ته اوچتو مٿانس هيءَ مصيبت اچي ڪڙڪي، جنهن ڪري ڪيس لاچار هڪدم اوڏاهين روانو ٿيڻو پيو. جيئن تيئن ڪري هن آهي ۽. ڏينهن آني ڪاليا، ٻئي ڏينهن صبح جو مندر جي ديوتائن جي درشن جي بهاني سان ويو مگر درحقيقت جنهن درشن لاءِ ويو هو، اهو نصيب ڪونه ٿيس. سندري، جنهن جي آخري درشن لاءِ راجا حيران پريشان هو، آها خود ٻئي ڪنهن جي درشن لاءِ بيقرار هئي ۽ پنهنجي ساهيڙين سان پنهنجي گهر واري خاص ڪمري ۾ دوست جي ديدار لاءِ ڦارون وجهي رهي هئي. هن کي اها به خبر ڪانه هئي ته ديوتائن جي درشن جي بهاني سان خاص طرح سندس

درشن لاءِ ڪو ماڻهو ڪين انتظار جي اکين سان مندر ۾ گهولهي رهيو آهي. راجا هيڏانهن هوڏانهن لوٽا گهڻائي ڦيريا مگر پتو ندارد. آخر ديوتائن جو درشن ڪري پنڊت ڪان موڪلائي پنهنجي ڪمبختيءَ تي افسوس ڪندو هٿ مهٽيندو هي شعر پڙهندو اروڙ روانو ٿيو.

"اجا سڪ ڪين پوري ٿي ڏٺم جنهن ڪينڪي پورو
مگر افسوس بدبختيءَ وڇوڙو دلربا آهو."



# اسلامي تاريخ جو هڪ ورق

## ( ٨ )

دنيا جي آخري پيغمبر عليہ الصوات و السلام جي وفات کان لي ورهيہ پوءِ سنہ ١٥هہ (٦٢٩ع) خلافتِ فاروق جي زمانيءَ ۾ بحرين جي گورنر عثمان بن عاص ثقفي جهازن جو هڪ ٻيڙو واپار لاءِ سنڌ ڏانهن روانو ڪيو جو بمبئي جي ڪناري تي ٿاڻي شهر تائين پهچي پنهنجي ڪاميابيءَ جو سهرو سر تي ٻڌي موٽي آيو. عثمان ثقفيءَ جڏهن هيءَ خوشخبري خليفي جي حضور ۾ پهچائي تہ آنان هيءَ عتاب آميز جواب مليس تہ تو هيترن ٿورن ماڻهن کي ايڏي دور دراز ملڪ ڏي جهازن جي رستي موڪلي ۾ اهڙو ڪچو ڪم ڪيو آهي، جهڙو هڪ ماڪوڙيءَ کي ڪاٺيءَ تي وهاري ان کي سمنڊ ۾ اڇلائڻ. جيڪڏهن خدانخواستہ مسلمان ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسي وڃن ها تہ خدا جو قسم آنهن جو بدلو آئون توکان وٺان ها. عثمان ثقفي، خليفيجي اهڙي سخت حڪم هوندي بہ پنهنجي ارادي تي قائم رهيو ۽ پنهنجي هڪ ڀاءُ مغيره بن عاص کي ديول بندر ڏي روانو ڪيائين ۽ ٻئي ڀاءُ حڪم بن عاص کي گجرات ڏي. ديول بندر ۾ ان وقت چچ جي پاران سمباجي حڪومت ڪري رهيو هو ۽ چچ کي سنڌ ۾ راڄ ڪندي ٣٥ ورهيہ گذري چڪا هوا. مغيره بن عاص ديول بندر ۾ پهچندي ئي سفر آخرت اختيار ڪيو ۽ سندس ساٿي تجارت کي لڳي ويا. حڪم بن عاص گجرات ۾ وڃي ٻڙوچ جي شهر کي وسايو، جتان پنهنجي پٽ رشيد کي ڪجهہ جيترن ماڻهن سان لنڪا ڏانهن واپار لاءِ روانو ڪيائين. سنہ ٢٢هہ (٦٤٣ع) ۾ ايران فتح ٿيو ۽ اسلامي سلطنت جون حدون وڌي ڪرمان ۽ ڪرمان جي سرحد سان اچي مليون. سنہ ٢٣هہ (٦٤٤ع ۾ ڪرمان ۽ سيستان بہ اسلامي سلطنت ۾ داخل ٿي ويا.

مڪران جي راجا پنهنجي سرحدي اسلامي سلطنت سان دوستي رکڻ جي بدران دشمني جي روش اختيار ڪئي ۽ پنهنجي ڀرسان هندو سلطنت کي پاڻ سان ملائي اُن سان جنگ ڪرڻ جي تجويز ڪيائين. چنانچه سنڌ جي راجا کي لکي موڪليائين ته مسلمانن جي طاقت روز بروز وڌندي ٿي وڃي، جيڪڏهن هينئر ڪچي ۾ ئي انهيءَ سيلاب کي نه روڪبو ته پوءِ سائن مقابلو ڪرڻ مشڪل ٿي پوندو. سندن فوجون هينئر ٿڪبون لٿيون پيون آهن ۽ پنهنجي مرڪز کان به گهڻو دور نڪري آيون آهن ۽ کين جلد ڪا مدد پهچي ڪانه سگهندي تنهن ڪري صلاح آهي ته موقعو هٿان نه وڃائجي ۽ پاڻ ۾ ملي انهن جي قوت کي ناس ڪري ڇڏجي. هي صورت ۾ سنڌ جي سرحد مڪران جي سرحد سان مليل آهي جيڪڏهن مسلمانن مڪران فتح ڪري ورتو ته پوءِ انهن لاءِ سنڌ جو رستو صاف ٿي پوندو ۽ وجهه وٺي ڪنهن نه ڪنهن وقت سنڌ کي فتح ڪري اڳتي وڌندا ۽ سارو ديوتائن جو ديش دشمنن جي قبضي ۾ اچي ويندو. سنڌ جي راجا معاملي جي نزاڪت کي محسوس ڪري هڪ وڏو لشڪر مڪران جي راجا جي مدد لاءِ ڏياري موڪليو. مڪران جو راجا مڪراني ۽ سنڌي فوجون ساڻ ڪري وڏي ٺٺ ۽ ٺاٺ توران سان اڳتي وڌيو. مسلمانن جو لشڪر اگرچه ٿورو هو ۽ وٽن جنگي ساز و سامان به بلڪل مختصر هو، مگر انهن کي پاڻ ۾ هڪ بي خوف دل هئي ۽ سندن دماغ ۾ تازي فتوحات جو نشو پرپور هو. پاڻ کان ڏهوڻي طاقت کي نه خيال ۾ به نه آڻيندا هوا. انهن ميدان ۾ جانبازي ۽ بهادريءَ جو جوهر خوب ڏيکاريو نتيجو اهو ٿيو ته مڪران جو راجا سنڌي لشڪر جي سپهسالار سميت مارجي ويو ۽ سندس فوج وٺي ڀاڄ ڪاڍي مسلمانن مڪران ۾ داخل ٿي ان کي پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪيو ۽ اسلامي سلطنت جون حدون سنڌ جي سرحد سان ملي ويون.

سنہ ٢٥ھ (٦٤٦ع) ۾ ٽئين خليفي جي زماني ۾ هندستان جو هيو ڦالڪ ڪامل مسلمانن جي قبضي ۾ آيو، ان ڪانپوءِ چوٿين خليفي جي زماني ۾ سنہ ٣٨ هجري (٦٥٩ع) ۾ هاٿوڪي ڪيرٿـر جبل جـي پٺ وارو ڪوهستاني ملڪ قيقان جنهنجي سرحد سنڌ جي سرحد سان مليل هئي سو اسلامي سلطنت ۾ داخل ٿيو. غرض تہ حضور جنجي وفات ڪانپوءِ خلافت راشده جي زماني ۾ ٽيهن ورهين جي اندر اسلامي سلطنت جون حدون هندستان جي سرحد سان ملي ويون.

سنہ ٤١ھ (٦٦٢ع) ڪان اسلامي سلطنت جو نئون دؤر شروع ٿيو ۽ حڪومت جو بنياد دنيوي بادشاهن جـي نموني تي قائم ٿيو. امير معاويہ پنهنجي تخت نشيني جـي ٽئين سال سنڌ جي راجا ڪـي سندس اڳرائي جي سيڪت ڏيڻ لاءِ مهلب بن ابي صفره کي ڪابل جي رستي ۽ عبدالله ابن سوار کي قيقان جي رستي ۽ راشد بن عمر وجديدي کي مڪران ۽ ارما ٻيلي (لس ٻيلي) جـي رستي ڏانهن روانو ڪيو. مهلب بن ابي صفره ڪابل ۽ ملتان جـي وچ وارر علائقو فتح ڪندو قندابيل (قنڌار) تائين وڃي پهتو ۽ اتي جي راجا کي سرزنش ڪري پنهنجو مطيع بنائي خراج (ڏن) وصول ڪري موٽي آيـو. عبدالله بن سوار قيقان ۾ ٿـي ڪن باغي قبيلن سان لڙندي شهيد ٿـي ويو ۽ راشد بن عمرو چئن هزارن جـي لشڪر سان سنڌ جي سرحد تـي پهچي حملو ڪيو. سنڌ جي طرفان ميند قوم جـي پهاڙي ۽ بحري قزاقن جو پنجاه هزارن جـو هڪ زبردست لشڪر مقابلي لاءِ نڪتو. راشد بهادري جي جوش ۾ سواءِ اڳ پوءِ جاچڻ جي دشمن جون صفن جون صفون چٽ ڪندو اڳتي وڌيو، جتي دشمن ڪيس اڪيلو ڏسي گهيرو ڪري شهيد ڪيو ۽ فوج سپہ سالار جي غير حاضريءَ ۾ بي قاعدي جنگ ڪندي مارجي وئي. هن واقعي ڪان ٻہ ورهہ پوءِ مڪران جي گورنر سنان بن سلمہ سنڌ ڏي رخ رکيو ۽ ڪجھ جيترا شهر فتح ڪيا مگـر افسوس جو

آن ۾ راشد واري ساڳي غلطي ڪئي. هڪ ته فوج ٿوري، ٻيو هشيارن جي ڪمي، تيون مرڪز کان گهڻو دور نڪري ويو. تنهن ڪري نتيجو ساڳيو ئي نڪتو ۽ ٻڌا (ٻڌاپور) شهر وٽ مقابلو ڪندي مارجي ويو. ان کان پوءِ منذر بن جارود عبدي انهي مهم تي مقرر ٿيو. اهو ٻه شهرن تي شهر فتح ڪندو مانجهندن جي پرسان قصدار رکس شهر ٿائين وڃي پهتو مگر کيس موت کان مهلت نه ملي ۽ جو ڪم جتي هو سو تتي ئي رهجي ويو.

سنه ٦٠هه (٦٨٠ع) ۾ امير معاويه جي مرڻ کان پوءِ ان جو ناخلف پٽ يزيد تخت تي ويٺو. ان جي زماني ۾ ڪربلا جي دردناڪ حادثي کان سواءِ ڪجهه نه ٿيو. سنه ٦٤هه (٦٨٤ع) ۾ ان جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ معاويه تخت تي ويٺو، مگر اهو ٻه ٽون مهينن کان پوءِ مري ويو انجي مرڻ کان پوءِ سنه ٦٥هه (٦٨٥ع) ۾ حڪومت جي واڳ عبدالملڪ بن مروان جي هٿ ۾ آئي، انجي زماني ۾ سلطنت پوري طاقت حاصل ڪئي. پنهنجي زماني ۾ جو چوطرف شورش ۽ بدامني پيدا ٿي وئي هئي تنهن کي هن نهايت حڪمت ۽ طاقت سان دٻايو ۽ نئين سر حڪومت جو انتظام ڪيائين. حڪومت جي ڏهين سال آن حجاج بن يوسف ثقفي کي عراق جو والي مقرر ڪيو. آن وقت مشرق ۾ جيترا به ملڪ اسلامي سلطنت ۾ داخل هوا آنهن سڀني جو انتظام عراق جي والي جي سپرد هو ۽ جدا جدا پرڳڻن جا حاڪم به، عراق جي والي ۽ جي راءِ سان مقرر ٿيندا هوا. اڄڪلهه جي اصطلاح ۾ هيئن سمجهڻ گهرجي ته عراق جو والي گورنر جنرل هوندو هو، جنهن جي هٿ هيٺ جدا جدا پرڳڻن جا حاڪم گورنر جي حيثيت رکندا هوا ساڳيءَ طرح مغرب ۾ جيڪي اسلامي ملڪ هوندا هوا انهن جو گورنر جنرل مصر جو والي هوندو هو، جنهن جي هٿ هيٺ ساري آفريقه ۽ اسپين جا گورنر حڪومت ڪندا هوا. مشرقي اسلامي ملڪن جي ان وقت جيڪا سياسي حالت

هئي اُن جي تقاضا هئي تہ اُنهن تي ڪو لائق تجربيڪار آفيسر مقرر ڪيو وڃي، ان ۾ شڪ ڪونهي تہ حجاج بن يوسف ثقفي کي عراق جو گورنر جنرل مقرر ڪرڻ ۾ خليفي اعليٰ درجي جي سياستداني ۽ دوراندیشي جو ثبوت ڏنو. حجاج اگرچہ سخت گير ۽ جنگجو آدمي هو مگر اُن سان گڏ دوراندیش، معاملہ فهم، مستقل مزاج ۽ اعليٰ درجي جو مدبر بہ هو. اُن پنهنجي مقرري ۽ جي ٿورڙن ئي سال سنہ ٧٥ هہ (٦٩٥ع) ۾ سعيد بن اسلم ڪلابي ۽ کي مڪران جو گورنر مقرر ڪيو. سعيد جڏهن مڪران پهتو تہ اتي پهچندي شرط ولس هڪ عجيب قسم جو مقدمو پيش ٿيو. علافي خاندان جا ٥٠٠ آدمي جي واپار جي ارادي سان عمان مان لڏي اچي مڪران ۾ ويٺا هوا انهن مان هڪ شخص صفري بن لام الحمامي سان اتي جي هڪ غير مسلم ذمي ۽ (هندو) جو ڪنهن ڳالھ تان تڪرار ٿيو. هندوء نہ فقط ان کي گار گند ڪئي بلڪ مذهب اسلام جي متعلق بہ کهٽ وڌ ڳالهايائين جنهن تي ٻئي هڪ ٻئي کي هٿين پيا ۽ اچي لٺ لڳي. صفوي مذهبي توهين سهي نہ سگهيو ۽ جوش ۾ اچي ان کي ماري وڌائين جنهن ڪري پوء کيس گرفتار ڪري رجوع ڪيو ويو. سعيد ثابتي وٺڻ بعد فيصلو ڪيو تہ مقتول اگرچہ غير مسلم آهي مگر ذمي (رعيتي) آهي ۽ جزيہ ونڻ سبب ان جي جان ۽ مال جي حفاظت جو ذمو ڪنيل آهي. اسلامي قانون موجب ان جي جان ۽ مال مسلمان جي جان ۽ مال وانگر محفوظ آهي. صفوي انهي ڪري شرعي ڏوهہ ڪيو آهي ۽ ان کي جان ونڻ جي عيوض جان جي سزا ڏني وڃي ٿي. علافي خاندان کي اُميد هئي تہ ڏوهي ۽ سان مسلمان هئڻ ۽ خاص ڪري مذهبي توهين ٿيڻ سبب رعايت ٿيندي مگر اُن سندن اُميد جي برخلاف پورو پورو انصاف ڪيو ۽ ڏوهي ۽ کي قتل جي سزا ڏني جنهن ڪري ساري قبيلي جي سائس سخت دشمني ٿي پئي ۽ هڪ ڏينهن وجھہ وٺي دغا سان ان کي

قتل ڪري ڇڏيائون. عراق جي گورنر جنرل حجاج بن يوسف کي جڏهين هيءَ خبر پهتي تہ ڪيئن علافي خاندان جي انهيءَ بي انصافي تي سخت غصو آيو ۽ فسادين جي اڳواڻ سليمان علافي کي گرفتار ڪري مارائي سندس سسي سعيد جي وارثن کي ڏياري موڪليائين ۽ سعيد جي جاءِ تي مجاعہ بن سعر تميمي کي مڪران جو گورنر مقرر ڪيائين. مجاعہ مڪران ۾ پهچڻ شرط ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ضروري ڪاروائي ڪئي ۽ باغين کي پوري طاقت سان دٻايائين جنهنجو نتيجو هي نڪتو تہ انهن ۾ هيڪاري زياده ڪينو پيدا ٿيو ۽ ڪجهي طرح فساد جون تياريون ڪرڻ لڳا. مگر منجهن هڪ زبردست ۽ باقاعدہ حڪومت سان مقابلي ڪرڻ جي طاقت ڪانہ هئي انهي ڪري سنڌ ڏي ڀڄي وڃڻ جو خيال ڪري راتو رات ڪجهہ گهوڙن ۾ انهيءَ سپہ سالار عبدالرحمان بن اشعث کي قتل ڪري "محمد بن حارث علافي" جي سرڪردگي ۾ پنهنجي قبيلي جي آدمين سميت سنڌ ڏي ڀڄي ويا، جتي راجا ڏاهر کين پناه ڏني. سنہ ٨٥ ھ (٧٠٥ع) ۾ اهو واقعو ٿيو ۽ انهي وچ ۾ انيجو گورنر مجاعہ بہ گذاري ويو ۽ انجي جاءِ تي محمد بن هارون گورنر ٿيو ۽ کيس تاڪيد ڪيو ويو تہ باغين کي گرفتار ڪري دربار خلافت ۾ حاضر ڪري.

---

# لبيڪ! لبيڪ!

## ( ٩ )

سنہ ٨٦ھ (٧٠٦ع) جي شروعات آهي بصره جو شهر عراق جي تختگاهه ۽ اسلامي سلطنت جي مشرقي بندرگاهه هئڻ ڪري هڪ عظيم الشان شهر آهي. ايران، هندستان، مصر، روم ۽ شام سان واپار جي جي رستي گنڊيل هئڻ سبب رونق ۽ آباديءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. اگرچه عربستان جي سرحدي شهر هئڻ ڪري پنهنجي عربي آزادي جي عزت اڃا برقرار رکيو ٿي آهو وتر جو ڪيس اسلامي دنيا جي شهنشاهه جي قائم مقام يعني عراق جي والي جي رهڻ جي عزت نصيب ٿي انهي ڪري اهو ئي عيسائي مذهب جي انهن سڀني فرقن جي پوئلڳن واسطي هڪ پناهه جي جاءِ بنجي ويو جن تي رومي سلطنت ڪيٿولڪ فرقي جي حمايت ۾ نهايت سخت ظلم ڪندي هئي ڇاڪاڻ ته انوقت رومي سلطنت جو سرڪاري مذهب ڪيٿولڪ هو ۽ ٻين فرقن جي پوئلڳن کي ستائڻ مذهب جي وڏي ۾ وڏي خدمت ڪري ليکيو ويندو هو. انهي ڪري عيسائي مذهب جي ٽن فرقن ماني، آريوس ۽ نسطوريوس جا پوئلڳ وڏي تعداد ۾ لڏي اچي هتي ويٺا هوا. يهودين جو به هڪ وڏو حصو رومي سلطنت ۽ عام عيسائين جي ظلمن کان تنگ ٿي جدا جدا ملڪن مان لڏي اچي هن شهر ۾ آباد ٿيو هو ۽ ڪيترائي مجوسي به رومي سلطنت ۽ ساساني دولت جي روزمره جي لڙاين کان بيزار ٿي آرمينيا ۽ دياربڪر کي ڇڏي هتي اچي رهيا هوا. جدا جدا مذهبن جا ماڻهو هڪ ئي شهر ۾ امن امان سان زندگي گذارڻ سبب بحث مباحثہ ۾ خاص دلچسپي رکندا هوا ۽ سچي مذهب جي جانچ پڙتال ڪرڻ بعد ڪيترائي عيسائي، يهودي ۽ مجوسي روزانه مسلمان ٿيندا هوا ۽ شهر ۾ هڪ عجيب قسم جو ڇهڇٽو لڳو پيو

هوندو هو.

شهر جي اترئين پاسي درياه جي ڪناري تي فوجي ڇانوڻي هئي ۽ سپاهين کي مقـررُ ڏينهن پڳهار کانسواءِ قرآن شريف جي تعليم بابت الائونس ( وظيفا ) بـ ملندا هوا. جنهنڪري فوجي ڇانوڻي بـ هڪ خاصي درسگاه جي حيثيت رکندي هئي يورپ جو مشهور محقق مسٽر رابرٽ سن هـن باري ۾ لکي ٿو تہ "اهل اسلام جـي بهادر ۽ فتحمند فوجن خواه ملڪ شام کي فتح ڪيو خواه شمالي افريقہ تي علم توحيد بلند ڪيو يـا بحيره احمر ( ڳاڙهي سمنڊ ) کـي عبور ڪري بحيره اسود ۾ پير پاتو غرض تہ جتي بہ اهي ويون قرآن جي تعليم سان گڏ وئي جنهنڪري انهن ڪٿي بـ ظلم ۽ زبردستي نہ ڪئي ۽ ڪنهن بہ قوم کي انهن هـن ڪري ترار جي منهن ۾ ڪونہ ڏنو تہ اهـا اسلام قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندي هئي."

فوجي ڇانوڻيءَ جـي لڳـو لڳ عراق جـي واليءَ جـو محل هو جنهنجي عمارت انوقت جـي عمارتن جـي لحاظ سـان هڪ بينظير ۽ عاليشان عمارت هئي. انوقت عربن ۾ اُها پراڻي سادگي ڪانہ رهي هئي. جئن جئن اهـي وڌيا نـوان ملڪ فتح ڪندا تئن تئن انهـن ۾ عجمي بادشاهن وانگر ٺٺ ۽ شان شوڪت جو خيال بہ وڌيو ويندو ۽ انهن فن تعمير کي ايتري قـدر زور وٺايو جو ان وقت عـام ماڻهو بہ پـاڻ ۾ ملاقات ڪرڻ وقت عمارتن جو ئي ذڪر ڪندا هوا.

محل جي چوڌاري هڪ ڪوٽ هـو جنهنجا ڪنگرا هڪ عجيب نظارو پيش ڪندا هوا. محل پنهنجي عمارت جـي اندروني خوبصورتي ۽ نزاڪت کانسواءِ فرش فروش، گلمن غاليچن ۽ آرائشي سامان سان خوب سينگاريل هو. انجي اڳيان هڪ مختصر باغيچو هو جنهن ۾ گلن ڦلن کان سواءِ ڪجھ جيترا ميويدار وڻ بہ نهايت قرينہ سان پوکيل هوا غرض تـہ واليءَ عراق جـو محل رومي ۽ ايراني شاهي محلات سان

هرطرح ڪلهو هئي رهيو هو. باوجوديڪ انهي وقت مسلمان حڪمرانن ۾ گهڻيون ئليون عجمي رسمون اچي ويون هيون، مگر انصاف ۽ عدالت جي باري ۾ انهن عربي تهذيب ڪي ڪڏهن هٿان نه ڇڏيو. انهنجي محلات جا دروازا هرهڪ مظلوم ۽ داد خواه لاءِ هروقت کليل رهندا هوا ۽ ڪنهنکي به وقت جي اعليٰ کان اعليٰ حاڪم تائين رسائي حاصل ڪرڻ ۾ نه لڪ لاڪاپي جي ضرورت ٿيندي هئي ۽ نه وري دربان جي اجازت جي ئي محتاجي ڪيڏي پوندي هئي.

عراق جي والي حجاج بن يوسف ۾ ڪجھ انساني ڪمزوريون ۽ عيب ضرور هوا مگر ان جي هيءَ خوبي ڪڏهن نظرانداز ڪري نٿي سگهجي ته انکي قرآن شريف سان هڪ خاص شغف هو ۽ ڪيس حڪومت جي ڪاروبار کان جيڪو وقت بچندو هو اهو قرآن شريف جي تلاوت ۾ صرف ڪندو هو. انهي وقت تائين قرآن شريف نقطن ۽ اعرابن کان خالي هو ۽ عربن کي ان جي پڙهڻ ۾ ڪابه دقت محسوس نه ٿيندي هئي ڇاڪاڻ ته عربي انهنجي مادري زبان هئي. ليڪن جڏهن ٻيون قومون جوق در جوق اسلام ۾ داخل ٿيڻ لڳيون ته انهن کي عربي زبان کان غير واقف هئڻ سبب قرآن شريف جي پڙهڻ ۾ سخت تڪليف ٿيندي هئي انهيڪري حجاج بن يوسف اها تڪليف محسوس ڪري قرآن شريف کي نقطا ۽ اعرابون ڏياري ان جا ڪيترائي نسخا نقل ڪرائي جدا جدا ملڪن ڏانهن روانا ڪيا. بصره ۾ صرف ونحو جي تيار ڪرڻ لاءِ ڪيترائي عالم مقرر ڪيائين انکي قرآن شريف سان ايتري قدر محبت هئي جو جڏهن ان وفات ڪئي ته انجي قبضي سان سواءِ چند هٿيارن ۽ هڪ قرآن شريف جي ٻيو ڪجھ نه نڪتو انجو معمول هوندو هو ته فجر جي نماز کانپوءِ پهر ڏينهن تائين قرآن شريف جي تلاوت ۾ مصروف رهندو هو. ان کانپوءِ باقاعده دربار ٿيندي هئي جنهن ۾ وڏا وڏا عالم، فقيه ۽ امير آمراءِ حاضر ٿيندا هوا

۽ حڪومت جو ڪاروبار هلائبو ويندو هو.

هڪ ڏينهن دستور موجب دربار لڳي ٿي آهي، امير امراءَ ۽ وڏا وڏا عالم ۽ فقيه اچي ڪٺا ٿيا آهن ۽ علم صرف ونحو جي تدوين جي متعلق گفتگو ٿي رهي آهي ته ايتري ۾ پري کان هڪ نوجوان ڇوڪرو ايندو نظر آيو. جنهنجي منهن مان بيڪسيءَ ۽ مظلوميءَ جا آثار ظاهر هوا ۽ سندس عجمي نموني جي پوشاڪ سان گڏ ان جي مٿي تي رومال جي مٿان عربي نموني جي ننڍڙي پڳڙي مان ائين ٿي معلوم ٿيو ته ڪو عرب سوداگر آهي جو عجمي ملڪن ڏي واپار لاءِ ويل هو ۽ اتان ٿي موٽيو آهي. جڏهن دربار واري جڳهه جي دروازي جي قريب اچي پهتو ته سڀئي ماڻهو تنهن احوال معلوم ڪرڻ جي شوق ۾ ان ڏانهن انتظار ۽ اشتياق سان نهارڻ لڳا ان دروازي ۾ داخل ٿيڻ شرط ساري دربار تي سرسري نظر وجهندي چيو ته:-

"السلام عليڪم"

آواز- وعليڪم السلام.

حجاج- ( نوجوان ڏانهن غور سان نهاري ) ٿوري دير ٿائين آرام ڪريو. هتان فارغ ٿيڻ بعد اوهان کان حال احوال ٿو وٺان.

نوجوان- مسلمانن جا يتيم ۽ معصوم نياڻيون ڪافرن جي قيد ۾ هجن ۽ آءٌ هت شاهي محلات ۾ آرام سان وهان.

حجاج- ( خاص طرح متوجه ٿي ) هان! ڇاٿو چوين. مسلمان ۽ ڪافرن جو قيد!

نوجوان- هائو. مسلمان ۽ ڪافرن جو قيد.

حجاج- ( حيرت ۾ پئجي ) توکي غلط خبر ته نه ملي آهي؟

نوجوان- غلط خبر!! ٻنگلن ۾ رهڻ وارن کي ڪهڙي خبر ته مسلمانن تي ڇا پيو وهي واپري!

حجاج- ڇا توکي ان بابت ذاتي خبر آهي؟

**نوجوان-** آءٌ خود انهن بدنصيب مسلمانن مان آهيان جڪي پنهنجي پياري وطـن ڏانهن موٽندي بيگناه قربا ويـا ۽ انهن کـي غلام بنايو ويو.

**حجاج-** ( غصي ۾ اچي جوش وچان ) ڇا غلامن کي آزادي بخشڻ وارن کي غلام بنايو ويو؟

**نوجوان-** هائو انهن کي.

**حجاج-** جلدي، جلدي ٻڌاء ته اصلي واقعو ڪهڙو آهي؟

**نوجوان-** منهنجي ڏاڏي حڪم بن عاص کي سندس وڏي ڀاءُ عثمان بن عاص (جو گورنر هو) بحري رستي سنڌ ڏانهن تجارت لاء روانو ڪيو هو گجرات جي ٻڙوچ شهر ۾ پهچي ڪجهه وقت اتي ٿي رهي پيو. اتي کيس معلوم ٿيو ته سلون ۾ واپار لاء چڱو موقعو آهي. هندستان جـا ماڻهو سمنڊ ڪان پار وڃڻ کـي پنهنجي ڌرم موجب پاپ ٿا سمجهن انهي ڪري کيس انهي ملڪ جي دريافت ڪـرڻ ۽ اسـلام جـي تبليـغ ڪرڻ ۽ تجارت کـي وڌائـڻ جو هيڪاري زياده شوق پيدا ٿيو ۽ ڪجھ جيترن ماڻهن سان گڏ منهنجي پيءُ کي اوڏاهين روانـو ڪيائين. اتي پهچڻ تـي راجا ساڻن چڱـو سلوڪ ڪيو ۽ تبليغ ۽ اشاعت خـواه تجارت لاء ميدان صاف ڏسي ڪجھ وقت تائين اتـي رهڻ جـو فيصلو ڪري گهر ٻـار ڪري ويهي رهيا. سندن صحبت ۾ ڪيترائـي هندو اسلام ۾ داخل ٿيا واپار ۾ به چڱو پيسو ڪمايائون. انهيءَ وچ ۾ منهنجو پيءُ گذاري ويـو ۽ ٻيا وڏا به هڪ ٻئـي پٺيان آهستي آهستي خاڪ هند جي سپرد ٿي ويا. باقي وڃي رهيا يتيم ٻار ۽ بيوه زالون. خوش نصيبيءَ سان انوقت انهيجي راجا کـي خليفي سان دوستي پيدا ڪرڻ جـو خيال ٿيو اسانکي نهايت عزت سان خليفي لاء قيمتي سوغاتون ۽ تحفا سوکڙيون ڏئي آٺن جهازن ۾

سوار ڪري روانو ڪيائين. اهين عربي خاندان جا ڪل ٢٥ ماڻهو هواسين. جن ۾ آٺ زالون ۽ ٻارهن ٻار ۽ پنج مرد هوا ۽ ٻيا پنج مرد نو مسلم شيخ هوا جي حج جي ارادي سان اسان سان گڏيل آيل هوا جن ۾ هڪ نو مسلم انهيءَ راجا جي ٻاران سفير ٿي آيل هو. اسانجا جهاز هيتري ساري مسافري طيء ڪري جڏهن ديبول بندر جي قريب پهتا ته اوچتو اچي طوفان لڳو ميربحرن واءُ اٿائو ڏسي فيصلو ڪيو ته سمنڊ جي ڪنڌي وٺي هلي رات ديبول بندر ۾ گذارجي ۽ ٻي ڏينهن صبح جو اڳتي روانو ٿجي. جهاز جڏهن ديبول بندر وٽ پهتا ته اوچتوئي شهر جي پسگردائي ۾ رهندڙ ڌاڙيل جن شايد اسانجي جهازن ڪسي پري کان ڏسي ورتو هو سي لڏين ۽ ترارين سان اسانجي مٿان ڪڙڪيا ۽ جهازن جي ڦرڻ لٽڻ ڪي لڳي ويا. اسين تمام ٿورا ماڻهو هواسين ۽ هو گهڻا. مقابلو ڪرڻ مناسب نظر نه آيو. مون اڳتي وڌي هڪ کي سمجهايو مگر هڏائين به ڪين. آخر مون ڪيس اڻين به چيو ته هي خليفي جا جهاز آهن ۽ انهن کي ڦرڻ جو نتيجو چڱو نه نڪرندو. تنهن تي بي پرواهيءَ سان مونکي چيائين "هجي کو اوهانجو واهرو ته سڏيوس" منهنجي پرسان منهنجي ننڍڙي پٽ بيٺي هئي ان کان بي اختيار زبان مان هي لفظ نڪري ويا ته "اغثني يا حجاج" ( حجاج! او حجاج!! اچ ۽ اچي اسانجي واهر ڪر. )

حجاج جو هن ساري واقعي کي نهايت غور سان ٻڌي رهيو هو، انجي ڪن تي جڏهن اهي لفظ پهتا ته هڪ مسلمان ڇوڪري واهر لاءِ پڪاري رهي آهي ته ان جي دل تي اهڙو عجيب اثر ٿيو جو بي اختيار جوش ۾ ٿيو ڏني اٿي کڙو ٿيو ۽ بار بار زور سان چوڻ لڳو.

لبيڪ! لبيڪ! لبيڪ!

حاضر! حاضر!! حاضر!!! جاڻ ته آبس.

هن وقت دربار ۾ جيڪي به ماڻهو ويٺا هوا اهي به سڀ اٿي بيٺا ۽ جوش وچان زور زور سان ساڳيا لفظ چوندا رهيا. اوچتوئي اوچتو هڙڙي قسم جو دل دهلائڻ جهڙو غوغاءُ جڏهن فوج ۾ پهتو ته هرهڪ سپاهي به هشيار پنوهار لڳائي تيار ٿـي بيٺو. ڄڻ تـه اوچتو ڪو غنيم چڙهي آيو آهـي ۽ ان سان مقابلي ڪرڻ لاءِ فوج کي هڪدم ہاڻ سنڀالڻ لاءِ ضرورت پيش آئي آهـي. ٿوري دير تائين دربار جـي هيءَ حالت رهي تنهن ڪانپوءِ حجاج اڳتي وڌي بيلي بيٺي انهي نوجوان کان پڇيو ته وڌيڪ ڇا ٿيو؟

**نوجوان-** ڌاڙيل جهازن جو سمورو مال متاع لٽي ڇڏين، ٻارن ۽ مردن کي گرفتار ڪري شهر جي ڏاکڻي پاسي جهنگ جي طرف هلڻ لڳا. اتي سڄ لهي چڪو هـو ۽ چڱي ڪهاڻي منهن اونداهي ٿي وئي هئي. مون خيال ڪيو تـه اسين سڀ قيد ٿي وياسين ته پوءِ دربار خلافت تائين خبر پهچائڻ وارو به ڪونه رهندو. انهي ڪري وجهه وٺـي آءٌ هڪ ٻوڙي ۾ لڪي ويس. ڌاڙيـل اوچتو هڙڙي قسم جي شڪار مان جـي خوشيءَ ۾ مست ۽ بي پرواه ٿيو پيا هليا ۽ انهن کـي خبر ڪانه رهي تـه ڪو هڪ ڇٽو سندن دام مان پاڻ ڇڏائي وٺي ڀڳـو آهي. آءٌ جان بچائي راتو رات شهر کان گهڻو پري نڪري هڪڙي وڻ هيٺان ليٽي پيس. پي ڏينهن مڪران جو رستو پڇائيندو منزلون ڪندو سرحد جي قريب اچي پهتس ته اوچتو دشمن جي هڪ ٽولي هٿان گرفتار ٿيس. مون کي رستي تي معلوم ٿي چڪو هو تـه محمد بن حارث علافي باغي ٿي سنڌ ۾ پنهنجي قبيلي سميت لڏي آيـو آهي جنهن کي سنڌ جي راجا پناه ڏني آهي مون وجهه وٺي دشمن کي چيو تـه آءٌ محمد علافي جـي قبيلي جـو ماڻهو آهيان ۽ اسان کي سنڌ جي

راجا جي طرفان پناھ مليل آھي جنھن تي انھن مون کي ڇڏي ڏنو. ان ڪاڻ پيرين پيادو ڪھندو ڪشٽ ڪشالا سھندو اچي مڪران ۾ پھتس. اتان ھڪ مسلمان ڪان گھوڙو مليو ويس جنھن کي ڪٽيندو سٽيندو منزلون ماريندو آخر اچي ھتي پھتس.

**حجاج-** قيدين جو ڪھڙو حال ٿيو؟

**نوجوان-** مون کي وڌيڪ خبر ته ڪانه آھي باقي ھڪ ڌاڙيل کان جھازن جي ڦرڻ لٽڻ وقت گفتگو مان معلوم ٿيو ته قيدي ۽ جھاز راجا جا ۽ مال ڌاڙيلن جو.

**حجاج-** ڇا راجا جو انھي ۾ ھٿ آھي؟

**نوجوان-** انھي جو ھٿ نه ھجي ته پوء جيڪر ڌاڙيلن کي طاقت نٿي ته ڏينھن ڏٺي جو شھر جي بندر تي شاھي جھاز ڦرين.

**حجاج-** ( اھل دربار کي مخاطب ٿي ) ھاڻي اوھان جي راء ڇا آھي؟

**عبدالله بن نبھان-** فوراً سنڌ تي فوج ڪشي ڪئي وڃي.

**بديل بن طھفہ-** رسول خدا جي ھڪ صحابي جي اولاد ۽ ثقفي خاندان جي ميمبرن کي ڪافرن جي جيل مان رھائي ڏيارڻ ۾ دير ھرگز ٿيڻ نه گھرجي.

**حجاج-** ( ذرا چونڪي ) اوھو! ھڪ اصحابي جو اولاد ۽ خود منھنجي ثقفي خاندان جا ماڻھو ڪافرن جي قيد ۾. افسوس مون کان ھن دردناڪ قصي جي ٻڌڻ ۾ ھي خيال نٿي لھي ويو ته مون وٽ فريادي ڪير آھي؟

ائين چئي انھي نوجوان کي پاڪر پائي دلداري ڏئي مٿي تي ھٿ ڦيري ڪانئس پڇيائين ته پٽ! تنھنجو نالو ڇا آھي؟

**نوجوان-** ھن بدبخت جو نالو آھي سعيد.

**حجاج-** ٻچا! ڇو ٿو گھبرائين؟ تون سچ پچ سعيد ( نيڪ بخت ) آھين. انھيء واقعي ۾ ٻي ڪا حڪمت آھي. خدا تعاليٰ ڪندو

تہ سنڌ جي فتح جو سبب تون ئي ٿيندين.
**نوجوان-** ( ڪنڌ هيٺ ڪري ) ٺل خدا ائين ڪري!
**حجاج-** ( اهل دربار کي مخاطب ٿي ) خليفي کــي هن حادثي جــي ضرور خبر ڏيڻ گهرجي. ان جــي منظوريءَ کان سواءِ هڪدم هيڏي دور دراز ملڪ تي فوج ڪشي مناسب نظر نٿي اچي.
**عبدالله-** لشڪر هڪدم روانــو ڪجي ۽ ان سان گــڏ خليفي جي خدمت ۾ درخواست ڪئي وڃي تہ حالات جي نازڪ هئڻ ڪري باميد منظوري جي لشڪر روانو ڪيو ويو.
**بديل-** بهتر ٿيندو تہ محمد بن هارون گورنر مڪران کي حڪم ڏنو وڃي تہ اهو لشڪر تيار رکي ۽ انهي وچ ۾ خليفي جي منظوري گهرائي ھــوءِ هتان لشڪر روانو ڪجي تــہ ٻوءِ ٻئــي لشڪر گڏجي سنڌ جي سرحد تي حملو ڪن.
**سعيد-** منهنجي پاڻ اها مرضي آهي.
**حجاج-** مون کي بديل جي راءِ وڌيڪ صائب ۽ موزون ٿي نظر اچي منهنجي صلاح آهي تہ بديل منهنجو خط حضور ۾ کڻي وڃي ۽ روبرو ساري حقيقت ٻڌائي منظوري وٺــي اچي. ڪئن اوهسان سڀني کي اها ڳالهہ پسند آهي؟
**متفق آواز-** بهتر.

حجاج فــوراً پنهنجي محرو خاص ( پرائيويٽ سيڪريٽري ) کي گهرائــي هڪ خط مڪران جــي گورنر کي لشڪر تيــار ڪرڻ ۽ ضروري جنگي سامان موجود ڪرڻ بابت لکائي سيل مهر هڪ گهوڙي سوار جي هٿان روانــو ڪيو ۽ ساڳئي وقت ٻيو خط هن مضمون جو خليفي جي حضور ۾ موڪلي درخواست ڪيائين تہ مون کي سنڌ تي مستقل فوج ڪشي جي اجازت ڏني وڃي ۽ آءٌ وعدو ڪــو ڪريان تہ سنڌ جي فتح تي خزاني سان جيترا پيسا خرچ ڪيا ويندا ان کان ٻٽا

شاهي خزاني ۾ داخل ڪري ڏيندس“ مگر خليفي وٽان جواب آيو ته ”سواءِ پوري تياريءَ جي اهڙي دور دراز ملڪ تي حملو ڪري مسلمانن جي جانين کي خطري ۾ وجهڻ عقلمندي نه آهي. دوراند يشي جي تقاضا آهي ته پهريائين سنڌ جي راجا کي دوستانه لکيو وڃي ته قيدي ۽ جهاز مال متاع سميت نهايت عزت سان ڏياري موڪلي جيڪڏهن سواءِ خونريزي جي مقصد حاصل ٿيو ته بهتر نه ته پوءِ لاچار حملي لاءِ اجازت ڏني ويندي. تيستائين اوهان فوج ۽ انجو سارو سامان ڪٺو ڪري جنگ جي پوري تياري ڪريو.

راجا جي نالي هڪ خط هن سان گڏ موڪلجي ٿو جو ڪنهن هوشيار ۽ لائق آفيسر هٿان ڏياري موڪليندا.“

# خط جو مضمون هي هو

”خدا جي بنده ۽ مسلمانن جي خليفي عبدالملڪ جي طرفان اسلامي سلطنت جي سرحدي پاڙيسري دوست مهاراجا ڏاهر سنڌ جي راجا ڏانهن.

مراسم دوستانه کان پوءِ واضح هجي ته سڀ کان اول سنڌ جي طرفان اسلامي سلطنت جي برخلاف مڪران جي راجا کي مدد ڪئي وئي تنهن کان پوءِ خلافت جي باغين کي سنڌ ۾ پناه ڏني وئي. هينئر تازو آٿ جهاز مسلمانن جا ديول بندر وٽ ڦريا ويا ۽ بيگناه عورتن، ٻارن ۽ مردن کي گرفتار ڪري قيد ڪيو ويو آهي. انهن بيگناه قيدين ۾ ڪي حاجي به آهن جنکي مذهبي فريضه حج کان روڪيو ويو آهي. اهي سڀ ڳالهيون سرحدي پاڙيسري سلطنت جي دستور ۽ شان کان بعيد آهن. اسان جي مرضي نه آهي ته خواه مخواه خونريزي ٿئي تنهنڪري بهتر ٿيندو ته دوستيءَ جو خيال ڪري قيدين کي هڪدم آزاد ڪري جهازن ۽ مال متاع سميت عزت سان ڏياري موڪليندا.“

حجاج اهو خط کڻي وڃڻ لاءِ عبدالله کي منتخب ڪيو ۽ انجي حفاظت لاءِ پنجاه نوجوان چونڊيل سپاهي مقرر ڪيائين. سعيد کي پنهنجي پياري پٽ ۽ ٻين عزيزن جي جدائيءَ ۾ هڪ گهڙي به ورهه ٿي ٿي گذري ۽ انهن جي مصيبت جي خيال ڪيس پريشان ۽ بيقرار ڪري ڇڏيو هو ان ۾ عبدالله سان گڏ وڃڻ لاءِ درخواست ڪئي. پهرين ته ان انڪار ڪيو مگر ان جي زور رکڻ ڪري لاچار ڪيس اجازت ڏنائين ۽ عبدالله کي تاڪيد ڪيائين ته انجي هرطرح حفاظت ۽ خدمت ڪري. عبدالله اهو خط کڻي سعيد کي ساڻ ڪري پنجاه گهوڙي سوارن سميت سنڌ ڏانهن روانو ٿيو.



# شاديءَ جي ڇيڙڇاڙ
## ( ١٠ )

ساوڻ جو مهينو آهي. برسات جا ڏينهن آهن. آسمان ڪڪرن سان ڇانيو پيو هو. سنهيون سنهيون ڪڻيون پيون پون. چوطرف مينگهه ملهار لڳي پئي آهي. مٺي مٺي دل وندڻ هوا پئي لڳي. سندري مندر جي اولاهين دروازي جي پرسان ڦٽل گدام جي لڳو لڳ ڪرسيءَ جي ڏينهن لاءِ خاص ٺهرايل مڪان جي ماڙيءَ ۾ ويٺي آهي. مندر اڳيان هڪ مٿاهين ٽڪري تي ٺهيل هو ويتر انجي اتاهين ماڙي ڄڻ آسمان سان ڳالهيون پئي ڪيون. ماڙيءَ کي چوطرف دريون هيون. ڏکڻ ۽ اولهه پاسي سمنڊ جو عجيب نظارو آهي ته اوير پاسي ڪوهن ۾ ماڙيءَ جي وٿراهه ۽ ساوڪ نظر اچي رهي آهي. اتر پاسي سڄو شهر ۽ انجو ڇهڇٽو اکين اڳيان آهي. مينهن تازو وسي بس ٿيو هو. اجا ڪڪر نيلي آسمان تي ڊوڙي رهيا هوا ڄڻ ته وري وسڻ لاءِ سمنڊ ڏي پاڻي پيڻ ٿي ويا ۽ سکهوٺي اچڻ سان بدلجي ڪارا ٿي موٽيا هوا. هي قدرتي نظارو ڏسي اهو ڪهڙو نياڳو انسان هوندو جنهنجي دل خوش نه ٿيندي؟ ڪٿي انکي ڪيتريون ئي ڳڻتيون هجن ته به هڪ واري ٿوري دير تائين ڪانئس ضرور وسري وينديون مگر عشق جو سور دنيا جي سورن کان نرالو آهي ڇو ته اهو ناسور آهي جنهنجي جيتري قدر مرهم پٽي ڪجي اوتري قدر اندر ئي اندر ور ڪندو وڃي. سندري جنهنکي پنهنجي من موهن جي منهن ڏسڻ لاءِ مينهن پاڻين جيڏا آسرا هوا تنهنجي دل تي هن قدرتي نظاري به الٽو اثر ڪيو. ڪڏهن سمنڊ جي پاسي دريءَ کان منهن ڪيدي آنجي لهرن سان پنهنجي اندر جي آڏمن جو مقابلو ٿي ڪيائين ته ڪڏهن وري ان ساوڪ پرٿي ميدان ۾ گلڪاري تي نظر ڪري پنهنجي دلدار کي ڳولي رهي آهي. مرغزار

جي فضا، صحرا جي وسعت، ننڍين ٻهاڙين جون چوٽيون، جانورن جو آزاديءَ سان ساوڪ ڀرڻ-ي ميدان ۾ گهمڻ ڦرڻ ۽ رڍ-ل ڇيل چرڻ، پکين جو خوشيءَ وچان جدا جدا وڻن ج-ي سبز شاخن تي وهڻ لهڻ، نچڻ ۽ لاتيون لنوڻ، اهي سڀ اهڙ-يون ڪيفيتون هيون جن سندريءَ جي دل ڪ-ي بيتاب ۽ ازخود رفته بنائي ڇڏي-و. سندري ڪجھ وقت تائين خاموشيءَ سان اهو روح پرور نظارو ڏسندي رهي ۽ آخر سرد آه ڀري بي اختيار چوڻ لڳي- ”اي جانورو! اي پرندو! توهان ڪهڙي نه مزي ۾ آهيو! آه! مونک-ي توهانجي ه-ن آزاديءَ تي حسد ٿ-و اچي. ڪوئل ظالم! تون پاڻ ته بي‌چين آهين پر مونکي به پنهنجي درد ڀرئي آواز سان بي چين ڪري ڇڏيو اٿئي. هي گل ڦل، آه! ڪيڏا نه ٽڙيا ڪڙيا آهن مگر افسوس! منهنجي دل ج-و گل ڪومائجي رهيو آهي. هاء! ڇا چوان ت-ه منهنجي دل ۾ ڪهڙا ڪهڙا خيال اچي رهيا آهن. نه ن-ه انهنکي هرگز زبان ت-ي اچڻ ڪين ڏيندس. هاء! ه-اء! ڪٿ ڪريان؟ ڪاڏي وڃ-ان؟ ڪو حال پائ-ي ڪونهي!“ سندري انه-ن خيالن ۾ محو ۽ بيخود هئي ۽ کيس اها به خبر ڪانه رهي هئي ته ڪو ٻيو ماڻهو سندس اهي سودائي خيال ٻڌي رهيو آه-ي. اوچتو ٺي اوچتو جڏهن ڪن ت-ي هيءَ پڙاڏو پيس ت-ه ”پياري سندري! ڇ-و؟ هنوقت ڪهڙي خيال توکي هيتري قدر وياڪل (پريشان) ڪيو آهي، تڏهن ڇرڪ ڀري سندريءَ منهن ورايو. ڇ-ا ڏسي ت-ه گنگا ۽ جمنا جي ماءُ ”راڻي“ جنهن کيس نپيو ڪري نپايو هو سندس ڀر ۾ بيٺي آهي. هڪدم پاڻ سنڀالي کيس چيائين ته ماتا! پلي آئينءَ جي آئينءَ اڄ منهنجا وڏا ڀاڳ ڇٽبا جو گهڻن ڏينهن کان پوءِ منهنجي سار لڌي اٿئي.

راڻا- ٻچڙي! واندڪائي ڪان-ه هيم. اڄ تنهنجي اڪير ڪٺ-ي ڏن-و. جنهنڪري پيون سڀ ٻن ڏئي هلي آيس.

سندري- وڏا ڀورا تنهنجا! چڱ-و هاڻي ٻڌي ويهه. گنگا ۽ جمنا هينئر

هتي وٺيون هيون. الائي ڪاڏي هليون ويون؟
راڌا- هيٺ ورانڊي ۾ سڀئي پيون آهن ۽ ننڊ اٿن.
سندري- پيو ته سڀ سک آهي؟
راڌا- سڀ سک آهي. پرماتما جي ڪرپا آهي وقت چڱو پيو گذري.
تون ته خوش آهين؟ اداس ڇو ٿي ڏسڻ ۾ اچين؟ ڪهڙي ڳالهه توکي پريشان ڪيو آهي؟
سندري- نه ماتا! مان پريشان ڪانه آهيان. سامهون ساوڪ پيري ميدان ۾ پکين ۽ جانورن کي آزاد گهمندو ڦرندو ڏسي.
راڌا- تون به ته آزاد آهين. توکي ڪير ٿو روڪي؟ مهراج کي ڏٺي، سڳوري سڀ ڪجهه ڏنو آهي. تنهنجو انگل آرو نٿو ڪٿي ڇا؟
سندري- ماتا! مان ته ڪا شڪايت ڪانه ٿي ڪريان. مان ته فقط هتن ٿي چوان ته هي جانور ۽ پکي ڪهڙي نه موج ۾ آهن ڪين نه ڏک آهي نه ڳڻتي. آزاديءَ ۽ بي فڪريءَ سان وتن گهمندا گهتندا. انسان کي ڪٿي ڪيترا به سک هجن پر انهن جهڙي آزادي ڪيس ڪٿي نصيب آهي؟
راڌا- هائو! هائو! هاڻي مان سمجهي ويس. بيشڪ سندري! تنهنجي دل گهبرائيندي هوندي. اڄ منگل جو ڏينهن آهي. سٺائو وار آهي. مهراج کي آئي اڄ جو اڄ ٿي چوان ته سندريءَ جي هينئر شادي ٿيڻ گهرجي. تنهنجي لکڻ پڙهڻ جي شوق ڪري ڏسي هيتري دير ٿي آهي. نه ته هن ڪان اڳ تون ور سهاڳڻ هجين ها.
سندري- هي لفظ ٻڌي شرم وچان ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو ۽ ٿوري دير تائين بلڪل چپ ٿي وئي.
راڌا- ڌيءَ مان ڄاڻان ٿي ته ڪنواري ڇوڪريءَ لاءِ هيءَ شرم جي ڳالهه آهي ۽ اها وات سان ڪجهه به نه چوندي. اهو خيال مائٽن کي ئي ڪرڻو آهي. وڏهر ڌيءَ گهر ۾ وهارڻ ڌرمشاستر

جي برخلاف آهي. مهراج کي مان اڄ ٿي ٿــي ڪڙو ڪرڻان ته
جيترو جلد ٿي سگهي اوترو جلد تنهنجي شادي ڪري.

**سندري**- ( شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري جهيڻي آواز ۾ ) ماتا! تو
منهنجي ڳالهه ٿي ڪين سمجهي تون ته اٿلو مون کي ڦاسائڻ ٿي
گهرين. آءٌ ته پکين ۽ جانورن جــي آزادي ڏسي حيران آهيان.
انسان وچاري کي پرماتما عقل ڏني انجي عيوض ڪيس ڪهڙن
ڦندڻن ۾ ڪٿي ڦاسايو آهي!

**راڌا**- ھڙي ڏيءَ. ڏاهي ٿيءُ. هوش ڪر. چئين ڇا ٿي؟ شادي ڪرڻ
آهي ڦاسڻ؟

**سندري**- ڦاسڻ نه ته ٻيو ڇا؟ .تنهنجو وات نــه ڪولاءِ. مونکي شادي
ٻادي ڪانڪا کپي.

**راڌا**- ڪنواري ڇوڪري مٿينءَ دل ســان ائين نــه چوندي تــه ٻيو
ڇا چوندي؟

**سندري**- مٿينءَ دل سان نه ٻــر آءٌ سچي دل سان ٿــي چوان. مون
جيڪو پرڻ ڪيو آهي اهو ڪڏهن ڪين ٽوڙيندس.

**راڌا**- ڇوڪرين جي وديا پرائڻ جــو اجهو اهو نتيجو آهي. ڌرم تــه
چوي ٿو تــه ڇوڪريءَ کي مائٽن اڳيان ڪجھ بــه ڪجڻ نه
گهرجي.

**سندري**- آءٌ وري ڪهڙو ٿي ڪچان. آءٌ ٻه ته چوان ٿي ته ڌرم کي
بدنام نــه ڪجي. ويهن ورهين تائين گهٽ ۾ گهٽ ڇوڪريءَ
کي برهمچريه ( تجرد ) جــو پالڻ ڪرڻو آهي. ان کان پوءِ ان
جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي. وٽيس تــه سويم ور جي طريقي تي
پنهنجو گهوٽ پاڻ ڳولي. وٽيس ته ديوداسي ٿي دنيا کي تياڳ
ڪري ڇڏي.

**راڌا**- هائي! آءٌ تــه توسان ڪونه پڄنديس. تــون وڏي ودوان آهين.

باقي اهو ڇگو ٿيو ته ڇوڪرين کي وديا ڏني پنهنجي هٿ مان
کڍي ڇڏجي.

**سندري**- پياري ماتا! آءٌ توکي ساکات ماتا ٿي سمجهان ۽ تنهنجي
آڳيا مڃڻ آءٌ پنهنجو ڌرمي ڪرتويه (مذهبي فرض) ڪري ٿي
ڄاڻان. پر توکي سڌ آهي ته ڌرم انوسار وڏن ورهن کان اڳ
وهانءُ ڪرڻو نه آهي. منهنجي مرضي آهي ته اڃا به وڌيڪ پڙهان.

**راڌا**- پياري سندري آءٌ تنهنجي وڌيڪ پڙهڻ ۾ آڙهي ڪين آهيان.
شاديءَ ڪمي ڪانپوءِ به پڙهي سگهين ٿي!

**سندري**- امڙ. آءٌ توکي هٿ ٻـي جوڙيان. مونکي هن بابت وڌيڪ
نه چئو. دل هڪ آهي ٻه ڪين آهن. مونکي اها ڳالهه پتيءَ
ڪين ٿي وڻي. وڏن ورهين جـي عمر تائين تـه مونکي بلڪل
ڇڏي ڏيو پوءِ "جڏهوڪا مينهن تڏهوڪا پاڻي."

هنن ٻنهي جـي وچ ۾ اها ڳالهه ٻولهه هلي رهي هئي تـه اهتري ۾
مٿان پنڊت به اچي نڪتو. منهن ۾ البت پريشان پئي ڏسڻ ۾ آيو ڇو
ته دل ۾ وڏي ڪا ڇونرا کونرا لڳل هيس. اينڊي شرط پنهنجي پياري
ڌيءَ جي نيپاچ جي ماءُ کي متاڇري ڪيڪر ڪري سندري جي متي
تي هٿ ڦيري ويهي رهيو ۽ هن طرح گفتگو شروع ڪيائين.

**پنڊت**- (راڌا کي مخاطب ٿي) ڇگو ٿيو جو اڄ تون اچي نڪتينءَ.
تو سندريءَ کي نيابو آهي ۽ هينئر تون ئـي انجي ماتا آهين.
مونکي اڄ شهر جي حاڪم پاڻوت گهرائي راجا ڏاهر لاءِ سنگ
گهريو ۽ چيائين تـه هو سندريءَ تـي موهت ٿـي پيو آهـي.
جيڪڏهن انجي اڇا (مرضي) نـه رکبي ته ڇگو نه ٿيندو. هاڻي
تنهنجي صلاح ڇا آهي؟

پنڊت جو اهترو چوڻ ۽ سندريءَ جو اٿي ڪڙو ٿيڻ. ان کي مٿي
کان پيرن تائين باه لڳي وئي ۽ قريب هو تـه هوءَ پنهنجي پرائي زخم

تي اوڻ برڪبو ڏسي الاجي ڇا جو ڇا ڪري وهي هـا، پنڊت اڳتي وڌي ڪيس ٻانهن کان وٺي پنهنجي پير ۾ ڪري وهاريو ۽ مٿي تي هٿ ڦيري پيار ڪري چيو تـہ ”ڌيءَ! هوءَ تنهنجي ماتا سمان آهي ۽ آءٌ پيءُ. تون هينئر ننڍي ڪين آهين ڌيءَ ڪي اڳي پوءِ پرائو گهر وسائڻو آهي. ڌيءُ جي روئي راڄا جـي گهر ۾ بہ ڪانہ آهي. تـون سـوري ڳالهہ ٻـڌي وبچار ڪري مونکي ورنـدي ڏي. تنهنجي مرضي جـي برخلاف مونکي ڪوبہ ڪم ڪرڻو ڪونهي. تو کي ڌرم شاستر موجب پنهنجو ور پـاڻ چونڊڻو آهي. تون هاڻي جوان ٿي آهين ۽ سڀڪجھ سـجهي سگهين ٿـي. ٻڌاءِ! تنهنجي مرضي ڇـا آهي؟ ( وري مٿي تي هٿ ڦيري پيار ڪري ) ٻچڙي! پيءُ ماءُ کان ڪهڙو شرم!

سندري شرم وچـان ڪنڌ ڪڍي هيٺ ڪيو. اکين ۾ پاڻي تـري آيس. اندر ئي اندر جهڄڻ لڳي.

راڻا- پر مهراج! راڄا ڪي تـہ اڳيئي گهڻيون استريون آهـن. سندس ڌيءُ ”سيتا“ بہ تہ سندريءَ کان وڏي آهي. جيئري ئي جيئري شادي ڪرڻ تہ ڏاڍو ڪنياءُ ( ظلم ) ٿيندو.

مهراج- هائو. پـر ڇا ڪجي. راڄائن ڪي ڪير جهلي پلـي سگهندو. انهن جو نڪو آهـي ڌرم، نڪو ڪرم. رات ڏينهن ڪين ڪام چيشٽا ( شهوت پرستي ) جـو خيال رهي ٿـو. سوين ڪنيائون ( ڇوڪريون ) زوريءَ راڄ محل ۾ آڻي بند ڪيون وڃن ٿيون ڪ ڀيرو انهنکي ابوتـر ( ناپاڪ ) ڪري عمر لاءِ قيد رکيو وڃي ٿو.

راڻا- تيو ڏاڍو لاچار. راڄا جي مرضي موٽائڻ بہ چڱي نہ ٿي.

مهراج- هائو. وڏو سوال تہ اهو آهي. جيڪڏهن انڪار ڪبو تہ نتيجو الائي ڪهڙو نڪرندو.

راڻا- سندريءَ تـي راڄا ڏاهر جيڪڏهن موهت ٿي پيو آهي تہ ڪيس

ضرور سکي رکندو. پڻ راڻيون توڙي ٻيون راڻيون سڀ انجون ٻانهيون ٿينديون. راجا جي عمر ٻه هرو ڀرو ڪا وڏي ڪين آهي.

مهراج- راجا جي عمر ٤٥ ورهه ٿيندي. ڌرم شاستر موجب ٤٠ ورهن تائين برهمچريه ( تجرد ) جو زمانو آهي. هرو ڀرو ٻوڙهو ڪين چئبو.

راڻا- راجا آهي به ته برهمڻ ڪل ( خاندان ) سان.

مهراج- هائو. برهمڻ ڪل سان آهي مگر ان ۾ برهمڻ وارا لڇڻ ڪين آهن.

راڻا- مهراج! آءٌ اوهان سان سچي ٿي ڪريان مگر دل ۾ رکجو جئن ٻي ڪنهن کي سڌ نه پوي. ڪالهه مونکي ٻه هتي جي حاڪم جي زال گهرائي زور رکيو ته آءٌ ڪئن به ڪري سندريءَ کي مڃايان. اڄ اوهان کي به گهرائي زور رکيو اٿن. منهنجي صلاح آهي ته خوشيءَ سان اهو ڪم ٿئي ته چڱو نه ته الاجي ڇا ٿيندو.

پنڊت ويچار ۾ پئجي ويو. دل پرجي آيس. سندس آزاد خيال لاڏلي ڌيءَ لاءِ هوڙي زوريءَ جي شادي ڪيس انجي موت برابر ٿي آئي. ڪجهه دير ڪان پوءِ ڪنڌ مٿي ڪئي سندريءَ ڏي نهاري چيائين ته. پياري ڌيءَ! هاڻي تنهنجي ڇا راءِ آهي.

سندري- پتاجي! مون ويهن ورهين تائين ته برهمچريه آشرم جي پالن ڪرڻ جو پڪو پرڻ ڪيو آهي. ان ڪان اڳي ڇا ٻئي ٿي پوي آءٌ پنهنجو پرڻ ڪونه ٽوڙينديس.

راڻا- ڳالهه ڏاڍي ڳري ٿي پئي آهي. هڪ طرف سنڌ جي راجا جو زور آهي ته ٻئي طرف سندريءَ جي ٻارائي اوستا جو ضد آهي. ڀڳوان آهي جو لڄ رکندو.

سندري- ماتا ضد جي ڳالهه ڪانه آهي. مونکي هن سنسار جي ڪابه خوشي مٺي ڪانه ٿي لڳي. منهنجي دل بيوس آهي.

**مهراج**- مون اڄ ناٿين ڪڏهن به سندريءَ جي مرضيءَ جي برخلاف ڪو ڪم نه ڪيو آهي. هڻ پڻ ڀري لاچار ٿي پيو آهيان. ڇا ڪريان؟

**راڌا**- منهنجي صلاح آهي ته سمباجي کي چئو ته راجا کي سندري جي برهمچريہ آشرم پالن ڪرڻ جي سڌ ڏئي ۽ ڪيس دڙ دلاسي ۾ رکيو اچي. انهيءَ وچ ۾ راجا کان گهڻو ڪري ڳالهه وسري ويندي، نه ته پوءِ جيئن لکيو هوندو تئن ٿيندو.

**سندري**- دلاسي جي معني آهي ڳالهه قبول ڪرڻ مون کي اها ڳالهه بنهه قبول نه آهي. جي هرو ڀرو مون تي زور رکندو ته پوءِ آپ گهات ( خودڪشي ) ڪندس.

**مهراج**- نارائڻ! نارائڻ!! آپ گهات مهاپاپ. آءٌ پنهنجي جان ڏيندس. تڪليفون ڏسندس. مصيبتون سهندس. مگر پياري سندري! ڪڏهن به تنهنجي راضپي کان سواءِ ڪو ڪم نه ڪندس. آءٌ اڄ جو اڄ سمباجيءَ کي صاف جواب ٿو ڏيان. پوءِ ڇا به ٿي پوي. ائين چئي پنڊت سندريءَ کي پيار ڪري دلداري ڏئي هيٺ لهي ويو. ٿوري دير کان پوءِ راڌا به سائس رواجي ڳالهه ٻولهه ڪري پنهنجي ڌيءَ ن گنگا ۽ جمنا سان ملي ديوتائن جو درشن ڪري گهر ڏانهن رواني ٿي ۽ سندري غريب هن نئين مصيبت تي غور ۽ ويچار ڪندي رهي.

---

# دربار

## ( ١١ )

اروڙ جو شهر اڄ ڪنوار والگر سينگاريو ويو آهي. بازارين، گهر، رستا ۽ چونڪ رنگ برنگ جهنڊن سان ٻهڪي رهيا آهن. چوطرف موج لڳي پيئي آهي. گهٽيون، گليون، بازاريون ۽ رستا ماڻهن سان ڀرپور آهن. گهاگيهه ايتري آهي جو تر رکڻ جي جاءِ ڪانه آهي. ڍڪن ڍوڻن ڪان سواءِ ڪير جو وک به کڻي سگهي. ماڻهن جو هڪ وڏو انبوهه دهلن دماس ڍڪڻن ڪنجرين سان راڳ ڳائيندو نچندو ٽپندو ڏرنڪا وجهيندو هنبوچي هڻندو شهر جي اوڀر واري دروازي ڏانهن وڃي رهيو آهي. ڪوٺن ۽ ڇتين تي زالون ۽ ٻار سٿيا پيا آهن. شهر جي ٻاهرئين پاسي دروازي جي لڳو لڳ شاهي باغ جي سامهون هڪ عاليشان شاميانو لڳل آهي جنهن ۾ راجڪمار ۽ راجڪماريون (شهزادا ۽ شهزاديون) ويٺل آهن رستي جي ٻنهي پاسي کليل ميدان ۾ شهر جا ماڻهو هزارن جي تعداد ۾ اچي ڪٺا ٿيا آهن. ڪٿي هنبوچي پئي لڳي ته ڪٿي لڪڙي ڦيرائڻ جو ڇهڇٽو لڳو پيو آهي ته ڪٿي ڪشتيءَ جو دنگل آهي غرض ته هرهنڌ هڪ غير معمولي جشن آهي جنهن جهڙو شاندار جشن اڳي ڪڏهن به ڏسڻ ۾ نه آيو. ٿوري دير ۾ پري کان هڪ وڏو ڪٽڪ نظر آيو جو هوريان هوريان شهر ڏانهن اچي رهيو هو. جڏهن شهر کي بلڪل قريب اچي پهتو ته شهر جا ماڻهو رستي جي ٻنهي پاسي قطار ۾ ٿي بيٺا. سڀ کان اول اول راجا جي سواري هئي. راجا ڏاهر هڪ زرنگار پالڪيءَ ۾ هاٿيءَ تي سوار هو. سندس سڄي پاسي هڪ گهوڙي تي هڪ فوجي آفيسر هو. جنهن کي عربي پوشاڪ پيل هئي. کٻي پاسي به گهوڙي تي بڌيمان وزير هو. انهن جي پٺيان سپاهين جي پهري هيٺ هڪ قيدي هو جنهنجي

شڪل شباهت ۽ پوشاڪ مان ائين پئي معلوم ٿيو ته ڪو وڏ گهرائو آدمي آهي. انجي پٺيان بيشمار فوج هئي. راجا جي پهچڻ شرط جئي جئڪار جا نعرا باند ٿيڻ لڳا ۽ سڀني ماڻهن ڪيس ڏنـڊوت ڪئي. دروازي وٽ پهچڻ تـي شاهي خاندان جي ميمبرن ۽ شهر جـي معزز ماڻهن مٿس گلن جي ورکا ڪئي تنهن ڪان پوءِ ڪيس جلوس ۾ وٺي سڄي شهر جو نگر ڪيرتن ڪرائي شاهي محلات ۾ پهچايو ويو. شام جو ديپ مالا ( چراغ بندي ) ڪئي وئـي جنهنڪري سڄو شهر روز روشن وانگـر ڀهڪي رهيو هو. تنهن ڪان سواءِ ڦٽاڪي بازيءَ جـي ٺڪا ٺوڪيءَ به خوب رنگ لاتو هو. ٻئي ڏينهن تي عام دربار ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو هو. ماڻهن دربار جي شوق ۾ رات جئن تئن ڪاٽي ۽ صبح جو سوير سان پاڻـي ڪري شڌ ٿي شڌوستر پهري ڪچهري واريءَ جاءِ تي ڪٺا ٿيڻ شروع ٿيا. ڪچهريءَ واري جاءِ شاهي محلات جي اڳيان باغيچي ۾ نهايت خوبصورت ۽ عاليشان ٺهيل هئي. ڪشادي وري ايڏي هئي جـو سنجهس ٣٠٠ تـه رکو ٿيـي هئـا. ٿنيون اگرچه ڪين سرن جون هيون مگر پٿر ڪان به وڌيڪ مضبوط هيون. جن تي نقاشي ۽ گلڪاريءَ جـو عجيب ڪم ٿيل هـو ۽ جا بجا هنومان ۽ گڻيش جون تصويرون نڪتل هيون. ڇت تـي ڪاشيءَ جـون سرون لڳل هيون ۽ داسا ڪامون ٺتيون ڪاٺ جون هيون جن تي ڇتسالي جو ڪم نهايت عمدو ٿيل هو. هال جـي اتر پاسي پٽ سان لڳو لڳ پوري وچ تي هڪ ننڍو چبوتـرو سنگ مرمر جو ٺهيل هو جنهن جي وچ ۾ راجا جي رهڻ لاءِ هڪ اوچو آسڻ هـو جو ريشمي ڪپڙن سان خاص طرح سينگاريل هو. انجي مٿان شيش ڀڳوان (ناڻگ) جي سورتي هئي جنهن جي سايه ڪي هما جو سايه ڪري ليکيو ويندو هو. چبوتڙي جي پٺيان راجا جي آمدرفت لاءِ هڪ خاص دروازو هو جو سڌو شاهي محلات ۾ هو. ڪچهريءَ واري جاءِ فرش فروش گلمن غاليچن سان

خاص طرح سينگاري وئي هئي جنهن وقت کان اڳ ماڻهن سان پرجي وئي. وڏا وڏا پنڊت برهمڻ، سيٺيون ۽ ٻيا درباري ماڻهو به درجي بدرجي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺا. جڏهن دربار جو انتظام مڪمل ٿي چڪو ۽ وقت به پرجي آيو ته راجا کي خبر ڏني وئي جو ٿوريءَ دير کان پوءِ وچ واري دروازي مان لنگهي چبوتري ۾ پنهنجي سنگاسن (تخت) تي اچي ويٺو راجا کي قديم هندو طرز جي پوشاڪ پهريل هئي. مٿي تي شڪارپوري نموني جي لال پڳڙي هيس جنهن تي هڪ نهايت قيمتي هيرو چمڪي رهيو هو. بدن تي ٿري نموني جو آسماني مخمل جو انگرکو، ڪلهن تي ريشمي دوپٽو ۽ هيٺ زرد ريشمي ڌوتي. جن ڇيني تي زري جو اعليٰ درجي جو ڪم ٿيل هو. پيرن ۾ ملتاني کهيڙو هوس جنهن تي به سون ۽ چانديءَ جي تارن جو عجيب ڪم ٿيل هو. ان وقت راجائون، سيٺيون ۽ ٻيا وڏا ماڻهو سونا زيور پائڻ عيب نه سمجهندا هئا. راجا ڏاهر کي به وقت جي رواج موجب قيمتي زيور پيل هوا. ڪنن ۾ سونا والا هٿن ۾ ڪنگڻ ڪڇيءَ ۾ ڏهري جنهن جي پٽلي تي هيرا ماڻڪ ۽ موتي جڙيل هوا. تنهن کان سواءِ ڳچيءَ ۾ ست سري موتين جي مالها هيس. راجا جي اچڻ تي سڀئي ماڻهو آڏي ڪري ڪرتا ٿيا ۽ ادب سان سلام ڪري ڪنڌ جهڪائي هٿ ٻڌي بيهي رهيا. ڪجهه وقت کان پوءِ راجا ڪين هٿ سان ويهڻ جو اشارو ڪيو. جڏهن سڀ ماڻهو ٽانڊڪا ٿي ويهي رهيا ته هڪ پوڙهي برهمڻ اڳتي وڌي راجا جي سامهون بخورداني ۾ (آڳٺي) آڳ روشن ڪئي ۽ لوبان، صندل، زعفران، مشڪ، گهه وغيره ساڙي هون ڪيو ۽ ويد جا ٻه چار منتر پڙهيا. تنهن کان پوءِ پتل جي وٽي هٿ ۾ ڪري چبوتري تي مٿي وڃي راجا جي نرڙ تي پنهنجي آڱوٺي جو نشان ڪري تلڪ ڏنو ۽ ان کان پوءِ ٻين وڏن ماڻهن کي تلڪ ڏنائين. هن قسم جي ڌرمي رسمن ادا ڪرڻ کان پوءِ دربار جي

ڪاروائي شروع ٿي. پهريائين پهريائين ۾ حسين نازنين داسيون (ٻانهيون) جي ٻنهنجي سندرتا (حسن)، جوڀن (جواني) ۽ وچتر وسترن (عجيب پوشاڪ) جي ڪري ساڪيات سورگ جون اپسرائون پئي معلوم ٿيون شاهي محلات سان ڇم ڇم ڪنديون دربار ۾ آيون ۽ نهايت ناز و انداز سان راجا جي پير ۾ ٿي وَيٺيون. هڪ جي هٿ ۾ دارون‌ء جو دنگ ۽ رام ڪٽوري هئي ۽ ٻيء جي هٿ ۾ هڪ ننڍڙي سولي پيتي جنهن ۾ پان، سوپاريون، چونو، ڪٿو، ڦوڪلا، سؤنف وغيره هوا. پهرين نازنين ڇوڪريء راجا کي هڪ شراب جو پيالو ڀر ڪري ڏنو ۽ ٻيء انکي پان جو ٻيڙو بنائي ڏنو. تنهن کان پوء ٻڌيمان وزير اٿيو ۽ ان حاضرين کي مخاطب ٿي هيء تقرير ڪئي.

”پريه مترو! اوهان سڀني کي سڌ آهي ته رامل جي راجا کي ڪدي شري سرڳواسي مهاراجا ڇچ عطا ڪئي هئي مگر ان نمڪ حرام احسان فراموش ٿي سري مهاراجا صاحب جن جي غير حاضريء ۾ وٺي بغاوت ڪئي ۽ راوڙ علائقي جي روستا شهر تي قبضو ڪري ١٠ هزار فوج سان هڪدم اروڙ تي ڪاه ڪيائين. شري مهاراجا صاحب جن ان وقت ديبل بندر ۾ هوا ۽ سائن وڏو اقالو هو ۽ پاڻ جيستائين پهچن ٿي پهچن تنهن کان اڳ اروڙ جو شهر دشمنن جي هٿ اچي وڃي ها. مگر ڏٿيء جي مهربانيء سان ان کي واٽ تي محمد علافي روڪي وڌو ۽ هڪ سخت لڙائي کان پوء انکي قيد ڪيائين ۽ سندس ڪيترا سپاهي به گرفتار ڪيائين. اڄ هيء دربار انهيء جي خوشي ملهائڻ واسطي ڪوٺائي وئي آهي. آءٌ اوهان سڀني جي طرفان شري مهاراجا صاحب جن کي هن فتح تي واڌايون ٿو ڏيان. اميد ته اوهان سڀ مون سان گڏجي چوندا ته ”شري مهاراجا ڏاهر جي جئي“.

هڪهڪ آواز- ”شري مهاراجا جي جئي“.

راجا- هيء جنگ شري محمد علافي جي هٿ تي فتح ٿي آهي جنهن

فقط ۵۰۰ عربي نوجوانن سان ۸۰ هزار فوج کي شڪست ڏني آهي ۽ رامل جي راجا کي زنده گرفتار ڪيو آهي. اوهان سڀ انهي جي جئي جئڪار جو نعرو لڳايو.

مختلف آواز- شري محمد علافي جي جئي.

وزير- شري محمد علافي جو احسان ڪڏهن به وسارڻ جو نه آهي. ان ۵۰۰ ماڻهن جي مختصر فوج کي هيڏي ساري زبردست فوج سان لڙائي ۾ جيڪا فوجي قابليت ڏيکاري آهي اها بيشڪ قابل داد آهي. منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن شري مهاراجا صاحب جن انکي پنهنجي لشڪر جو سيناپتي ( سپه سالار ) مقرر ڪرڻ فرمائين ته جيڪر ڏاڍو چڱو ٿئي.

محمد علافي- حضور مهاراجا صاحب جن جي دشمن سان لڙائيءَ ۾ مرن ڪنهن تي احسان ڪونه ڪيو آهي بلڪ پنهنجي فرض ادائي ڪئي آهي. آءٌ وزير صاحب کي يقين ٿو ڏياريان ته سپه سالار جي عهدي ملڻ کان سواءِ به آءٌ ساڳي طرح پنهنجي فرض ادائي ڪندو رهندس.

راجا- محمد علافي مسلمان ٿي ڪري راج سان جيڪا وفاداري ڏيکاري آهي آها بيشڪ قدر ڪرڻ جي لائق آهي.

وزير- رامل جي راجا کي سري سرگواسي مهاراجا صاحب جن اهو ملڪ فتح ڪرڻ کان پوءِ موٽائي ڏنو هو ۽ ان کي ساڳي طرح گديءَ تي ويهاريو هو مگر آن احسان فراموش ٿي بغاوت ڪئي ۽ محمد علافي کي مهاراجا صاحب جن فقط سنڌ ۾ پناه ڏني هئي انجي عوض ان جيڪا وفاداري ڏيکاري آهي ان مان ثابت آهي ته مسلمان ڪڏهن به احسان فراموش ٿي نٿا سگهن.

راجا- انهيءَ نمڪ حرام کي دربار ۾ حاضر ڪريو.

وزير آهستي آهستي ٻاهر نڪري وڃو ۽ ٿوري دير ۾ سپاهين جي

پوءِ هيٺ رامل جي راجا کي وٺي آڻي پيش ڪيو.

راجا- ( محمد علائي کي مخاطب ٿي ) هن نمڪ حرام کان سواءِ ٻيا ڪيترا قيدي آهن؟

محمد علائي- حضور! ٽيهه هزار قيدي آهن جن ۾ انجا مائٽ به آهن. جنگ ۾ ٥٠ هاٿي، پنج هزار گهوڙا، پنج سؤ اٺ ۽ ٻيو ڪيتروئي سامان هٿ اڇو آهي اهو سڀ قيدين سان گڏ حضور ۾ پيش ڪرڻ لاءِ آندو ويو آهي.

راجا- ( وزير ڏي نهاري ) هن نمڪ حرام سميت سڀني قيدين کي قتل ڪريو ۽ جنگ ۾ جيترو سامان به هٿ لڳو آهي اهو سڀ محمد علائي جي حوالي ڪريو. اڄ کان وٺي انکي رامل جي ملڪ جو والي مقرر ڪجي ٿو.

وزير- بهتر.

محمد علائي- حضور! منهنجو هڪ عرض آهي.

راجا- چئو، ڪهڙو؟

محمد علائي- جيڪڏهن حضور جن انجي قبول ڪرڻ جو وعدو ڪن ته عرض ڪريان.

راجا- جيڪي توکي گهرڻو هجي سو گهر.

محمد علائي- جيڪي به آءٌ گهرندس سو حضور جن عطا ڪندا؟

راجا- بيشڪ. جلدي چئو. توکي ڇا گهرجي؟

محمد علائي- حضور خطا معاف ڪجو. مون کي ٻيهن هزارن ماڻهن جو قتل عام ڪرڻ مناسب نظر نٿو اچي. حضور جن انهن کي جيئدان ڏين.

راجا- ڇا تون باغين جي حمايت ٿو ڪرين؟

محمد علائي- جيستائين هنن بدبختن کي مٽيءَ ۾ واءِ ڪيو نيستائين سان انهن جو دشمن هوس هينئر جڏهن هو پنهنجي ڪئي تي

پڇتائين ٿا تڏهن مون کي انهن جي حال تي رحم ٿو اچي.

راجا- دشمن تي رحم ڪرڻ گويا راڄ سان دشمني ڪرڻي آهي. هنن کي ڇڏي ڏبو تہ وجهہ وٺي وري فساد ڪندا ۽ رعيت کي تڪليف ڏيندا.

محمد علافي- هنن هڪ دفعو فساد جو مزو چکيو آهي اميد تہ پهر فساد لاءِ جرئت نہ ٿيندن جيڪڏهن خدانخواستہ وري فساد ڪيائون تہ انهن جي ڪردن ۽ منهنجي تلوار.

راجا- (وزير ڏي نهاري) تنهنجي مرضي ڪهڙي آهي؟

وزير- منهنجي مرضي دشمن کي ڇڏڻ جي نہ آهي مگر حضور جن محمد علافي سان وچن ڪيو آهي. تنهن ڪري حضور جن کي ضرور ان جي مرضي رکڻ گهرجي.

راجا- ( محمد علافي کي مخاطب ٿي ) چڱو تنهنجي چوڻ موجب اسين انهن کي جدان ڏيون ٿا مگر جيڪڏهن وري ڪو فساد ٿيو تہ ان لاءِ تون جوابدار رهندين؟

محمد علافي- بيشڪ مان جوابدار آهيان. هيئنر منهنجي صلاح آهي تہ جتي حضور جن ٻيهن هزارن کي جدان ڏنو تتي هنکي بہ حضور جن جدان ڏين.

راجا- هن نمڪ حرام کي تہ ڪنهن بہ صورت ۾ نہ ڇڏبو سارو فساد انهيءَ جو مچايل آهي. هن بابت وڌيڪ اصل نہ چئو.

محمد علافي- حضور جهڙي طرح سرڳواسي مهاراجا صاحب جن هنکي ملڪ فتح ڪرڻ کان پوءِ وري گديءَ تي وهاريو هو اهڙي طرح حضور جن بہ هنکي ساڳي طرح گديءَ تي وهارين. اميد تہ هو جيڪڏهن انسان هوندو تہ وري ڪڏهن احسان فراموش نہ ٿيندو.

وزير- ( محمد علافي کي مخاطب ٿي ) ميان صاحب توهانجي اها راءِ

غلط آهي. آزمائي ڪي ڇا آزمائبو؟ هن سان نيڪيءَ جي اميد رکڻ اهڙي آهي جهڙو ٻيرن کان ٻير کهڻ.

**محمد علافي**- وزير صاحب هڪ ڀيرو جتي انکي سڌرڻ جو وجهه ڏنو ويو تتي ٻيو ڀيرو به انکي وجهه ڏيڻ گهرجي جي انهي کان پوءِ به نه سمجهيو ته خطا ڪائيندو.

**راجا**- بس! هن بابت آءٌ وڌيڪ ڳالهه نه ٻڌندس.

**محمد علافي**- حضور! قيد ٿــي آيل دشمن سان نرمي ڪرڻ جو ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو چڱو نتيجو نڪرندو آهــي. ڪهڙو شڪ ته اهو ساڳيو ماڻهو حضور جنجي دشمن سان سينه سپر ٿي ٻهي لڙي. منهنجي مرضي آهي ته حضور جن هنکي به معاف ڪن.

**وزير**- ( محمد علافي کي مخاطب ٿي ) ميان صاحب انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃو.

**محمد علافي**- وزير صاحب! حضور مهاراجا صاحب جــن مون سان وعدو ڪيو آهي اميد ته هنکي به ضرور جتدان ڏيندا.

**راجا**- ( محمد علافي ڏي نهاري ) مسلمان تي ڪري ايتري قدر دل جو نرم ڇو آهين؟

**محمد علافي**- حضور! جنگ جــي ميدان ۾ دشمــن لاءِ سڀ کان زياده سنگدل آهيان مگــر پيش پيل دشمن لاءِ سڀ کــان زياده رحمدل آهيان ڇاڪاڻ ته سچي بهادري انجو نالو آهي.

**راجا**- انهي بدبخت جو به تون ئي ضامن ٿو ٿين؟

**محمد علافي**- هائو. انهيءَ جو به آءٌ ئي ضامن آهيان.

**راجا**- چڱو تنهنجي بهادريءَ جي صدقي اسان انکي معاف ٿا ڪريون.

**محمد علافي**- خدا حضور کي سلامت رکي.

**راجا**- هاڻ ته تون خوش ٿئين؟

**محمد علافي**- حضور! باقي منهنجو هڪ عرض آهي.

راجا- اهو ڪهڙو؟

محمد علافي- جهڙي طرح حضور جن منهنجي چوڻ موجب رامل جي راجا کي جئدان ڏنو آهي، اهڙي طرح انکي سندس ملڪ به موٽائي ڏنو وڃي ۽ ڪيس اڳي وانگر گديءَ تي وهارجي.

راجا- اگرچه هو اهڙي مهرباني جي لائق ڪين آهي مگر تنهنجي سفارش ڪري اسين ڪيس وري گدي ڏياريون ٿا. ڏسجي ته اڳتي هلي ڪهڙا ٻير ٿو ڪئي.

محمد علافي- اميد ته آئنده حضور جن جو سچو فرمان بردار ٿي رهندو.

راجا- هن مهل تائين ته تو رڳو ٻين جي لاءِ ٿي گهريو هاڻي ٻڌاءِ ته تون پاڻ لاءِ ڇاڻو گهرين؟

محمد علافي- مونکي پاڻ لاءِ ڪجهه به نه گهرجي مونکي خدا تعاليٰ سڀ ڪجهه ڏنو آهي.

راجا- اسين تنهنجي دانائي ۽ بهادري کان نهايت خوش آهيون. تون جهڙي طرح هڪ لائق فوجي آفيسر آهن اهڙي طرح هڪ قابل مدبر به آهين اسان توکي اڄ کان وٺي پنهنجو وزير مقرر ڪريون ٿا.

محمد علافي- حضور جن جي مهرباني.

راجا- اسانجي مرضي آهي ته تون پنهنجي وات سان ڪجهه اسان کان گهر.

محمد علافي- غريب پرور! مونکي خدا جو ڏنو سڀ ڪجهه آهي. دنيا جي ڪنهن به شي جي ضرورت نه اٿم. بدقسمتي سان مونکي اولاد ڪونه آهي منهنجي مرضي آهي ته حضور جن ڪا اهڙي تجويز ڪن جو منهنجي مئي کان پوءِ منهنجو نالو ڪجهه وقت تائين قائم رهي.

راجا- اسان اڄ کان وٺي هيءُ حڪم ٿا ڏيون ته سلطنت جي چانديءَ

جي سگهي تي هڪ طرف اسانجو نالو لکيو وڃي ۽ ٻئي طرف تنهنجو نالو. اهڙي طرح تنهنجو نالو اسانجي نالي سان گڏ دنيا جي تاريخ ۾ هميشه زنده رهندو.

**محمد علائي**- حضور جن جيڪا منهنجي عزت افزائي ڪئي آهي تنهن لاءِ نهايت شڪرگذار آهيان.

**وزير**- آءٌ ساري دربار جي طرفان شري محمد علائي کي مبارڪباد ٿو چوان. اميد ته انجي حسن تدبير سان سلطنت وڏي اوج کي رسندي.

**محمد علائي**- آءٌ وزير صاحب جي مبارڪباد جو شڪريو بجا آڻيندي کيس يقين ٿو ڏياريان ته سلطنت جي ڀلائي لاءِ هرممڪن ڪوشش ڪندس.

**وزير**- ( راجا کي مخاطب ٿي ) حضور! مونکي ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته ملتان جو هڪ وڏو جوتشي ( نجومي ) هت آيل آهي. انجي جوتش چمتڪار جي ساري ڀارت ورش ۾ هاڪ آهي منهنجي مرضي آهي ته حضور جن ان کان راڄ ڀاڳ بابت پڇا ڪن ۽ سندس عزت افزائي ڪن.

**راجا**- چڱو انکي گهرائي وٺو.

وزير ٻاهر نڪري وڃي ٿو ۽ ٿوريءَ دير ۾ هڪ پوڙهي برهمڻ کي ( جو لٺ ٽي ڪبڙو ٿي هلي ٿو، هٿ ۾ پوٿي اٿس ۽ ڪلهي ۾ بگڙي ) وٺي آڻي حاضر ڪري ٿو.

**راجا**- ( جوتشي ڏي نهاري ) مهراج! اسان توهان جي ساراه ٻڌي آهي جوتش جي ودبا ۾ پڙ آهيو ديا ڪري ٻڌايو ته اسانجي راڄ ڀاڳ جو ڇا حال آهي؟

**جوتشي**- ( پوٿي ٻٽي، آڱريون ڳڻي، حساب ڪرڻ بعد مٿي تي هٿ رکي ڪنڌ هيٺ ڪري ماٺ ڪري ويهي رهي ٿو. )

**راجا**- مهراج! ڪهڙي ڳڻتي ۾ پئجي ويا آهيو؟

جوتشي- جئدان ملي ته سچ پچ عرض ڪريان.
راجا- اسانجو جوتش وديا جي چمتڪار ۾ ۾ پورو وشواس آهي.
اوهان کي جيڪي به ڏسڻ ۾ اچي ٿو اهو بيشڪ چئي ڏيو.
جوتشي- اوهانجو ۽ اوهانجي پاءُ ڊرسين جو پاڳ پلو نظر نٿو اچي باقي اوهانجي پڻ راڻي ٻائيءَ جو ستارو زور آهي. اها جنهنجي راڻي ٿيندي اهو ساري سنڌ جو راجا ٿيندو مگر عجب جهڙي ڳالهه هيءَ آهي ته راڻي ٻائي اروڙڪان ٻاهر به ڪانه وڃڻي آهي خبر نه آهي ته اها ڳالهه ڪئن ٿيندي.
راجا- پوءِ پلا اسانکي ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جوتشي- جوتش وديا جا چاڙو راجنيتي ڳالهين سان ڪونه چاڻن. راڄ پاڳ جي سلامتي لاءِ حضور جن کي ٻاڻ ڪا ڳالهه سوچڻ گهرجي، باقي جوتش وديا انوسار منهنجي هيءَ صلاح آهي تہ هرروز صبح جو تاسيءَ کي ۽ رکو چنڇر ڏينهن پپر جي وڻ کي کي هٿ لڳائڻ سان آدرشي شڪتي پيدا ٿيندي حضور جن چندرما کي سنمک ڪري ڪپڙانهن بہ وينڌا ته سڀ ڪم سڌ ٿيندا. چندرما کي ساڄي ڪري وڃبو تہ سڀ سک سانت رهندي. ڏاٻي ڪري وڃبو ته ڌن جو نقصان ٿيندو. پر جيڪڏهن ان کي پٺيرو ڪري هلبو تہ پا تہ موت ايندو يا موت جهڙي ڪا آپدا ( مصيبت ) ايندي. چنڇر ۽ سومر ڏينهن اپرندي تي دشاشول آهي. آرتوار ۽ شڪر ڏينهن الهندي تي. وسپت ڏينهن ۽ پنجڪين ۾ ڏکڻ تي: منگل ۽ ٻڌر ڏينهن اتر تي رهندو آهي. تنهن ڪري حضور جن انهن ڏينهن تي انهي ڏس ڏي مسافري شروع نہ ڪن. تنهن ڪانسواءِ ”ڪال راهو“ جو بہ حضور جن کي خيال رکڻ گهرجي. ”ڪال راهو“ چنڇر ڏينهن اپرندي تي شڪر ڏينهن اگني ڪنڊ يا ڏکڻ اپرندي تي. وسپت ڏينهن ڏکڻ

تي. ڇنڇر ڏينهن ليرت يعني ڏکڻ الهندي تي. منگل ڏينهن الهندي
تي. سومر ڏينهن وايوءِ يعني اتر الهندي تي ۽ آرتوار ڏينهن اتر
ڏس تي رهندو آهي تنهنڪري انهن ڏينهن تي انهي جي سامهون
نه وڃجي. باقي ايشان يعني اتر ايرندي جي ڪنڊ تي ڪال راهو
نه ويندو آهي تنهنڪري انهي ڏس تي ڪڏهن به وڃجي نه
ڇوٽ آهي.

راجا- بس! انهيءَ ڪانسواءِ ٻيو به ڪجهه ڪرڻ گهرجي؟

جوتشي- حضور جن تي گره ويٺل آهي. چڱو آهي ته هيٺيان ورت
ضرور رکو. سومر ڏينهن شو، منگل ڏينهن هنومان جو. ڇنڇر ڏينهن
ديوي ماتا جو. وسپت ڏينهن برهما جو. شڪر يا ٿارون ڏينهن
درياه شاه جو. ڇنڇر ڏينهن سنيچر ديوتا ۽ ڪال پرو جو.
آرتوار ڏينهن سورج نارائڻ جو. انهي حساب سان سال ۾ ٣٦٠
ورت رکڻ گهرجن.

راجا- مهراج! اوهين جوتش وديا جا بيشڪ وڏا ڄاڻو آهيو اوهان جهڙو
مهاپرش اسانجي راجڌاني ۾ هئڻ ضروري آهي اسين اوهان کي
پنهنجي دربار جو جوتشي مقرر ڪريون ٿا.

انهيءَ ڪانپوءِ راجا ٿوري دير تائين لهيءَ ۾ پئجي ويو ۽ جوتشي
جي ڪيل اڳڪٿيءَ تي ويچار ڪرڻ لڳو ته راڻي ٻائي ڪهڙي طرح
سنڌ جي راڻي ٿيندي، جيڪڏهن انجي ٻي ڪنهن سان شادي ٿي وئي
ته مونکي تخت تاج کان محروم ٿيڻو پوندو. آخر انهي فڪر ۽ پريشاني
۾ ٻڌيمان وزير کي چوڻ لڳو ته تنهنجي مرضي ڇا آهي؟

وزير- پوجيه مهراج! چار شيون جيڪڏهن پنهنجي اصلي جاءِ تان ٽڙي
وڃن ٿيون ته پوءِ ساڳي جاءِ تي قائم ٿي نٿيون سگهن. بادشاه
پنهنجي بادشاهيءَ کان، وزير پنهنجي وزيريءَ کان، گرو پنهنجي
گديءَ کان، وار پنهنجي جڳهه کان. اهوئي سبب آهي جو

راجائون پنهنجي راڄ پاڪ ڪرڻ لاءِ پنهنجي پائرن جي جان وٺن ٿا. انهنڪي ديش نيڪالي ڏين ٿا مگر ڪوبہ انهنڪي برو ڪونہ ٿو چئي. خود مهاراجا چچ بہ راڄ پاڪ هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجي مربي مهاراجا راءِ سهاسي ڪسي مهاراڻي سوڀيا ديويءَ جي هٿان زهر ڏياري مارايو هو. راجا ڀڳوان سمان آهسي ان لاءِ ٿرم ۽ نيتيءَ جو بندش ڪونہ آهسي. ”ايشور الام نہ دوشاي“ منهنجي راءِ آهي تہ مهاراجا صاحب جن راڻيءَ ٻائيءَ سان ڪٿي ويواه ڪن ۽ انکي پاڻ سان گڏ تخت تي وهارين پوءِ مهاراجا صاحب جن جي راڄ کي نہ ڪا لهر نہ ڪو لوڏو.

راجا- مونکي پاڻ راڄ پاڪ جي بچاءَ جي اهائي هڪ رٿ سجهي ٿي مگر مونکي ڊپ آهي تہ ملڪ ۾ ڏاڍو ڇوهولو ٿيندو ۽ سخت بدنامي ٿيندي.

وزير- گهٽي ۾ گهٽو لن چئن ڏينهن تائين اهو چرچو رهندو تنهن کان پوءِ ڪنهن کي اها ڳالهہ ياد بہ نہ رهندي.

راجا- اسانجي راڄڌاني اندر جيترا بہ جوتشي آهن انهن سڀني کسي گهرايو تہ هرهڪ کان ڌار ڌار پڇا ڪجي پوءِ جيڪڏهن انهن بہ اها ساڳي اڳڪٿي ڪئي تہ ائين ڪرڻ کانسواءِ چارو نہ رهندو. هيٺر وقت گهٽو گذري ويو آهي ۽ اسين بہ وڃي وڃي ٿڪجي پيا آهيون. اسانجي مرضي آهي تہ هاڻي دربار برخواست ڪجي.

وزير- ديبل بندر جي حاڪم سمباجي وٽان هڪ ماڻهو حضور جنجي نالي خانگي چٺي کڻي آيو آهي. حڪم ٿئي تہ انکسي حاضر ڪيو وڃي.

راجا- (خوشيءَ وچان) آها ها! ڪهڙي نہ شڀ موقعي تي چٺي آئي آهي ( وري ٿورو خيال ڪري ) پهريائين دربار کي برخواست

ڪري ماڻهن کي رخصت ڏيو تنهن ڪانپوءِ انهيءَ ماڻهوءَ کي
مون وٽ حاضر ڪريو.

وزير- ( سڀني ماڻهن کي مخاطب ڪري ) پرماتما جي ديا سان دربار
هرطرح شاندار ۽ ڪامياب ٿــي گذري. هاڻي اوهان سڀني کي
رخصت آهي لي پيرا مهاراجا صاحب جي جئي جئڪار جا نعرا
هڻي آهستي آهستي روانا ٿي وڃو.

متفقہ آواز- "شري مهاراجا ڏاهر جي جئي".

جڏهن سڀ ماڻهو هليا ويا تڏهن ديول بندر واري قاصد کي حاضر
ڪيو ويو. راجا چٺي ورتي ۽ پاڻ کولي پڙهي ۽ پڙهڻ شرط ڪاوڙ وچان
لال ٿي ويو ۽ سڄو هٿ ڌڪي ڇڏيائين "انهي
نالائق برهمڻ اسانجو اپمان ڪيو آهي انکي جوڳي سيکت ڏيڻ ۾
ايندي". انين چئي انهيءَ چٺيءَ جو پنهنجي هٿ سان جواب لکي
پڌيمان وزير کي ڏيڪارڻ بند ڪري قاصد کي ڏنائين ۽ انکي چيائين
ته سمباجي کي زباني تاڪيد ڪري ته هڪدم هن حڪم جي تعميل
ڪري. قاصد چاني تــي هٿ رکي چيو تــ حاضر. انهي ڪانپوءِ سلام
ڪري پوئين پير دربار واريءَ ڪمري سان ٻاهر نڪري ويو. تنهن ڪان
پوءِ راجا پڌيمان وزير کي ڪن ۾ خاص ڳالهه چئي رخصت ڪري
چبوترڙي مان ٻن داسين جي وچ ۾ شراب جي نشي ۾ چــور ٿيو تيز
ڪانپندو شاهي محلات ڏي روانو ٿيو.

---

# شماع اميد

## ( ١١ )

جنهن زماني سان اسانجي ناول جو تعلق آهي انهي زماني ۾ هاٺوڪي ڍڳي لوڙهي جبل کان ٢٠-٢١ ميل الهندي طرف کرٿر جبل جي دامن ۾ هڪ وسيع ناهموار غيرآباد ٻوٽو هو. زمين سنگلاخ هجڻ سبب زراعت جي قابل نه هئي. انهيءَ کري آسپاس ۾ ڪنهن بہ قسم جي آبادي ڪانہ هئي. چوطرف بيابان ٿي بيابان لڳو پيو هو. البت ڪٿي ڪٿي ڪو ٻڙ يا نم جو وڻ نظر آيو ٿي نه تہ سڄ صفا ملڪ ميدان. خاردار ٿوهر جا ٻوٽا سي جتي ڪٿي جام هوا ڪنهن ڪنهن هنڌ زمين هيٺ مٿاهين هئي جتي برسات جي ڏينهن ۾ پاڻي جمع ٿيڻ ڪري گهاٽو جهنگ لڳي ويو هو جنهن کي هن بيابان جي رهاڪو شڪاري جانورن امن جي جاءِ سمجهي پنهنجو گهر ڪري بنايو هو. پهاڙ جي هيٺان هاٺوڪي "شاه دڙي" جي ڪيوٽ وٽ پاڻيءَ جو هڪ قدرتي چشمو هو. جنهن وٽان هڪ گس هو جو ڪيچ مڪران کان شروع ٿي لس‌ٻيلي سان هنگلاج سان ٿيندو بلوچستان سان لنگهندو ميوستان ڏي وڃي رهيو هو. چشمي جي پرسان جبل سان هڪ لڪ هو جنهن سان اهو گس ڳنڍيل هو. انهيءَ گس ۾ جدا جدا آيل پيچرا به اچي ٿي مليا. ڪڏهن ڪڏهن اتفاقاً ڪو قافلو اتان اچي لانگهاٺو ٿيندو هو تہ انهي چشمي وٽ وهڻ لاءِ گاه چاري جي سهوليت ڏسي تڪ پيچڻ لاءِ ڪٿي اتي منزل ڪندو هو. اڄ اوچتو ٿي اوچتو جهنگل ۾ منگل لڳي ويو آهي چشمي جي پرسان هڪ ننڍيءَ لڪريءَ تي هڪ قافلو لٿل آهي جو پوشاڪ جي ڪري غير ملڪي پيو معلوم ٿئي. سڄ لهڻ جي قريب آهي مسافر رات جي آسائش لاءِ انتظام ۾ مشغول آهن ڪو ٻهاري ڏئي پٽ صاف‌ڪري رهيو آهي ڪو چشمي

تان ڀائي پري رهيو آهي ڪو گهوڙي ڪـي ڀڄي رهيو آهي ڪو رڌ پچاءُ ۾ مشغول آهي. غرض ته هرهڪ مسافر پنهنجي پنهنجي ڪم ڪي لڳو پيو آهي. هڪ نوجوان جنهن کي ڪارو چوغو پيل آهي ڪمر ۾ تلوار اٿس ۽ شڪل شباهت جي ڪري سردار پيو معلوم ٿئي، آهستي آهستي جبل تـي مٿي چڙهندو پيو وڃي ۽ ان وقت سج جي لهڻ جو عجيب غريب نظـارو ڏسي رهيو آهـي. ايتري ۾ ڪجهه پيل گاڏيون اينديون نظر آيون ۽ وڏي شرق سان انهن جي ڏسڻ لاءِ ٽڪرو ٽڪرو اوڏاهين روانو ٿيو. سڌ ڪن پنڌ تي اڳ وڌي پيچري تـي بيهي رهيو. زمين جي هيٺ مٿاهين سبب پيچري جـي لاهيءَ چاڙهيءَ تي ڪڏهن گاڏيون صاف طرح نظر آيون ٿي تـه ڪڏهن ڪم ٿي ويون ٿي. آخر ڪجهه وقت ڪان پوءِ بلڪل سامهون ڏسڻ ۾ آيون جن مان چار ڪليل هيون ۽ انهن تي مرد ماڻهو ويٺل هوا باقي هڪ گاڏي ڍڪيل هئي ۽ ان جي مٿان ڳاڙهو ڪپڙو پيل هـو جنهن مان معلوم ٿي ٿيو تـه اها زناني گاڏي آهي ۽ ماڻهو انجي ڀنهي پاسي اڳواڙين ترارين سان پهرو ڏيندا پي آيا. هـن نوجوان انهن کي پـاڻ وانگر مسافر سمجهي دل ۾ خيال ڪيو ته انهن جو آدرڀاءُ ڪري ڪين ولـي وڃي پنهنجو مهمان ڪري انهن کان ملڪ جو حال احوال وٺي. چنانچه انهي ارادي سان اڳتي وڌي ڪين هڪل ڪري چيائين ته يارو ڪير آهيو؟ ڪٿان ٿـا اچو؟ ڪيڏانهن ٿا وڃو؟ گاڏي وارا تـه مسافر هوائي ڪين. اهي ڪڙا بدمعاش هوا. سندن اندر ڪاتو پيو هـو. ڪين اچي شڪ جاڳيو ته هيءُ ڪو جاسوس آهي جو سندن پيرو ڪڍي اچي سندن اڳ وڌي بيٺو آهي. انهي ڪري نڪا ڪيائون هم نڪا ٿم ۽ اچي هن بيگناه مسافر کي ورتائون نوجوان وبچارو حيران ٿي ويو. آخر بيڪا واه نه ڏسي لاچار جان حي بچاءُ لاءِ پاڻ به مياڻ مان تلوار ڪڍيائين پهريائين ته نهايت دانائيءَ سان تلوار ڦرائيندو جان بچائيندو دشمن جي وار کي روڪيندو

رهيو. ليڪن جڏهين ڏٺائين ته بدمعاش ڪيس جان وٺڻ ڪانسواءِ ڪين ڇڏيندا ته پاڻ بہ جوش ۾ اچي شينهن وانگر گوڙ ڪري انهن تي حملو ڪيائين. نون ڇٽن ڪي ته هڪ ئي حملي سان ہميشہ (عدم‌آباد) ڏي روانو ڪيائين. باقي‌وڃي رهيو هڪ، سو وڏو پهلوان ۽ آزمودگار هو. ڪجهه وقت تائيـن ان چٽا پيٽي ڪاڏي مگـر آخرڪار اهو بہ هڪ ئي ڪاپاري ڌڪ کائي آئي جـو آني لنگون ليٽڙي سگون تي سمهي پيو. نوجوان ميدان صاف ڏسي خدا پاڪ جو شڪر ڪيو ۽ پنهنجي سامهون لاش جو هڪ ڍير ڏسي نهايت حسرت وچان چوڻ لڳو تہ خدايا! هيءَ ڪهڙو اسرار آهي؟ تـو مون کي هت ڪهڙي ارادي سان آنـدو ۽ وري ئي ڇا پيو؟ ڪيڏانهن وڃنا هوا؟ مون سان ڇو لڙيا؟ زناني گاڏي ۾ سندن ڏسي ڪا پهر هئي تہ. پوءِ ان تـي هھڙي سخت پهري جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ ڪجهہ وقت تائين هن قسم‌جي خيالن ۾ بالڪل بخود ۽ محو رهيو. آخر پاڻ کي زخمن سان چور ڏسي ٽڪ محسوس ڪري هڪ لاشي جـي پر ۾ ماٿ ڪري ويهي رهيو ۽ دل ئي دل ۾ انهي ناگهاني واقعي تي غور ڪري رهيو هو تہ اتري ۾ اوچتو سندس ڇاتيءَ ۾ ترار جي نوڪ لڳاءِ ڪيو ۽ بيهوش ٿي ڪري پيو. زناني گاڏي، جنهن ۾ هڪ ستر رسيده اهلا استري خاموشيءَ سان ويٺي اهو تماشو ڏٺو هڪدم ٽپ ڏئي گاڏيءَ سان لٿي ۽ هڪ لاشي جي پر ۾ پيل ترار هٿ ۾ کڻي انهي طلسمي لاشي جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائين. تنهن کان پوءِ ڊوڙ پائي گاڏي مان پاڻي جـي کھکھي کڻي انهي نوجوان جي مٿي ٿـي ويٺي ۽ انجو مٿو پنهنجي جوٽ تي رکي آهستي آهستي انکي منهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻڻ لڳـي ۽ تورو پاڻي ان جي وات ۾ وجهڻ لڳـي. ڪجهہ وقت کان پوءِ ان کي هوش آيو ۽ اک پٽيائين. مگر وري جلد ڍڪرجي ويو. ويچاري مصيبت جي ماري اهلا استري هـي حال ڏسي سخت گھبرانجي وئي. انجو خيال هو تہ

هيءَ نوجوان، جنهنکي پرمانما سندس سهائتا لاءِ موڪليو آهي بچي پوندو ۽ وري به انجي مدد سان وڃي مائٽن پيڙي ٿيندي مگر انجي نا اميديءَ جهڙي حالت ڏسي سندس ڇهه ئي ڇڄي پيا. دل جي ته اڳيئي قتيل هئي ويتر جو مصيبت تي مصيبت اچي ڪڙڪيس تنهن ته ڪيس آئي باقي زندگيءَ کان بيزار ڪري ڇڏيو. هڪ رڻ پٽ پيو رات جو وڪڙ. اونده انڌوڪار لڳي پئي آهي چوطرف گدڙن ۽ بگهڙن جون اوناڙون پيون پڌجن نڪو اوهي نڪو واهي. لاشن جو ڍير اڳيان پيو آهي. ههڙو هيبتناڪ نظارو جيڪر وڏي کان وڏي پهلوان جي دل کي به ڏهڪائي ڇڏي هيءَ وچاري اڪيلي اهلا استري ڪري سو ڪري ڇا؟ لاچار مٿ ڪيو وٺي انهي بيهوش جوان کي ڪپڙي سان واءُ ڪري ۽ منهن تي ڇنڊا هڻي ۽ وات ۾ پاڻي وجهي. دل کي روڪي ڪيترو روڪي. اندر جا اُڌما ڪي ٿا بس ڪن. سڏڪن تي سڏڪا وٺي پري. اکين مان پاڻي نيسارا ڪيو پيو وهي وات مان بي اختيار هي لفظ نڪري رهيا آهن. ”هي دين دهال! سون اياڻي رکيا تي دبا ڪر. هي دهاجي پرپو! سون اهلا کي رڻ ۾ نه رول. ديوي ماتا! تون پنهنجي پتريجي سهائتا نٿي ڪرين؟ نردئي ديوتاؤ! ڪٿي آهيو؟ اجان آڪاش ۾ ويٺا رهندو!“

هاشوڪ! سان ڪنهن به ڪم جي نه رهيس. متن مائٽن کان وڇڙيس! جيڏين سرتين کان ڌار ٿيس! اوچتوئي اوچتو اچي جهنگ جي مرن جو ڪاج ٿيس! هاءِ! هاءِ! جنهن کان وره وساير ڪشٽ ڪشالا ڪاليم، ڏک ڏولاوا سٺم، پچاڙيءَ ۾ انجو منهن ڏسڻ به نصيب نه ٿيو آهي! هيءَ وير جنهن هنن دشٽن کي ماري مات ڪيو ۽ مونکي انهن جي چنبي کان ڇڏايو سو به موڪلائي رهيو آهي اجهو تو پران تياڳي پوءِ آءُ اڪيلي ڇا ڪنديس؟ آپ گهات ڪنديس ۽ هن ڏکي جيوت کان مڪت ٿينديس“. هي وچاري انهن ئي خيالن ۾ محو هئي ۽

بدقسمتي تي رت روئــي رهي هئي. هن نوجوان جي منهن تي گرم گرم ڳوڙهن جي بارش ٿي ته اماڪ ڇرڪ ڀري اکيون هيٺ هوڏي نهارڻ لڳو ۽ ڪنڌ مٿي ڪري پاڻ سنڀالي هٿن تي ڏئي آهستي آهستي اٿي ويٺو.
هن غريب بيڪس عورت ڪي جو اوچتو ٿي اوچتو نا اميدي ۾ جو شعاع نظر آيو سو سرهائي ۽ وچان ٽپ ڏيئي اٿي ڪري ٿي. پٽ ڳاڏي ۾ سان وچايل سوڙ لاهي وڃڻ هي سيڙهي آٿي انجي کي ليڪ ڏنائين. تنهن ڪان پوء ڏاندن لاء ڪنيل جوئر جي سکل سان ڪجهه ڪانا تيلا ڪڍي انجي سامهون چقمق جي ذريعي روشن ڪيائين. سوجهري ٿيڻ شرط جئن انجي نظر نوجوان تي نـه رڙ نڪري ويس، دل زور زور سان دهڪڻ لڳس هٿن پيرن ۾ وني ويس ۽ ڪجهه دير تائين ته بالڪل بي حس و حرڪت انهي اڏي نهاريندي رهي. قريب هو ته هي نظارو انلاء شادي مرگ ٿئي. ٿوري دير ڪانپوء شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري پاڻ سنڀالي دل ۾ چوڻ لڳي ته "ڏٺي نه پلاڻي ته آهي ته اهو........ پر وري نه آهي ماڻهو ساڳين جهڙا گهڻا. مونکي ڏئي ته ته ڪٿين ٿيا پلا هن مهل هوڙي پيانڪ جهنگ ۾ ڪٿان اچي نڪتو؟ تهنجي بچائڻ لاء منهنجو سچو پريم ڪيس ڇڪي آيو؟ هي ۽ وچاري ٿي خيالن ۾ محو هئي ته اتري ۾ نوجوان ڪيس پريشان ڏسي ڏيڻ واسطي سائس هن طرح گفتگو شروع ڪئي.
شريف خاتون! توکي پنهنجي رفيقن جي مارجڻ تي ضرور ڏک ٿيو هوندو ۽ مونکي ٻڌ سخت افسوس آهي جو تنهنجا رفيق منهنجي هٿان قتل ٿي ويا. مگر توکي خبر آهي ته منهنجو ڪنهن به قسم جو قصور ڪونهي پهريائين پاڻ ٿي مونتي حملو ڪيو هئائون. بهرحال جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو ان تي ارمان

ڪرڻ اجايو آهي. توکي پنهنجي اڪيلائي تي فڪر ڪرڻ نہ گهرجي تو منهنجي جان بچائي آهي. آءٌ توسان وعدو ٿو ڪريان نہ آءٌ تنهنجي حفاظت ۾ پنهنجي جان بہ قربان ڪندس ۽ پنهنجو نهايت ضروري ڪم ميڙائي بہ هڪ سچي همدرد رفيق وانگر نهايت آرام سان توکي تنهنجي جاء تي پهچائيندس.

**خاتون-** ( شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري ) لک ٿورا سائين جا جنهن ڇهڙي اوکيء وقت ۾ منهنجي سهائتا لاء توهان جهڙي سورمي کي موڪليو نہ تہ هنن مون راڪشن جي هٿان مون آهلا جا الائي ڪهڙا حال ٿين ها.

**نوجوان-** ( حيران ٿي ) ڇا هي ڪمبخت تنهنجا دشمن هوا؟

**خاتون-** هائو. انهن ئي مون تہ مونکي رڻ ۾ روليو. مون سائين ڪان وڇوڙيو پياري سڪينہ ڪان ڌار ڪيو.

**نوجوان-** ( حيرت ۾ پڇي ) سڪينہ! ڪير؟ ( وري پاڻ سنڀالي ) تڏهن هي بدمعاش هوا. خدا پاڪ جو شڪر آهي جو انهن نالائقن جو منهنجي هٿان خاتمو ٿيو. مگر تون! ڀلاء تہ سهي هي هوا ڪير؟ تون انهن کي اڳ سڃاڻين يا نہ؟

**خاتون-** مان, هنن کي اڳ ڪونہ سڃاڻان. سندن چنبي ۾ ڦاسڻ ڪان پوء سو انهن جي پاڻ ۾ ڪيل ڳالهہ ٻولهہ مان هيترو پتو لڳم تہ لاشڪ هي آهي ساڪيا بدمعاش هوا جن توهان جي..........

**نوجوان-** ساڪيا بدمعاش! مان تہ سمجهي نٿو سگهان تہ هن ۾ ڪهڙو راز آهي خاتون ڏيج نہ. ڳالهہ ڪري ڪاٿي لہ وڃ. صاف طرح چئي ڏي. آءٌ توکي يقين ٿو ڏياريان تہ آءٌ هرگز احسان فراموش نہ ٿيندس ۽ پنهنجو وعدو ضرور پاڙيندس.

**خاتون-** ( ٿورو سوچي ) ڪريا ڪري پهريائين منهنجي هڪ شنڪا دور ڪريو پوء آءٌ توهانکي ساري ڳالهہ کولي ٻڌايان.

**نوجوان-** جلدي چؤ اها ڪهڙي شنڪا آهي؟

**خاتون-** (غور سان نهاري) توهان ڪير آهيو؟ ڪٿان ٿا اچو؟ هت ڪهڙي ڪم اچي نڪتا؟ توهانکي وڃڻو ڪيڏانهن آهي؟

**نوجوان-** (تعجب سان) شريف خاتون! انهيءَ ۾ تنهنجو ڪو مطلب؟

**خاتون-** (مرڪي) مطلب نه هجي ها ته وري پڇا ڇو ڪريان ها؟

**نوجوان-** جي هرو ڀرو تنهنجي مرضي آهي ته ٻڌ. آءٌ هڪ پرديسي مسافر آهيان. دل جي بيقراري مونکي هت آندو ۽ هينئر مونکي اوڏاهين وڃڻو پوندو جيڏانهن توکي وڃڻو آهي.

**خاتون-** (خوشي وچان ابهري ٿي) سڪينه ڀڻ ڏي؟

**نوجوان-** هائي تون ٻـ ٻڌاءِ ته ڪير آهين؟ تنهنجو نالو ڇـا آهي؟ ڪٿي جي ويٺل آهين؟ هـي بدمعاش ڪير هوا؟ تون انهن جي چنبي ۾ ڪٿان وچي ڦاٿينءَ؟

**خاتون-** آءٌ سڪينه ڀيڻ سان گـڏ رهندي آهيان اهـا مونکي جميله ڪري سڏيندي آهي.

**نوجوان-** ذري ذري سڪينه جو نالو پئي وٺين آخر اها آهي ڪير؟ مهرباني ڪري پنهنجي وعدي موجب سارو احوال کولي ٻڌاءِ.

**خاتون-** مار! ايتري ڀڪائي ڇو ته سڪينه ڀيڻ ڪي سڃاڻو ٿي ڪونه. آءٌ پنهنجو وچن تڏهـن پاڙينديس جڏهن اوهان ٻـ کولي کولي دل جو احوال ٻڌائيندا.

**نوجوان-** (کلي) تون تـه ڪا ڏاڍي چالاڪ عورت ٿي ڏسجين. خبر نه آهي ته هڪ پرديسي مسافر کي ههڙي طرح پريشان ڪرڻ ۾ تنهنجو ڪهڙو مقصد آهي.

**خاتون-** (ٺڏو ساه کڻي) چالاڪ هجان ها ته منهنجا ههڙا حال ٿين ها؟

**نوجوان-** ڀلا هي ته ٻڌاءِ تـه تو ڀيريائين ڪهڙي خيال سان مونکي ترار جـي نوڪ سان زخمي ڪيو ۽ ٻـوءِ وري ڪهڙي ارادي

سان منهنجي جان بخشي ڪئي؟ ڪاش هڪ دفعو وڏيڪ مونتي تلوار هلائين ها ۽ هميشه لاءِ منهنجي مصيبتن جو خاتمو ڪري ڇڏين ها؟

**خاتون-** پران ناٿ! ڇا ٿا چئو؟ ڇو ٿا مون اياڳي دکياري کي وڌيڪ ڏکويو. توهان تي تلوار هلايان ها تنهن کان ڇونہ پاڻ تي هلائي من دکي جيوت کان مڪت ٿيان ها. توهانکي جنهن مٿي ترار هنئي هئي انجي سسي اجها ڌڙ کان ڌار پئي آهي.

**نوجوان-** اوهو! تڏهن انهي ڪمبخت ۾ اجا جان هئي ۽ مون کان بيخبري ۾ وير وٺڻ تي چاهيائين. ڏاڍو ڪو رذيل آدمي هو. شريف ۽ بهادر دشمن جيڪر ڪڏهن بہ ائين نہ ڪري. بهرحال شريف خاتون! آءٌ تنهنجو نهايت مشڪور آهيان ۽ اميد تہ جيستائين جيئرو هوندس تيستائين تنهنجو احسان نہ وساريندس.

**خاتون-** احسان ڇاجو؟ احسان تہ پاڻ اوهان جو آهي جو هنن دشتن کي ناس ڪري منهنجي رکيا ڪئي اٿو.

**نوجوان-** ڪينہ تنهنجي ڀانهي آهي ڇا؟

**خاتون-** نہ سوامي نہ. سان سندس دامي (ٻانهي) آهيان (ٿورو مرڪي) توهين تہ انکي سڃاڻو ٿي ڪونہ پوءِ وري انجو پڇو ڇو ٿا؟

**نوجوان-** تو ذري انجو نالو پئي ورتو انهي ڪري تو کان پڇيم نہ تہ منهنجو ان سان ڪهڙو واسطو؟

**خاتون-** هائو. اوهانجو ان سان ڪو واسطو هجي ها تہ هيترو وقت ان کي وساري ٿي نہ وهو ها.

**نوجوان-** تنهنجي گفتگو مون کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. مهرباني ڪري کولي ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين؟ ۽ مونکي اڳي ڏٺو اٿئي ڇا؟

**خاتون-** پران آڌار! توهان پاڻ کي ڪيترو بہ لڪايو پر آئون اوهان

---

ڪي چڱي طرح سڃاڻان (ٿورو شرمائي) سڪينه ڀائي منهنجي
من جي مالڪ جي ڀيڻ آهي. هائي ته بس؟

**نوجوان-** (مرڪي) پرديسي مسافر ٻـ ڪـهن جي دل جو مالڪ
ٿي سگهي ٿو؟

**خاتون-** هائي اوهين ٻڌايو تـه ڪنهنجي دل ڪسي ايترو وقت ڪٿي
وڃي وبهي رهيا ۽ اڄ هتي ڪئن اوچتو ئي ارچتو اچي لڪتا؟
سڪينه ڀيڻ جي ٻ ڪا يادگيري هئي يا نه؟

**نوجوان-** منهنجي پياري محسنه! سڪينه ڀيڻ لاءِ ته هي سڀ مصيبتون
سهي رهيو آهيان. خدا جي واسطي جلدي جلدي ٻڌاءِ تـه انجو
ڇا حال آهي؟

**خاتون-** سڪينه ڀيڻ جڏهانڪر مون وٽ آئـي آهي تڏهانڪر ڪـس
ڪجهه ٻ تڪليف ڪانهي. باقي توهان لاءِ سو رات ڏينهن وبهي
ڪانگ اڏائي.

**نوجوان-** منهنجي پريشاني دور ڪرڻ لاءِ اڳو پوءِ ايترو ته ٻڌاءِ تـه
تنهنجو اصل نالو ڇا آهي؟ ڪنهنجي ڌيءَ آهين؟ هنن بدمعاشن
جي چنبي ۾ ڪيئن وڃي ڦاٿينءَ؟

**خاتون-** منهنجو نالـو سندري آهي. ديول بندر ۾ جيڪو سڀ کان
وڏو مندر آهـي انجي پوڄاريءَ جـي ڌيءَ آهيان. جنهن وقت
توهانجي جهازن کي هـي مٿا لٽي رهيا هئا ان وقت آءٌ پنهنجي
ٻن ساهيڙين سان ٻڙ جي وڻ جي اوٽ ۾ ويٺي هئس ۽ سارو قصو
پي ڏٺم. انهن ڏينهن سڀ قيدي راجا جي حڪم موجب منهنجي
پيءُ جي حوالي ڪيا ويا ته اهو ڪانئن پورهيو وٺي ۽ مٿن سخت
نظر رکي. مگـر پتاجي منهنجي چوڻ موجب سڀني کـي خوش
ٿو رکي ۽ ڪين ڪجهه ٻ تڪليف ڪان ٿـو ڏئي. سڪينه ڀائي
تـه مون سان گڏ رهي ٿـي. ليڪن ڏينهن وبهي ويٺي اچي مونجهه

نيسم ۽ هنيون سخت گهبرائڻ لڳو. انهي ڪري اڪيلي ٿي اڪيلي مندر جي اوله. واري دروازي ڪان نڪري سمنڊ جي ڪناري تي جتي اوهان جا جهاز ڦريا ويا هوا اچي ويٺس ۽ اوهان کي ياد ڪري ڀئي دل کي آنت ڏنم ته اوچتوئي اوچتو هي ٻئا اچي ڪڙڪيا ۽ منهنجو وات ٻڌي مونکي زوريءَ پنهنجي ٻوٽ ڪٺي ويا جتان وري هنن گاڏين ۾ سوار ڪري وٺي هن طرف روانا ٿيا. خبر ناهي ته سندن پروجن ( مطلب ) ڪهڙو هو؟

**نوجوان-** هنن جو ضرور ڪو منصوبو رٿيل هوندو. تو کي سندن گفتگو مان به پتو نه لڳو؟

**سندري-** جنهن مئي نهٽي آنتي توهان کي تاوار هنئي همي انکي سندس ٻوٽ جي مڪيءَ هڪ چٺي ڏني هئي جا ان ڪٺي پنهنجي پنهنجي پڳڙي ۾ ٻڌي هئي شايد ان مان ڪو پتو لڳي.

**نوجوان-** ان جي پڳڙي انيمي پئي هوندي. اٿي ڳولي وٺ.

**سندري-** ( پڳڙي ڪٺي ان مان چٺي ڪڍي ) اجها هيءَ چٺي! اجها هيءَ چٺي!!

**نوجوان-** ( چٺي وٺي کولي ) هيءَ ته، واڻڪن ۾ن اکرن ۾ لکيل آهي تون پڙهي سگهندينءَ؟

**سندري-** هائو. مونکي ڏيو.

انين چٺي چٺي وٺي پڙهڻ لڳي.

---

جي رام رام ست

جوڳ سري رام سهائتا ڪندو.

جي انيڪان اوپمان جوڳ سدا چاڪ پرسن هجو

گهٽي توڙي جيوو شريمان مهاراجا ڏاهر پاشت لکتم ديول بندر

منجهون پيرن نوڪر سمباجي واڇٽي. پرسنتا گهڻي ڪرڻي. جوڙ پرسن آنندي هجو. هڪ او ٻـرنت سماچار واڇڻو. ڦيري سڌ سماچار ترت ڏيوڻو. ڇني توهان جي ڀيتي توهـان لکيو ته سندري ٻائي ڏاڍ ۽ ڏمر سان پڪڙي هيڏي موڪلڻي. سوئي شربمان اوهـانجي آگيا انـوسار سندري ٻائي ڏاڍ ڏمـر سان پڪڙي ڇلن ڏهن جي هٿان موڪلي آهي سوئي ڀيتي تائـي سڌ سماچار ڏيوڻـو. ٻيو سک ٻيو ڪوئـي ڪاره هيڏانهن جو هجي اوس لکڻو.

ڇني لکي متي ڦاڳ تٿ ٢٠. سنبت و ڪرمي ٨٤٨

**نوجوان-** ( تعجب سان ) ڇا هن ۾ خود راجا ڏاهر جو هٿ آهي؟

**سندري-** انهيءَ ۾ ٻي جو هٿ نـه هجي ها ته هنن بدمعاشن جـي ڇا مجال هئي؟

**نوجوان-** آخر تـو انجو ڪهڙو گناه ڪيو آهي جـو هڙيءَ طرح توکي ٻانهن وٽ زوريءَ گهرايو اٿس؟

**سندري-** ( شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري ) مون ٻيو ته ڪو سندس گناه ڪونه ڪيو آهي باقي........

**نوجوان-** توکي ڪٿن ڏنائين؟

**سندري-** ديول بندر ۾ جڏهن آيو هو تڏهن مندر ۾ ٻـه آيو هو اتي مون کي ڏسي موهت ٿـي پيو. تنهن کان پوءِ منهنجي پتا کي ماڻتي لاءِ چوائـي موڪليائين. انجي دل جـي مرضي تـه ڪانه هئي مگر راجا جي ظلم جي خوف کان انجو چيو موٽائڻ به ڪيس ڏکيو ٿـي لڳو. لاچار مون سان ڳالهه ڪيائين. مون کي ڳالهه ٻڌڻ سان باه وٺي وئي ۽ پتا جن کي صاف طرح لچ لاهي ڇڏيم ته جي مون کي تنگ ڪندا تـه آپ گهات ڪندس. انهيءَ کان پوءِ پتاجي به صاف طرح انڪار ڪيو.

**نوجوان-** ( مرڪي ) سنڌ جي راڻي ٿيڻ کان انڪار ڪري سچ پچ اتي

تو وڏي غلطي ڪئي آهي. خواه مخواه پاڻ کي ۽ پنهنجي مٽن مائٽن کي تڪليف ۾ وڌئي.

سندري- واه سوامي واه! اوهين ۾ ائين ڏسا چئو دل هڪ آهي ۾ نه آهن. سنڌ جي راڻي ٿيڻ کان اوهان جي داسي ( ٻانهي ) ٿيڻ مون کي هزار ڀيرا وڌيڪ پسند آهي پوءِ ڀلي ته ڇا به ٿي پوي.

نوجوان- تو پنهنجي فيصلي تي غور ڪيو آهي ته انجو نتيجو ڇا نڪرندو؟

سندري- نتيجو ڪهڙو به نڪري.

نوجوان- چڱو و ڏسي ونبو. جيستائين منهنجي سسيءَ ۾ ساه آهي تيستائين خدا گهريو آهي ته توکي ڪنهن به قسم جي تڪليف نه پهچندي.

سندري- ( شرميلي اکين سان نهاري ٿورو مرڪي ) مون اوهان کي سڀئي احوال ٻڌايو هائي اوهين به پنهن جو پيرانتو احوال ڏيو.

نوجوان- هتان سڌ کن پند تي منهنجو قافلو لٿل آهي آءُ پنهنجي رفيقن کي ڪنهن به قسم جي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ گهمڻ جي ارادي سان عن طرف هليو آيس. هينئر هو مون کي ڳولي ڳولي ساڻا ٿي پيا هوندا. بهتر ٿيندو ته باه جو ڪو وڏو مچ ٻار ته انجي سوجهري تي هتي اچي نڪرن ۽ اسان کي پاڻ سان وٺي وڃن. اتي پهچي آرام سان هڪ ٻئي کي احوال ڏينداسين. سندري اٿي ۽ ڪاٺين سان گاه جا ۾ لي گڏا ڪيڻي وٺي انهن کي باه ڏنائين. سوجهري ٿيڻ شرط پري کان آواز بلند ٿيو "سعيد سعيد" انتري ۾ پنج جوان اچي پهتا ۽ سعيد کي هن حال ۾ ڏسي حيران ٿي ويا. آخر سعيد جي چوڻ موجب هنن پنهين کي گاڏيءَ ۾ ويهاري پنهنجي منزل تي وٺي ويا. جتي پهچي هڪ ٻئي کي سمورو احوال ڏنائون. سندريءَ کي سعيد جي

خيمي ۾ نهايت عزت ۽ آرام سان رهايو ويو. رات خير جي گذري صبح ٿيو سعيد کي البت سخت زخم پهتا هوا ۽ بدن مان خون گهڻي نڪرڻ سبب منجهس سفر ڪرڻ جي طاقت نه هئي انهي ڪري ٽن ڏينهن تائين اتي رهي پيا. تنهن کان پوء سعيد ڏه چونڊ نوجوان ساڻ ڪري سندريءَ کي ديول بندر ۾ پڻس وٽ پهچائڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ باقي رفيقن کي اتي ئي ڇڏيائين ته يلي آرام ڪن. ٻن ڏينهن کان پوء شام جي وقت ديول بندر ۾ پهتا. سعيد پنهنجي رفيقن کي شهر کان ٻاهر هڪ ميدان ۾ رهڻ جو حڪم ڏئي پاڻ هندڪو لباس ڍڪي سج لٿي کان پوء گهانيءَ منهن اونداهي مهل سندري سميت شهر ۾ داخل ٿيو ۽ ٻاهران سڌو مندر ۾ آيو. مندر ۾ سندريءَ جي اوچتو گم ٿي وڃڻ سبب ماتم متو پيو هو ۽ ڪنهن به قسم جي هلچل ڪانه هئي. پنڊت انهي غم ۾ ڪتا ڪرڻ بـ بند ڪري ڇڏي هئي. سندري مندر ۾ پهچڻ شرط سڌو پنهنجي پيءُ وٽ آئي ۽ ان کي پنهنجي گم ٿيڻ جو مختصر احوال ٻڌائي ساڻس عن مهمان جي واقفيت ڪرائي. تنهن کان پوء سعيد کي ساڻ ڪري سڪينه وٽ وئي. ورهن جي وڇڙيل پاءُ ڀيڻ جي ملاقات جو احوال نهايت درد انگيز آهي. قلم کي طاقت نه آهي جو لکي سگهي. سعيد ٻي ڏينهن اتي رهيو سندري ۽ پنڊت سان مستقبل جي متعلق ضروري صلاح مشوري ڪرڻ بعد ڀيڻ ۽ سيني عزيزن کان موڪلائي ساڳي طرح لڪي ڇپي شهر کان ٻاهر پنهنجن رفيقن وٽ آيو ۽ انهنکي ساڻ ڪري ٻن ڏينهن جي لڳولڳ مسافريءَ بعد پنهنجي منزل تي پهتو. جتان هڪ ڏينهن جي آرام ڪرڻ بعد اروڙ روانو ٿيو. سندري انجي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون گهرندي رهي ۽ سعيد هزارها امنگون سيني ۾ سانڍي راجا ڏاهر ڏي خليفي جو خط کڻي روانو ٿيو. ڏسجي ته اڳتي هلي قدرت ڪهڙو ٿي تماشو ڏيکاري.

# خواب وصل

## ( ١٣ )

بهار جي موسم چوڏهينءَ جي رات آهي. چوڏس چانڊاڻ لڳي پئي آهي. تارن عجيب ڇهچٽو لائي ڇڏيو آهي. چنڊ ٽڪل مسافر وانگر آهستي آهستي پنهنجي منزل ڏانهن رڙهي رهيو آهي. ڏکڻ ڏيهي کليو آهي. ٿڌي ٿڌي دل وٺندڙ هير پئي لڳي. بهار جي بهاري، سهائي رات، تارن جي جڳ مڳ، چوڏهينءَ جي چنڊ آسمان جي دلڪش دلغريب نظارن هڪ اهڙو عجيب لطف پيدا ڪري وڌو آهي جو انسان ڪيترو ئي ڏکن جو ماريل، سورن جو ستايل هجي ته به هڪ واري سندس روح کي راحت اچي وڃي. اڌ رات لڙي چڪي آهي هرهڪ ننڍو خواه وڏو امير خواه غريب پنهنجي پنهنجي جاءِ تي آرامي آهي. مگر افسوس "راجڪماري ٻائي" جي نيڻن کي ننڊ ڪاٿي. سندس آرام حرام ٿي ويو آهي. پاڻ جهڙي طرح سونهن سوڀيا جي ڪري ساکيات پدمڻي هئي اهڙي طرح سرشت سڀاءَ، گڻ، ڪرم، ست ۽ سيل ۾ سچ پچ سيتا جون سڪون ٿي لاٿائين ان کي ڪڏهن به ڪوسو واءُ نه لڳو هو ۽ ڏکيو ڏينهن نه ڏٺو هوائين. سندس چهرو سدائين گلاب جي گل جان پئي ٻهڪيو. اڄ اوچتو ئي اوچتو سندس نازڪ دل کي ڪا اهڙي چوٽ لڳي وئي آهي جنهن ڪل خوشي، ڪاڏو پيتو ۽ ننڊ سڀ ڪجهه وه ڪري ڇڏيا اٿس. شاهي محلات ۾ اترئين پاسي اڱڻ ۾ هڪ پلنگ تي ليٽي پئي آهي. اکيون چنڊ ۾ اٿس ۽ تارا پئي ڳڻي ڪڏهن اوباسيون ڏئي ڪر پيجي اٿي ويهي رهي ٿي ته ڪڏهن ليٽيو پوي. طرح طرح جا خيال ڪيس رکي رکي پريشان ڪن ٿا ڪنهن مهل سندس منهن غم کان اداس پيو ڏسجي ته ڪنهن مهل خوشيءَ کان سندس چهرو چنڊ وانگر چمڪي رهيو آهي. ڪنهن مهل وري غصي کان سندس

منهن امڙو لال ٿيو وڃي جو ڇڻ ته ڪنهن ناري وانگر پنهنجي ڪومل ( نازڪ ) هٿن سان ڪنهن شترو ( دشمن ) جو گلو گهٽي رهي آهي. انهيءَ بيقراري جي حالت ۾ سندس واتان هي لفظ نڪري رهيا آهن ”آه! هي پورنماسي چنڊ جهڙي طرح تارن جي وچ ۾ سونهين ٿو امڙي طرح آءٌ به جيڏهن سرتين ۾ سونهيس ٿي. بسنت ڪماري، اندرا، ڪملا، جانڪي ۽ موهني بالڪ اوستا ڪانوئي جوان ٿيڻ تائين مون سان گڏ رهيون ۽ هڪ پل به مونکان پاسي نه ٿينديون هيون. سندن مون ڪانسواءِ نه سرندي هئي ۽ منهنجي انهن ڪانسواءِ. سارو ڏينهن راند روند ۽ کل خوشيءَ ۾ گذرندو هو. رسندي هيس ته پرچائينديون هيون ڪاوڙبي هيس ته کلائينديون هيون اهڙيءَ ٿيندي هيس ته وندرائينديون هيون. آه! هي وڃي هينئر ٻن جون ٿيون منهنجي انهن کي يادگيري به ڪانهي. ڇگو ٿيو پاڻ واريون هيون سوبل ٿي وڃي شينهن کلهي چڙهيون هينئر اهي ور سهاڳڻيون آهن. ١٥-١٦ ورهن جو زمانو، جوانيءَ جون راتيون، مرادن جا ڏينهن، بسنت ڪماري، جانڪي ۽ اندرا کي اميدواري آهي. ڪملا ۽ ڪماري جنهن وقت پنهنجي ڪکن کي ڪڏائي کڻي چاتيءَ سان لائين ٿيون انوقت کين ڪهڙو نه آنند ايندو هوندو. پنهنجي گود ۾ ننڍڙو سندر بالڪ ڏسي انهن جون اکيون ٺري پونديون هونديون. آه! سيائن سچ چيو آهي ته راجائن جي گهر سچو سک ڪونهي. اج آءٌ اڪيلي آهيان، اڪيلي آهيان، اداس آهيان. مگر آه! اج ڪوئي ڪونهي جو منهنجي ڏک ۾ پائيوار ٿئي منهنجي من کي آٿت ڏئي“. توري دير ڪانپوءِ هٿن چوڻ لڳي. ”هان! ڪلهه ماسي ”چندرا“ مونسان ڪهڙي ڳالهه ڪئي! جي تون سنڌ جي راڻي ٿيندين ته سنڌ جي راڻي! سنڌ جي راڻي پلا مان ڪهڙي طرح ٿي سگهنديس ماسي ڪان اها ڳالهه. پڇيم ته چيائين ”وڏن وڏن جوتشين تنهنجي چلي ڏسي هيءَ اڳڪٿي ڪئي آهي ته تنهنجو ور اهو ٿيندو جيڪو

ساري سنڌ جو راجا ٿيندو" منهنجو ور ساري سنڌ جو راجا ٿيندو! ساري
سنڌ جو راجا ته منهنجو ڀاءُ آهي انجي هٿان راڄ ويندو ڇا؟ نه نه انجي
هٿان راڄ ڪٿي ويندو؟ جوتشين جو چوڻ آهي ته مونکي اروڙ کان
ٻاهر پير رکڻو ڪونهي. ماسيءَ جي انهيءَ ڳالهه، مون کي وچار ۾
وجهي ڇڏيو آهي. مون کي اروڙ کان ٻاهر به وڃڻو ڪونهي ۽ منهنجي
ڀاءُ جي هٿان راڄ به وڃڻو ڪونهي ته پوءِ وري منهنجو ور سنڌ جو
راجا ڪيئن ٿي سگهندو؟ ماسيءَ کان وڌيڪ پڇيم ته چيائين ته مهاراجا
ڏاهر کي به انهيءَ ڳالهه جو ڏاڍو وچار ٿي پيو آهي. ان ساري سنڌ
جا جوتشي گهرايا آهن جيڪڏهن انهن سڀني پنڊتن اٿن چيو ته پوءِ
راڄ ڀاڳ جي سلامتي لاءِ توهان وواهه ڪندو. هيءُ ڪهڙو ڪياءِ،
ڀاءُ ڀيڻ جو ڪهڙي ريت سنبنڌ ٿيندو؟ ويد آڏي شاسترن ۾ اهڙي
موڪل ڪاٿي؟ ساري سنسار ۾ ڪڏهن ڪو اهڙو ڪڏو ڪم به ٿيو
آهي! ماسيءَ چيو ته پنڊتن ۽ سڀني وزيرن جو چوڻ آهي ته راجا ڀڳوان
سمان آهي ان لاءِ ڌرم ۽ نيتيءَ جو ٻنڌڻ ڪونهي مونکي ان مان شڪ
پوي ٿو ته انهيءَ ۾ خود راجا جو هٿ آهي ۽ پنڊتن کي چئي اهڙي
اڳڪٿي ڪرائي اٿس. آه! ڪام ڪروڌ لوڀ موهه انجون اکيون بند
ڪري ڇڏيون آهن. ڪيس اها به سڌ نه رهي آهي ته پرماتما اهڙي اپوتر
۽ ملين ڪم تي ڪوپ ٿيندو ۽ ماڻهو ڦٽڪار وجهندا سچ آهي ته
"وناش ڪالي وپريت ٻڌي." جڏهن ڪنهن جي ڪسندي آهي ته
انجي مت مارجي ويندي آهي ۽ انڌو ٿي اهڙا ڪم ڪندو آهي جنهن
مان سندس ڪل جو ناس ٿيڻو آهي. هن مهل تائين ان دراچاريءَ
سوين سريشٽ نارين جا ست لوڙيا آهن. پٽ رائين کان سواءِ ڪيترين
ڪنيائون زوريءَ آڻي بند ڪيون اٿس ته به اڃا تائين وشيءَ واسنا مان
ڍاپي نٿو. هينئر سڳيءَ ڀيڻ ۾ به اک وڌي اٿس. انجو ڀاڳ اڃي ڦٽو
آهي ۽ راڄ انجي هٿان وڃڻو آهي. جيڪڏهن جوتشين جي اڳڪٿي

سچي آهي ته ضرور ڪو ڌرم وير نياءَ ڪاري راجا ڪاهي ايندو ۽ هن دشٽ مهاپاپيءَ کي ماري مات ڪري ڌرم راڄ اسٿاپن ڪندو ۽ مونکي پنهنجي پياري راڻي بڻائيندو. آه! اهو وقت به ڪهڙو نه عجيب ٿيندو. جيڏهن سرتين ۾ مرڪنديس. سنڌ جي راڄڌانيءَ جي مالڪ ٿينديس ۽ ڪيترن ئي ابلائن دکيائن جا دک نوورت ڪنديس". (وري ٿورو سوچي) پر "جيستائين اهو وقت اچي ئي اچي تيستائين منهنجي دردشا ڪهڙي ٿيندي؟ سنڌ جا پنڊت ڪڏ ٿيندا. اهي ارداس ۽ ڏکڻا جي لالچ تي اهوئي چوندا جيڪي هتي جا پنڊت چوندا آه! انوقت آءٌ نبل ناري ڇا ڪري سگهنديس. ڪير مونکي هن دشٽ جي هٿان بچائيندو؟ ڪير مون دکيا تي ديا ڪندو؟ ڪير مون اٻلا استريءَ لاءِ پانڪي جوڪي ۾ وجهندو ۽ منهنجي سهائتا ڪندو؟ هئي! جڳت جنني جڳت جي ماتا! تو دروپديءَ جي لڄ پري سڀا اندر قائم رکي. تنهنجي ديا سان سيتا دشٽ راوڻ جي ڇنبي ۾ رهي به ست ڌرم پالن ڪيو. هئي ماتا؟ تون منهنجي لڄ به رک. هئي! ست سروپ سوامي نارائڻ! آءٌ تنهنجي چرڻن ۾ سر جهڪايان ٿي. تون مونکي هن راوڻ روپي دشٽ جي ڇنبي مان ڇڏاءِ. هئي! ردر سروپ دشٽن کي ڏنڊ ڏيڻ وارا! آڌرمين جي ناس ڪرڻ وارا! تون پنهنجي ديا سان مون نبل ناريءَ جي ڪومل هٿن ۾ اها سگهه ڏي جنهن سان آءٌ پنهنجي شترو (دشمن) جو گلو گهٽي پنهنجي سيل ۽ ست جي رکيا ڪري سگهان. هئي! سرو گياني انتر جامي! راجا کي چڱي مت ڏي ته هو تنهنجي ڏنل راڄ کي چڱي ريت هلائي ۽ ڪنياءَ ۽ ڪڪرم نه ڪري. پر جيڪڏهن تون انتي ڪوپ (ناراض) ٿيو آهين ۽ سندس هٿان راڄ ڪسي ئي ڪنهن نياءَ ڪاري ڌرماتما کي ڏيڻ چاهين ٿو ته پوءِ دير نه ڪر. هئي ڇائي ڇائڻ هارا! جيڪڏهن پنڊتن جي اڳڪٿي سچي آهي ۽ ڌرم وير منهنجو گهوٽ ٿيڻ وارو آهي ته ديا پالي سپني ۾ مون کي انجو درشن ڏي ته انجو

تيجوان ۽ پرجلال چهرو ڏسي منهنجون اکيون ٺڏيون ٿين ۽ منهنجي من کي آنند پراپت ٿئي. هئي! ديوتائن ديا سروپ ديا جا ڀنڊار مون دکيا ابلا استري تي ديا ڪر ۽ انکي منهنجي سهائتا لاءِ سگهو موڪل".

اهي خيال پچائيندي آخر سندس اک لڳي وئي. خواب ۾ ڇا ٿي ڏسي ته هڪڙو سهڻو قداور نوجوان سندس اڳيان بيٺو آهي. انجي منهن جو تجلو اهڙو آهي جهڙو چندرما جو. اکيون وڏيون جن مان تيج ۽ جلال ظاهر آهي. پيشاني ڪشادي چهرو ڪاٺيل اڙول مکڙيءَ جهڙو، وار ڪارا جهڙا ڀنور، ڀر ٻين سورمن وانگر ڪنن تائين رکيل، رنگ صاف، بيهڪ شاندار، بت پروڙ ۽ مضبوط. سفيد پوشاڪ، ڪمر ۾ تلوار. مطلب ته هرطرح سوڌو ۽ ٺاهوڪو جوان آهي ۽ ڏاهنس نهاري چپن ۾ مرڪي رهيو آهي. ٻئي ڀيرائين ته هڪي ٻڪي ٿيا ٻر آخر ٻاڻ سنڀالي هيئين طرح گفتگو شروع ڪيائين.

راجڪماري- توهان ڪير آهيو ۽ هتي ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟

نوجوان- تو هيئنر جنهنکي سهائتا لاءِ پئي سڏيو اهو تنهنجي سهائتا لاءِ اچي حاضر ٿيو آهي.

راجڪماري- آها! توهان آهيو. ڀلي آيا. جيءَ آيا. نچ آيا. لک ڀورا سائين جا، جنهن منهنجو سڏ سڻيو ۽ توهان کي منهنجي سهائتا لاءِ موڪليائين. اچو ( پلنگ تي هٿ وڇائي ) هن تي وهو.

نوجوان- نه ديوي نه. وهڻ جو وقت ڪونهي. ضروري ڪم ڇڏي آيو آهيان تنهنجي داتهن منهنجي دل کي بيقرار ڪري ڇڏيو آهي. لاچار تنهنجي دلداري ڏيڻ لاءِ هليو آيس.

راجڪماري- پر تڏهن به وهو. ٿورو آرام ڪريو. ڀلي ڀر هليا ويندؤ ڇا؟

نوجوان- آءُ جيترو وقت هتي ترسندس اوترو وقت تنهنجي ڪم کي دير ٿيندي.

راجڪماري- دير ته ٿي سهي پر وهڙ ضرور پرماتما توهانکي منهنجي پاڪڻ آندو آهي. هينئر وڃڻا ڪيڏانهن (پانهن ڪان وٺي ڇڪي) هائي ته وڃڻا.

نوجوان- ( مرڪي ) جيڪا تنهنجي مرضي.

راجڪماري- (پرسان ويهي) منهنجي هن حال جي توهانکي ڪنهن سڌ ڏني.

نوجوان- اڄ رات گهريءَ ننڊ ۾ ستو پيو هوس. پانيان ٿو ته هي ساڳيو وقت هو اوچتو ٿي هڪ آڪاش واڻي ( غيبي آواز ) جو ڪن تي پرلاءِ پيم ته "اٿ، ننڊ ڇڏ، هو آواز ٻڌ، ڏس، هڪ مظلوم آبلا استري توکي سهائتا لاءِ سڏي رهي آهي. هان! هي نوج ساڻ ڪر، ۽ هڪدم انجي مدد لاءِ روانو ٿيءُ. بس اهترو ٻڌڻ تي چرڪ پري اکيون پٽيم ۽ پاڻکي تنهنجي اڳيان بيٺل ڏٺم. هائي جلدي چؤ ته تنهنجو ڪهڙو ڪم آهي؟

راجڪماري- بيشڪ دلين کي دلين سان واٽ آهي. منهنجو ڪهڙو ڪم آهي اهو اوهين چاڻو ٿا. پرماتما اوهانکي اڳيئي منهنجي حال کان واقف ڪري ڇڏيو آهي ( نوجوان جو هٿ پنهنجي هٿ تي رکي) بس مونکي هن اڌرمي دشٽ جي چنبي مان ڇڏايو ۽ سچ پچ سنڌ جي راڻي.........

نوجوان- رک خدا تي. اهو سڀ چڱي ڪندو آءٌ هينئر وڃان ٿو. نوج منهنجي انتظار ۾ هوندي. اميد ته سگهوئي دل جا مطلب پورا ٿيندا ۽ هميشه گڏ گذاريندا سين. پر هڪڙي ڳالهه ياد رکج صبر ۾ اسانجي ڪاميابي آهي. انبن نه ٿيي جو اپهرائي ۾ ڪو اهڙو ڪم ڪري وهين جنهن سان فائدي جي بدران نقصان پهچي. "صبر جنجو سير تير نه ڪسي تنجو". چڱو هائي خداحافظ.

ائين چئي نوجوان ٽپ ڏئي اٿي کڙو ٿيو ۽ راجڪماري سندس دامن ۾ چنبڙي اکين ۾ ڳاڙهي آڻي چوڻ لڳي ته "پران ناٿ! پران ناٿ! ٿورو ترسو ته سهي. ڳالهه ته ٻڌو". هي ٻئي عاشق و معشوق اهڙيءَطرح راز و نياز جي ڳالهين ۾ مشغول هوا ته اهتري ۾ اهو آواز ٿيو ته:-

"اڙي نينگر توسان آهي خير. سورج نارائڻ ڪيترو مٿي چڙهي آيو آهي. تون اجا ستي پئي آهين. سنان جي مهل اچي پري آهي. اٿ. اٿ".

راجڪماري اهو آواز ٻڌي جاڳي پئي ۽ اکيون مهٽي اٿي ۽ چوڻ لڳي ته ماسي! منهنجي هينئر اک لڳي هئي ڇو جاڳائي مون لاءِ کهڙو کم سيڙيو پيو هو؟ ائين چئي مٿي کي هٿ ڏئي خواب کي ياد ڪري رئڻ لڳي. چندرا سندس دامي هئي مگر ننڍي کان وٺي آن کيس ڀاليو نپايو هو انهي ڪري کيس ماسي ڪري سڏيندي هئي ۽ اها به کيس پنهنجي اولاد کان وڌيڪ گهرندي هئي. ان ڀوڙي اچي کيس ڳراٽڙي پاتي ۽ دلداري ڏني. چندرا کي ساري خبر هئي ته راجڪماري ٻائي جي دل کي ڪهڙي ڳالهه صدمو پهچايو آهي انهيءَ ڪري سندس ڳوڙها اگهي کيس چيائين ته "امڙ! تون خيال نه ڪر. آءٌ جوڳو بندوبست ٿي ڪريان اميد ته ڪوبه ڪم تنهنجي مرضي جي برخلاف نه ٿيندو." راجڪماري ٻائي جي دل کي راتوڪي خواب ڪجهه آٿت ڏنو هو ۽ خاص ڪري نوجوان جا هي لفظ کيس ياد هوا ته "صبر جن جو سير تير نه ڪسي تن جو". انهي ڪري منهن اگهي سلڪ ڪري ويٺي. مگر ٿوري دير ڪانپوءِ وري الائي ڪهڙو ڀور اچي پس جو سرد آه ڀري چوڻ لڳي "دل جي اندر دل ۾ رهي دلدار هئي ويندو رهيو." هاءِ مون ان کان نالو نشان به نه پڇيو. من انجو نالو وٺيو ويٺي دل کي پرچايان ها. ماسيءَ کي الائي ڪهڙي وٺ اچي لڳي جو مونکي اهڙي جاڳاياءِين. بس منهنجا نصيب! هاءِ ڪيئن

ڪرمان ڪاڏي وڃان! ڪوبہ حال ڏاڻي ڪونهي.٭ راجڪماري ٻائي انهن ئي خيالن ۾ غرق رهي ۽ زبان حال سان بار بار هي بيت ڏهندي رهي:-

راڻو ڏهو رات ڪا ڳجهي ڳالهہ ڪري
سرتيون سوڍي ري هڏ نہ ساه سري
ويهي سان وري آءٌ آسائتي آهيان



# آپ گهاتا مهاپاپ

## ( ١٤ )

شام جو وقت آهي سج لهڻ ۾ باقي ڪا ٿوري دير آهي. پکي پکڻ واهرو ڪري رهيا آهن. ڪوسي ڪاري ۽ ڪامبي ماڻهو جيڪي شهر کان ٻاهر ڪم ڪار لاء ويل هوا اهي سڀ پنهنجي گهرن ڏي موٽي رهيا آهن. شهر جي دروازن بند ٿيڻ ۾ باقي ڪا ٿوري دير آهي. اروڙ جي شهر ۾ شاهي محلات جي دروازي وٽ دهان جو ڳاهو لڳو پيو آهي شهنائي ( شرنائي ) جي شور آسمان مٿي تي کڻي ڏنو آهي. چونڪ خاص طرح جهنڊين سان سينگاريل آهي. بازار طرح طرح جي بتين سان ٻهڪي رهي آهي. ماڻهن جي غير معمولي آمدرفت هڪ عجيب چهچٽو لڳائي ڇڏيو آهي. شهر جي خوبصورتي ۽ رونق ڏسي اهوئي خيال ٿيو ٿي ته اسين هن دنيا جي رواجي شهر نه بلڪ پرميشور جي اننت رچنا شڪتي جو هڪ وڏو مثال ڏسي رهيا آهيون. هن سندر موقعي تي جيترقدر شور ۽ غرغاء آهي اوترقدر ماڻهن ۾ خوشي ڪانه ٿي ڏسجي. جدا جدا هنڌن تي ماڻهو ڪنا تي پاڻ ۾ سرپٽ ڪري رهيا آهن. ڪنهن ڪنهن جي منهن مان ناراضگيء جا آثار ظاهر آهن ته ڪو وري غصي وچان ڏند ڪرٽي رهيو آهي. ڪو ماڻهو اهڙي ڪڪرم تي ڌڪار جهڙا شبد ٻولي رهيو آهي. ڪو ماڻهو انجي وات تي هٿ رکي شانتي شانتي چئي رهيو آهي. مطلب ته ماڻهن ۾ عجيب چوٻولو لڳو پيو آهي. مگر مصلحت وقت جو خيال ڪري سڀ ماڻهو ماٺ ۾ آهن. هڪ طرف شهر جو اهو حال آهي ته ٻئي طرف شهر کان اولهه پاسي درياه شاه جي ڪپ تي هڪ سندر استري غم جي درياه ۾ غرق نظر اچي رهي آهي. سندس سندر صورت من موهڻي مورت وچتر وسترن ۽ شاهاڻي چال سان انبن پيو ڏسڻ ۾ اچي

نہ ھوءِ کھن رواجي امير يا سيٺ جي نہ بلڪ شاھي محل جي استري آھي، پر ڪھڙو سبب آھي جو اڄ ھھڙي شب موقعي تي بہ انجي منھن مان اداسائيءَ ۽ پريشانيءَ جا آثار ظاھر آھن؟

آھا جوان استري ڏيري ڏيري مھران جي ڪپ تـي ڪجھہ پنڌ ڪري ھڪ وڏي پٿر وٽ پھچي ويھي رھي ۽ ڪجھ وقت تائين غم جي درياءَ ۾ غوطا کائي سورج پڄوان ڏي نھاري چـوڻ لڳي آہ! ويچاري سورج جي جيوت باقي ڪا ٿوري وڃي بچي آھي. ڪن پل ۾ ھو آسٽ ٿي ويندو، پوءِ چئني پـاسي اونده انڌوڪار ٿي ويندي. ننڍا ننڍا تـارا جي ان جي اڳيان ڪنڌ کڻي نہ ٿي سگھيا اھي بہ نڪري نروار ٿيندا ۽ مٿس کلون ڪندا. آہ! منھنجو سورج روپي سرپر بہ کھڙي ڪن اندر نشٽ ٿـي ويندو، منھنجي مـاتا ۽ ساھيڙين اڳيان اونده انڌوڪار ٿـي ويندي، جيڪي منھنجون داسيون بہ نہ سونھن اھي دنيا ۾ مرڪنديون. ھي سورج! تنھن تيج ۽ تنھن آشـا جي ورڪا ڪندڙ. ھي سورج سيٺي وري تيج سان چمڪڻ لڳندو پـر منھنجو ھـي تيجوان سـورج وري ڪڏھن بہ نہ چمڪندو، پران نـاٿ! مون اياڳي ڪي اوھان بہ نہ وري منھن ڏيکاريو ۽ نڪي نيابو سنھيو موڪليو. ھن سنڪٽ سمي اوھان منھنجي سھائتا نہ ڪئي نہ پـوءِ ڪڏھن ڪندا. آہ! مون ڪـي اوھان پنھنجو پتو پار ڏنو ھجي ھا نہ بہ اوھان ڪي ڏوري ڏسان ھا! شڌ پريم ۽ پوتر ڌرم جو ڏيان ڌري مون ھيترا ڏينھن اوھان لاءِ واجھايو، مـگر اوھان ورڻ جي وات نہ واري ھاڻي اڃي ڇـا ڪندا؟ آہ! جنھن ڪاڻ مياس سي ڪانڌي بہ ڪين ٿيام. ڪالي ديوي! مـان تنھنجي شرڻ ۾ آئي آھيان. ڇا تو ڪي بہ ديا ڪا نہ ٿي اچي؟ ديوي ماتا! مون سمجھيو ھـو نہ تـون جوڙي پـاھران پنيڪر ( خوفناڪ ) آھين تھڙي ٿـي اندر جـي ڪومل ۽ ديـاوان آھين. تـھن جـي ھڪ پـتريءَ ڪـي ھڪ راڻي روپـي دشٽ وشيءَ واشنا ۾ ڦـاسي ھن رت پٽ ڪرڻ

ڪهڙي ۽ نون رنگ وٺي ڏسڻ! آه! تنهنجو هردو ڀتر جو آهي. توکي به ڪٺل ڪانه ٿي ٻوي. ڇا ديوي! سون ڀاڳ جو آڌار ڪرڻ تو لاءِ ڏکيو آهي؟ هٺي! ٻتر هردي ديوي! شايد تو ۾ دڀا جو انگ ٿي ڪونهي تون ٻتڻ جو آڌار ڪٿڻ ڪندي هونديءَ؟ دياليءَ پريوا سون اڄتائين جيڪي ونتيون ڪيون آهن ڇا انهن جو هيءَ ڦل ملندو؟ هٺي اهل ڪروا آڌار ڪروا توهان به منهنجي سهائتا نه ڪندا؟ هي ڀتت اڌار ديڻ ديال پريوا سون ڪي ڌرم پرشٽ ٿيڻ کان بچاءِ! هي ردر سروپ دشٽن کي ڏنڊ ڏيڻ وارا اڌرسن کي ناس ڪرڻ وارا نيا ڪاري پرماتما! تون نياءُ ڪر ۽ هن راوڻ روپي دشٽ کي نشٽ ڪر ۽ سون کي ان جي چنبي مان ڇڏاءِ.

ديوين ۽ ديوتائن کي هن ريت پرارٿنا ڪندي ان جوان استريءَ جي نيترن مان نار وهي رهيا هوا ۽ اوڇنگارون ڏئي زارون زار روئي رهي هئي. آخر رئندي رڙندي ڀاڪاريندي ڀاڏائيندي باڪل خاموش ٿي وئي. ڪجھ وقت تائين دل ئي دل ۾ سوچڻ کان پوءِ ڪا هڪ ان جي حالت ڦري وئي هينئر ان جي چهري تي غم جو نشان به نه رهيو هو ۽ پنهنجي ڪيل فيصلي تي بالڪل خوش ٿي ڏسڻ ۾ آئي. درد حدکان حد کان لنگهي ويندو آهي ته خود ئي دوا بنجي ويندو آهي. امالڪ لپ ڏئي اٿي ڪڙي ٿي ۽ هڏي هوڏي نهاري اروڙ جي شهر تي آخري نظر وجهي چوڻ لڳي ته ”اڄ دريا شاه زور آهي برهڻ پر ڪيڏيون نه وڏيون وڏيون پرهون ڏئي رهيو آهي. سندس سير ڪهڙي نه تکي ٿي وهي. ان جو ڀنڪر [1]خوفناڪ) آواز ۽ پرين جو ڏڪو دل کي ڪهڙو نه ٻوڙي ٿو ڇڏي ته دريا شاه جي اڄ سون سان ڀورن سهانوتي [1]همدردي) آهي ۽ منهنجا ڏک نورت ڪرڻ لاءِ مونکي پاڻ ڏي سڏي رهيو آهي. بس هڙي جيڪي کان مرڻ چڱو آهي. دريا شاه سان تنهنجي شرڻ ۾ اچان ٿي سون کي پنهنجي گود ۾ جاءِ ڏج ۽ هن

دورنگي دنيا جي ڏکن کان مونکي هميشه جي لاءِ آزاد ڪري ڇڏ.
هن کان پوءِ اکيون ٻوري هٿ جوڙي هيٺيان لفظ چوندي وئي دريا شاهه
۾ ٽپو ڏنائين. "هئي! شانتيءَ جي ڏيهه وارا جل سروپ ايشورا! جيئن
هيءَ پراڪرت جل تتل ٿيئي ٿي تيئن ڪري تون منهنجي هردي
کي پوتر ۽ شانت ڪر."

اروڙ کان هيٺ ٻن ميلن پنڌ تي درياهه جي ڪپ تي اوچتو هڪ
قافلو اچي لٿو هو. ڪي ماڻهو ان وقت درياهه ۾ سنان ڪري رهيا هوا.
انهن مان هڪ نوجوان کي ٻيري کان هڪ لاش لڙهندو نظر آيو ۽
ان پنهنجي دوستن کي هڪل ڪري انهنجي مدد سان ان کي ڪڍي
ٻاهر ڪيو. لاش ۾ آثار حيات موجود هوا. انهي ڪري ان جي پاڻي
ڪڍڻ ۽ مصنوعي تنفس جاري ڪرڻ لاءِ ضروري تدبير ڪئي وئي.
ٻن ڪلاڪن جي لڳو لڳ ڪوشش ڪانپوءِ ان ساهه کنيو انڪانپوءِ ان
کي نڪ ۾ ناس جي چپٽي ڏني وئي جنهن تي ٻه ڇڪون ڏيڻ کانپوءِ
انکي هوش آيو ۽ اکيون پٽيائين. تنهن کانپوءِ انجي بدن گرم ڪرڻ جي
مناسب تجويز ڪئي وئي ۽ گرم گرم قهوه جي پيالي انکي پياري وئي.
فرض ته چئن ڪلاڪن جي عرصي ۾ ان کي پورو پورو هوش آيو ۽
ڳالهائڻ ٻولهائڻ جهڙي ٿي. پاڻ ڪهڙي ارادي سان پاڻ کي درياهه ۾
ڦٽو ڪيو هئائين، ۽ وري ڪهڙي طرح بچي وئي ان تي غور ڪرڻ
سان هن خيال ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ته ڪيس اڃا ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو
آهي. ٿوري وقت تائين بلڪل خاموش رهڻ بعد پنهنجي جان بچائيندڙ
ڏي نهاري ان کي مخاطب ٿي چيائين ته:-

راجڪماري- اوهان هن دکيا کي وڏيڪ ڏکن ڏسڻ لاءِ بچائڻ ۾
جيڪا تڪليف ورتي آهي تنهن لاءِ مان توهانجا ٿورا ٿي مڃان.

نوجوان- ٿورن مڃڻ جو ڪهڙو ضرور هي منهنجو انساني فرض هو
ڏک سک انسانن تي اچن ٿا. انهن کان گهبرائڻ نه گهرجي.

**راجڪماري-** بيشڪ. پر منش ويچارو ڪيترا ڏک سهي ڪيترا سهندو؟

**نوجوان-** انسان نازڪ آهي ته شيشي کان به نازڪ آهي ۽ جي سخت آهي ته پٿر کان به سخت. ان تي جيڪا مصيبت اچي ٿي سا اوس ويچارو سهندو وڃي.

**راجڪماري-** هائو. پر مون پر ته ايتري سهن شڪتي ڪانهي.

**نوجوان-** مون کي خبر ڪانهي ته ڪهڙي تڪليف توکي ايتري قدر مايوس ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن منهنجي مدد سان اها دور ٿين جوڳي هجي ته آءٌ هر طرح حاضر آهيان.

**راجڪماري-** اوهان جي مهانتا سان آءٌ هن دکي جيون کان مڪت ٿي سگهان ٿي. ديبالي هڪ گهورو پٽ منهنجي چيله سان ٻڌي مون کي وري دريا شاه جي سرن ڪري ڇڏيو.

**نوجوان-** توبه! توبه!! اهڙو ڪم مونکان ٿي نه سگهندو. توکي جيڪا به تڪليف هجي اها ظاهر ڪر آءٌ وعدو ٿو ڪريان ته ان جي دور ڪرڻ پر هرممڪن ڪوشش ڪندس.

**راجڪماري-** شري محمد علافي اوهانجو ڇا ٿئي؟

**نوجوان-** اهو اسانجو مسلمان ڀاءُ آهي. اسانکي هي ٻڌي خوشي ٿي آهي ته هتي جي راجا انکي پنهنجو وزير بنايو آهي.

**راجڪماري-** تڏهن اوهين ٻاهر جا آهيو؟

**نوجوان-** هائو. اسين مسافر آهيون.

**راجڪماري-** هت اوهان جو ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟

**نوجوان-** اسين راجا وٽ خليفي جو خط کڻي آيا آهيون.

**راجڪماري-** بس بس! سان سمجهي ويس. توهين قيدين کي ڇڏائڻ لاء آيا آهيو.

**نوجوان-** ڏسجي ته راجا ڇا ٿو ڪري؟

راجڪماري- سان ڀائيان لئي تہ راجا اوهان جي ٻانڌين کي ڪين ڇڏيندو.

نوجوان- ( راجڪماري ڏي نهاري ) تنهنجو شاهي خاندان سان ڪو تعلق آهي؟

راجڪماري- ان سان منهنجو ڪو لڳ لاڳاپو ڪونهي. سان رکو هن ڪري جوان ٿي جو راجا وڏو ڀاهي آهي. ان کي ڪام، ڪروڌ، موہ، لوڀ اهتري قدر انڌو ڪري ڇڏيو آهي جو هو پنهنجي سڳي ڀيڻ سان بہ شادي ڪرڻ کان نٿو لري.

نوجوان- ( تعجب ۾ ٿي ) ڀيڻ سان بہ شادي! وڏو ڪو خبيث ٿو ڏسجي. پيلس بہ انهيءَ ڳالهہ ۾ راضي آهي؟

راجڪماري- نہ نہ. اها اها اياڳي ڪٿن راضي ٿيندي. ان تہ لاچار درياہ ۾ ٽپو ڏنو.

نوجوان- ( حيران ٿي ) اوهو! تڏهن تون راجا جي ڀيڻ آهين؟ آفرين آهي تنهنجي غيرت کي.

راجڪماري- ( شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري ) انهي ڪري تہ سون اوهانکي چيو تہ سونکي درياہ شاہ ۾ ٻوڙي ڇڏيو.

نوجوان- عصمت بچائڻ فرض آهي، نہ خود ڪشي ڪرڻ. توکي ان کانسواءِ ٻيو ڪو حيلو نظر نہ آيو؟

راجڪماري- ٻيو ڪو اپاءُ ٿي سگهي ها تہ ٻوہ سون کي ٻڏي مرڻ جو ڪهڙو ضرور هو.

نوجوان- ان کي ڪو جهلڻ ٻلڻ وارو ڪونهي؟ امير ۽ وزير ۽ پنڊت ڇا ٿا ڪن؟

راجڪماري- امير ۽ وزير سندس سڀ ها ۾ ها ملائڻ وارا آهن. باقي رهيا پنڊت سو انهن بہ گڏجي ڪيس هيءَ فتوي ڏني تہ جيڪڏهن ڀيڻ سان شادي نہ ڪندين تہ راڄ ڀاڳ تنهنجي هٿان

نڪري وبندو چاڪاڻ تہ جوتش جي ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي تہ اھا جنھن سان پرڻبي اھو سنڌ جو راجا ٿيندو.

نوجوان- راجا ايتري قدر توھم پرست آھي جو جوتشين جي ڳالھہ تي ڪنڌ ڏيئي ونئي پڻ سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو آھي؟

راجڪماري- ھائو. انجو جوتش وديا ۾ ڏاڍو وشواش آھي.

نوجوان- شادي ٿي چڪي يا اڃا ٿيڻي آھي؟

راجڪماري- نہ اڃا ڪانہ ٿي-آھي. راجا ساري سنڌ جا پنڊت گھرايا ھئا انھن ڪڏيجي ساڳي ڳالھہ ڪئي جنھنڪري راجا اني جو اٿي ٢٧ جي ڏٿ ٺڌي. اڄ شام جو مونکي اھا سڌ ملي ۽ زمين پيرن ھيٺان نڪري ونئي. لاچار مون آپگھات ڪرڻ جو ويچار ڪري ونئي دريا شنہ ۾ ٽپو ڏنو مگر منھنجي قسمت. ڪوٽي ھئي ۽ اڃا مونکي ڏک ڏسڻا ھئا جنھن ڪري بچي ويس. ھاڻي جئن اوھان منھنجي جان ڪي بچايو تئن منھنجو ڌرم بہ بچايو. ڪريا ڪري پنھنجو سچو ھٿ ھيڏانھن ڪريو تہ آءٌ ھيءُ رکڙي ٻڌان.

نوجوان- ان جي ٻڌڻ جو ڪو ضرور ڪونھي آءٌ وعدو ڪري چڪو آھيان. اميد تہ ھر طرح تنھنجي مدد ڪندس.

راجڪماري- ھيءَ رکڙي اوھانکي آوس ٻڌڻي پوندي ۽ انجي ٻڌڻ سان توھان ۾ سچي ڀاءُ جي آتما ڦوڪجي ويندي.

نوجوان- آئون توکي ناراض ڪرڻ نٿو گھران جيڪا تنھنجي مرضي.

راجڪماري- (نوجوان جي ھٿ ۾ رکڙي ٻڌي) اڄ کانوٺي توھان منھنجا ڀاءُ ٿي چڪا. ھاڻي منھنجي رکيا ڪرڻ توھانجو فرض آھي. ھي ٻڌڻ ماءُ پيءُ جي رت مان پيدا ٿيل ڀاءُ پڻ جي ٻڌڻ کان بہ وڌيڪ مضبوط آھي. انھيءَ ڪري مون ڏانھن توھانجو فرض سڳي ڀيڻ کان بہ وڌيڪ آھي.

نوجوان- خاطري ڪر. آءٌ تنھنجي حفاظت ۾ پنھنجي جان جي بہ

پرواه نه ڪندس.

راجڪماري- ڏٺي توهان کي به چاروں ڏٺي. هاڻي ٻڌايو ته توهانجو نالو ڇا آهي؟

نوجوان- سعيد.

راجڪماري- جيڪڏهن اوهان جا قيدي آزاد نه ٿيا ته پوءِ ڇا ڪندا؟

سعيد- پوءِ لاچار جنگ ني ڪرڻي پوندي.

راجڪماري- جيڪڏهن جنگ لڳي ته پوءِ اوهان جو سينا پتي (سپه سالار) ڪير ٿيندو؟

سعيد- اُنون نجومي ڪو نه آهيان جو پيشنگوئي ڪريان مگر منهنجو خيال آهي ته محمدبن قاسم ني ٿيندو. اهو هن وقت ايران جو گورنر آهي. ايران ۽ سنڌ جون حدون مليل آهن انهي ڪري ضرور ان کي ني سنڌ تي حملي ڪرڻ جو حڪم ملندو. اهو اگرچه ١٥ ورهن جو نوخيز جوان آهي مگر سياست خواه فوجي قابليت ۾ ان جو مٽ ڪونهي. خاص ڪري اهو عراق جي والي (گورنر جنرل) جو تمام ويجهو عزيز آهي. جنهن ڪري مون کي يقين آهي ته سنڌ جهڙي عظيم‌الشان مهم واسطي ضرور انجو ني نالو تجويز ٿيندو. هيءَ به ممڪن آهي ته جوتشين جي پيشنگوئي سچي ٿئي ۽ اهو سنڌ کي فتح ڪري توکي سنڌ جي راڻي بڻائي.

راجڪماري- (شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري) ڏسجي ته ڇا ٿو ٿئي.

سعيد- هاڻي مون کي به ٻڌاءِ ته تنهنجو نالو ڇا آهي؟

راجڪماري- مون کي ”ديوي ٻائي“ ڪري سڏيندا آهن.

سعيد- ديوي ٻائي منهنجي صلاح آهي ته راتو رات توکي تنهنجي محلات تائين پهچائجي تون اتي آرام سان رهه. آءٌ ٻن ڏينهن جي اندر اندر تو لاءِ بندوبست ڪري وٺندس.

راجڪماري- نه پاڻ نه. مان مري پونديس. ۽ اڏانهن ڪين وينديس.
سعيد- ڏاهي ٿيءُ. منهنجو چيو مڃ. جڏهن تون مرو پرو ضد ڪندينءَ ته پوءِ نه رڳو توکي تڪليف پهچندي بلڪ اسان جو ڪم به رلي ويندو.
راجڪماري- جيڪڏهن ارهانجي اها اِڇا (مرضي) آهي ته پوءِ يا ته مان زهر کائي مرنديس يا ته راجا کي زهر ڏئي ماريندس.
سعيد- خود ڪشي ڪرڻ يا بي خبريءَ ۾ دشمن کي مارڻ اسلام ۾ سخت گناه آهي جيڪڏهن تو انهن ٻنهين ڪمن مان ڪو به هڪ ڪم ڪيو ته پوءِ نه رڳو تو هڪ سخت گناه جو ڪم ڪري پاڻ کي خدا جو ڏوهاري ٺهرايو بلڪ پنهنجي هڪ پاڻ جي آمدن جو به خون ڪيو. جڏهن ته تو مونکي پنهنجو پاڻ ڪري سڏيو آهي تڏهن توکي ضرور منهنجو چيو مڃڻ کهرجي.
راجڪماري- چڱو جيڪا توهان جي مرضي. آءٌ پرن ٿي ڪريان ته جئن اوهان چوندا تئن ڪنديس.
سعيد- شاباس! مصيبت جي وقت همت هارڻ نه کهرجي.
هن کانپوءِ سعيد پنهنجي دوستن مان صلاح ڪري راجڪماري بائي کي آئينده بابت هڪ خاص ڳالهه سخفي طرح سمجهائي ۽ ان کي ضروري هدايتون ڏئي بعد گهوڙي تي سوار ٿي راتو رات شاهي محلات وٽ پهچايو ڏسجي ته اڪني هلي چا ٿو ٿئي.



# راڪشش وواه

## ( ١٥ )

آخر ٢٧ تاريخ آئي. انتظار ختم ٿيو. شاديءَ جي تياري بادشاهي شان شوڪت موجب وڏي ڌام ڌوم سان ٿي چڪي آهي. شاهي محلات جي ڀـر وارو وسيع ميدان سارو چانئجي ويـو آهي. وقت جي تنگيءَ ڪري اگرچه ساري ملڪ جا راجائون، نـواب، جاگيردار، سيٺيون ۽ ٻيا وڏا ماڻهو اچي ڪو نه سگهيا آهن، مـگر تنهن هوندي بـه ويجهي چڪ ۽ آسپاس وارا راجائون، نـواب، پنڊت ۽ ٻـيا وڏا وڏا جوتشي ۽ مهاود وان وڏي تعداد ۾ اچي ڪٺا ٿيا آهن. ناچ، راڳ، شراب ڪباب جي بـازار گرم آهي. بازارين رستا چونڪ ماڻهن سان ڀـريا پيا آهن. جتي ڪٿي عجيب چهچٽو لڳو پيو آهي ۽ سچ ته هي آهي ته اڄ شهر مان ڏه شهر بڻجي ويا آهن ۽ شهر ۾ ايتري قدر هلچل آهي جو اڳهـي ڪڏهن شايد ئي اهڙي ڪا ٿي هجي. هن نئين قسم جي شاديءَ هر هڪ ماڻهوءَ جو ڏيان پاڻڏي ڇڪي ورتو آهي ۽ ننڍي خواه وڏي کي اها ئي وات آهي ته راجا تو پيءُ سان ٻرئجي! ههڙي ڪڪرم جي شادي اسان ڪڏهن نـه ٻڌي! نارائڻ! نارائڻ! ههڙو ڪنياءَ! ههڙو اڌرم! ڇـا پنڊتن جي به ٻڌي مارجي ويئي آهي! اهي به ڇو نٿا روڪينس؟

غرض ته سڀڪو ماڻهو دل سان هن ڪم کي ڌڪاري رهيو آهي مگر ڪنهن کي به همت ڪا نه ٿي ٿئي جو راجا کي منهن تي چئي ڏي ته ان کي اهڙي آدرمي ڪم کان بچڻ گهرجي. حڪومت جي خوف سڀني جي واتن تي تالا هڻي ڇڏيا آهن. ڪير جو ڪجهي سگهي. شادي گهر جي گهر ۾ هڻي ساڳيو گهر گهوليتن جو هو ۽ ســاڳيو گهر ڪنوارين جو. انهيءَ ڪري ٻ ٻج ڏيڻ ۽ ننگر ڪيرتن ڪرڻ جــو انتظام ڪو نه ڪيو ويــو هو. شاديءَ جـي مجلس واسطي هڪ

عظيم الشان شاهانو شاهي محلات ۾ دربار واري جڳهه سان گڏ لڳايو ويو هو. ساڳي طرح محلات جي اترئين پاسي واري خاص محل جي اڳيان جنهن ۾ راجڪماري پاڻي رهندي هئي هڪ عاليشان شاهانو وهڻي پڙهڻ ۽ لائون لهڻ لاءِ ڪوڙيسو ويو هو. پنڊت ڪره ڏسي فيصلو ڪيو هو ته صبح جو ڏهين بجي ڌاري وهڻي پڙهڻ گهرجي ۽ ١١ بجي ڌاري راجا پنهنجي راڻي سميت سنگاسن (تخت) تي ويهي جوتشين جي پيشنگوئي پوري ڪري. رات ساري ناچ ۽ راڳ ۾ گذري صبح ٿيو. راجا ڌاهر هڪ وڏو متڪ پڙهي مجون ولي نسي نڪي ويٺو. دستور موجب ڀهرپائين ڪيس شاهي محلات جي اترئين پاسي واري خاص محل جي دروازي تائين وڏي ٺٺ ۽ ٺال تومان سان وٺي ويا جتي ڪنوار جي ساهه ڪيس سگڙي پڙي. ڪير پارہو. ماڪي چتائي. سات سون ڪياه تنهن ڪانپوه مجلس واريءَ جاءِ تي موٽائي آندو ويو جتي سنان ڪيائين ڪپڙا بدلايائين ان ڪانپوه وهڻيءَ لاءِ تياري ٿي. وڏا وڏا پنڊت پوٿيون کڻي سڀي سنبري بيٺا ته ايتري ۾ اندران هڪ ماڻهو ڊوڙندو آيو ۽ راجا کي ڪن ۾ ڳالهه ٻڌايئين انجي ٻڌڻ شرط انجو منهن لهي ويو شاديءَ جي خوشي ڪافور ٿي وئي. لوڪ جي خواريءَ جي خيال سندس اکين اڳيان اونده ڪري ڇڏي زمين جاءِ ڏنيس ته ان ۾ پيهي وڃي مگر افسوس جو ان ۾ مٿس کهل نه ڪئي. آخر لاچار تي پنڊتن سان هن طرح گفتگو شروع ڪيائين.

راجا- اوهانجي چوڻ موجب مون لوڪ جي خواري ۾ سر تي سٺي مگر افسوس جو ڪم ۾ نه ٿيو.

پنڊت گرڌاري لال- راجن. چو؟ چا ٿيو؟

راجا- راجڪماري ٻاڻي قبول نٿي ڪري، چوي ٿي ته جيڪڏهن مونکي زور رکندؤ ته آءٌ آپگهات ڪندس.

پنڊت- آپگهات! نه نه آپگهات چا ڪندي؟

راجا- هڪ پرو ته اهڙي ڪوشش به ڪئي هئائين. هينئر جيڪڏهن زور رکبو ته ضرور ائين ڪندي.

پنڊت- ڏيي ڪا گهيلي ڇوڪري آهي. ان جو مکڻ جهڙو نو مئو نپي. سنڌ جي راڻي ٿين کان ان کي انڪار ڪرڻ نه گهرجي.

راجا- اسان گهڻائي حيلا ڪيا آهن مگر هوءَ نه ٿي مڃي.

پنڊت- نه مڃي ته نه مڃي. ان کي زوريءَ مڃڻو پوندو.

راجا- زور جي سيندي ڪيئن لڳندي؟

پنڊت- راجا کي اڌ ڪار (حق) آهي ته پنهنجو ڪم زوريءَ مڃائي

راجا- زوريءَ مڃائڻ به چڱو. پر پڌاء ته ڌرم انو سار هھڙي شادي درست آهي؟

پنڊت- بيشڪ اجها منو سمرتي. ان جي ادياءَ ٣ جي ويهين شلوڪ ۾ لکيل آهي تہ هندو ڌرم موجب اٺن قسمن جا وواه آهن. ١- برهم ٢- ديو- ٣- آرش- ٤- پرجا پت ٥- اسو ٦- گند ڪرب ٧- راڪشش ٨- پشاچ. ڪنهن به رئندڙ روهون ڪندڙ ڇوڪريءَ کي سندس هٿ پير ٻڌي زوريءَ کڻي وڃي پرڻجڻ کي راڪشش وواه چئبو آهي. جيڪڏهن راجڪماري راڻي خوشيءَ سان قبول نٿي ڪري تہ پوءِ ان سان زوريءَ وواه ڪرڻ ۾ به ڪو هرج ڪونهي.

راجا- (ٻين پنڊتن ڏانهن نهاري) اها ڳالهه ٺيڪ آهي؟

سڀ پنڊت- هائو مهراج! ٺيڪ آهي؟

راجا- (پڌمان وزير ڏي نهاري) ڪهڙي صلاح آهي؟

وزير- راج ڀاڳ جي سلامتيءَ لاءِ ضرور ائين ڪرڻ گهرجي.

راجا- هڪ ته اڳي ئي هي پرو ڪم آهي ٻيو وري زوري ڪرڻ هيڪاري برو ٿيندو ماڻهو ڇا چوندا؟

وزير- ماڻهو وري ڇا چوندا. ڪنهن کي مجال آهي جو راجا جي

برخلاف ڪجھ به ڪجي سگهي.

راجا- پر خواري ته ڏاڍي ٿيندي.

وزير- خواري ٿي ته ٿي پر ٿي ڏينهن ٿيندي. پوءِ اها ڳالهه ڪنهن کي ياد به نه رهندي.

راجا- چڱو جيڪا توهانجي مرضي. هاڻي دير ٿي ٿئي. هلو ته وڏي جو به ڪتاڪو لاهجي.

اِئين چئي راجا اٿي کڙو ٿيو. چاچي به اٿيا ته ايتري ۾ ٻاهران دربان آيو ۽ اچي شرط مٿو نيڪي هٿ جوڙي راجا کي عرض ڪيائين ته مهراج! مسلمانن جي خليفي جي طرفان هڪ سفارت آئل آهي. ڪل ڏه ماڻهو آهن. اهي چون ٿا ته وٽن خليفي جو خط آهي جو روبرو حضور ۾ پيش ڪندا.

راجا- (وزير کي مخاطب ٿي) هاڻي ڇا ڪجي؟

وزير- اڄ دربار آهي. دربار جي وقت انهن کي گهرائجي ته ڀلي اهي دربار جو ٺاٺ ڏسن ۽ وڃي پنهنجي خليفي کي ٻڌائين ته سنڌ جي مهاراجا جي دربار ڪهڙي نه شاندار ۽ ٺٺ واري آهي.

راجا- اهو ته چڱو پر انهن کي جواب ڪهڙو ڏجي؟

وزير- جواب هي ڏجي ته اوهان جا جهاز سامونڊي ڌاڙيلن ڦريا هوا ۽ انهن تي اسان جو زور هلي نٿو سگهي.

راجا- (ڪنڌ ڌوڻي) ٺيڪ. اهو پورو جواب آهي. سامونڊي ڌاڙيل ڄاڻن پاڻ ڄاڻن.

ان ڪان پوءِ دربان کي حڪم ڏنو ويو ته انهن کي دربار جي وقت حاضر ڪري. راجا پنهنجي خاص خاص درٻارين شهزادن ۽ پنڊتن سان گڏ شاهي محلات ڏي روانو ٿيو. ڪنوار واري شاميانې وٽ پهچي ني ان جو ڪنوار سان زوري پلاؤ ٻڌو ويو. تنهن کانپوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار کي ٻن ڀانورن تي ويهاري انهن جيءَ ٿن ۾ تر، جوَ ۽ ڪجهه ڏنو ويو

۽ سنڌن اڳيان باه جو مچ ٻاري پنڊت گرڌاري لال کي وهانءَ پڙهڻ جو حڪم ڏنو ويو. پنڊت ڪنگهڪار ڪري پوٿي بغل مان ڪڍي وهانءَ پڙهڻ شروع ڪئي ۽ هڪ هڪ منتر پڙهي ٻجهڙيءَ ۾ سواها چوندو ويو. سواها پڙهڻ تي گهوٽ خوش ٿي سواها چوندو ٿي، جو ۽ گهه باه ۾ وجهندو رهيو. ڪنوار لاءِ هي وواه نه هو بلڪ موت هو. انهيءَ ڪري ان ڪنهن به رسم ۾ حصو نه ورتو ۽ نهايت بي اختياريءَ جي حالت ۾ رئندي رڙيون ڪندي لڇندي ڦٿڪندي رهي. آخر وهانءَ پوري ٿي. انهيءَ ڪان پوءِ ستپديءَ جي رسم ادا ڪئي وئي يعني گهوٽ ۽ ڪنوار کي باه جي چوڌاري ڦيرا ڏيارڻا ويا. ٻجهڙيءَ ۾ ڏڍر جون لاڏون ڏيارڻيون ويون. بس کيل ختم ٿيو. چوڌاري واه واه ٿي وئي. راجا کي واڌايون مان لڳيون. هيٺئر باني راجا کي پنهنجي نئين راڻي سميت سنگاسن تي ويهي دربار ڪري پنڊتن جي پيشنگوئي پوري ڪرڻي هئي. ڪنوار کي راجا سان گڏ هلڻ لاءِ ڪهيو ڪهيو ويو، منٿون آزيون ڪيون ويون مگر آن صفا جواب ڪڍي ڏنو. راجا لاچار ٿي پنهنجي راجائي ڏيکاري ۽ ان کي جان جون ڌمڪيون ڏنيون ۽ ڪجهه ٿڦا ڏئي به ڪڍي مگر ان چيو ته مون کي ٻوٽي ٻوٽي ڪري وجهو ته به هلڻ ڪين. راجا مهربانين ته منجهي پيو مگر پوءِ پنڊت واري صلاح ياد آيس ۽ حڪم ڏنائين ته راڪشش وواه جي قاعده موجب ان جا هٿ پير ٻڌي لنگو لڪي ڪري گهلي سهلي ڪنهن به طرح ان کي شاهي دربار ۾ آڻيو. فوراً حڪم جي تعميل ٿي. هن ويچاريءَ ابلا استريءَ کي چڙ ڪيو ٻڌي زوريءَ آڻي راجا سان گڏ سنگاسن تي ويهاريو ويو. به ماڻهو ان کي جهلي ويٺا مگر آن ويچاريءَ جي هڪڙي رڙ دل ۾ گهاءُ پئي ڪري. آدمي ڪيتري قدر به سنگدل ۽ ظالم هجي ته به هڪ واري ان کي ضرور رحم اچي رجي. مگر هن طرف حڪومت جو نشو هو ۽ اهڙين رڙين جي پرواه

ڪانہ هئي. دنيا ۾ شاديون ڪهڙيون ٿي ٿيون مگر هھڙي قسم جي شاديءَ جو مثال تواريخ ۾ ملي نٿو سگهي. برهمڻ ۽ پنڊتن جو زور هو. ملڪ ۾ عام جهالت هئي. ماڻهو طرح طرح جي ڀرمن ۽ وهمن ۾ قائل هئا. خود راجا جو ھي حال ھو جو برهمڻن ۽ پنڊتن جي دام ۾ اچي پنهنجي سڳي ڀيڻ تي هھڙو ويل وهائڻ کان بہ نہ گُسُو. اگرچہ ان کي ضمير ( وويڪ ) لعنت ملامت ڪئي ٿي ۽ لوڪ جي قُٺ لعنت جو بہ خيال ٿيس ٿي، مگر حڪومت جي وڃڻ جو خوف انجي دل تي اھتري قدر ويٺي ويو ھو جو اھي سڀ ڳالھيون گويا ان کي محسوس ئي نہ ٿي ٿيون. شاهي دربار ۾ هھڙي خواري ڏسي ڪيس ڪجھہ شرم آيو مگر لاچار ڪنڌ هيٺ ڪري دربار شروع ڪيائين. پهريائين پنڊت گرڌاري لال هڪ جواهر دار تلوار هڪ وڏي سوني ٿالهي ۾ رکي راجا کي پيش ڪئي جا ان وٺي ڇمي اکين تي رکي ۽ تنهن کان پوءِ ان کي گوڏن تي رکي تخت تي ويٺي ھيءَ تقرير ڪيائين تہ:-

” پريہ مانيہ ور درٻاريو! توهان کي سڌ آهي تہ اسان ھيءَ وواہ راڄ ڀاڳ جي سلامتيءَ لاءِ ساري سنڌ جي مهاودوان پنڊتن ۽ جوتشين جي راءِ موجب ڪيو آهي. آشا آهي تہ اوهين بہ سائن شامل راءِ ٿيندا ۽ راڄ ڀاڳ جي سلامتيءَ لاءِ پرماتما کي پرائنا ڪندا رهندا.“

سڀني درٻارين راجا کي وڏي آواز سان ڏنيہ واڌ ( مبارڪباد ) ڏني ۽ زور سان ٽي پيرا چيو:-

” مها راجا ڏاهر جي جئي.“

شريمتي راجڪماري ٻائي ڏٺو تہ درٻارين مان ڪو بہ هڪ ماڻهو اهڙو ڪونہ نڪتو جو راجا کي هھڙي ڪُڪرم کان روڪي ۽ سندس سمجهائي ڪري سو ٻاڻ جهلي نہ سگهي ۽ رڙ ڪري چيائين تہ ” هيءَ سڀ ٻاڪندي برهمڻ ۽ پنڊتن جو کيل آهي. ويد آدي شاستر پرماڻ

ڀاڱ جو پيڻ سان ۽ وواه ٿي نٿو سگهي. اوهين شاهد رهجو تہ مون کي هيءَ ڪڪرم ۽ آدرم جي شادي ڪنهن بہ صورت ۾ منظور نہ آهي. پرماتما ڪري اهو راڄ جلد ناس ٿي وڃي. جنهن جي ڀاني سان مون اهڙا استريءَ سان هھڙو ڪنياءُ ڪيو ويو آهي. پرڀوا مون ابلا جي آه بد ۽ هن راوڻ روپي دشٽ جي راڄ کي نشٽ ڪر."

راجا ڏاهر انجي جواب ڏيڻ لاءِ اجا اٿيو مس ايستري ۾ ٻاهران دربان آيو ۽ اچي شرط عرض ڪيائين تہ هنگلاج جو مشهور پنڊت سوامي ستيہ ديو مهراج آيل آهي ۽ دربار ۾ حاضر ٿيڻ جي اجازت ٿو گهري راجا چيو تہ "اهو سوامي ستيہ ديو جي مهراج! انجو نالو گهڻي وقت کان ٻڌندا ٿا اچون. چون ٿا تہ اهو مهاو داون مهاتپسوي يوگي آهي ۽ گهمو ڪري جبلن جي غارن ۾ گذاريندو آهي. سنسار سان سان وهنوار ئي ڪونہ رکي. اسان جا وڏا ڀاڳ چئبا جو هن شڀ سوقعي تي اچي نڪتو آهي. (وزير کي مخاطب ٿي) ٻڌيمان! وڃ ۽ ان کي نهايت عزت سان وٺي اچ." ٻڌيمان وزير هڪدم ٻاهر نڪري ويو ۽ سوامي کي پاڻ سان گڏ وٺي آئي ان کي راجا جي اڳيان هڪ اوچي آسڻ تي وهاريائين. راجا هٿ جوڙي ان کي نمسڪار ڪئي ۽ سائس هيلين طرح گفتگو شروع ڪيائين.

راجا- سوامي جي ڀلي ڪري آيا. اسان کي اوهانجو درشن ڪري ڏاڍو آنند پراپت ٿيو آهي. گهڻي وقت کان پوءِ پنهنجي داس (غلام) کي ياد ڪيو اٿو. ۽ پنهنجو درشن ڏنو اٿو.

سوامي- اسانجو ڪنهن کي درشن ڏيڻ جو ڪهڙو ڪم. جن کي ساڌن سنياسين ۾ شرڌا هوندي آهي آهي پاڻهين انهن کي ڳولي ڏسندا ۽ درشن جو لاڀ پراپت ڪندا. توهان کي سڌ هوندي تہ آءٌ هنگلاج ۾ ڪالي ديوي جي آستان کان ٻاهر ڪونہ نڪرندو آهيان. اڄ اوچتو ئي اوچتو هن طرف اچڻ جو سبب هيءُ آهي

نہ رات آءٌ سماڌي ( مراقبہ ) ۾ ويٺو هوس تہ اوچتو ديوي تي
گهڻ ٿي پر ڏاڍي ڪوپ ( ناراض ) ٿي ڏسڻ ۾ آئي شڪل
اکي ڪان گهڻي ڪاري هيس. سندس هڪ هٿ ۾ تلوار هئي ۽
ٻئي هٿ ۾ رت ڀرندڙ سسي. باقي ٻه هٿ جنهن سان پوڄارين
جي سهائتا ڪندي آهي انهن ۾ هٿيار هوس. جنهن مان ائين
ٿي معلوم ٿيو تہ ڄڻ ڪنهن سان جنگ ڪرڻ لاءِ نڪتي آهي.
ڪنن ۾ ڳنن جي بدران ٻہ مئل ماڻهو. ڳلي ۾ کوپرين جو هار
چيلھ ۾ ماڻهن جو ڪمربند. زبان ٻاهر نڪتل. اکيون لال ۽
ٽڙ تي رت چٽڪايل هوس. مطلب تہ سندس روپ اهڙو ڀيانڪ
هو جو منهنجي تہ ڏرن ئي ڏکي وئي. ڪيس هيتري قدر ناراض
ڏسي مون ڪنبي ڪنبي کيس وينتي ڪئي تہ ”ماتا! ڇو؟ اڄ
ڪنهن ني ڪوپ تي آهين؟“ چيائين تہ ”سنڌ جو راجا ڌرم
ڀرشٽ ٿي ويو آهي ۽ پنهنجي سان راڪشش وواہ ڪري ان جو بہ
ڌرم ڀرشٽ ڪرڻ تو گهري. هي سڀ ڏسين ٿو؟ انهي دشٽ
آتري راجا جي آهي ۽ هي هٿيار آهن جي آءٌ هڪڙي ڌرماتما
( ديندار ) کي سونپيان ٿي تہ اهو انهن سان هڪدم سنڌ تي
ڪاه ڪري انهي اهلا کي هن راوڻ روپي دشٽ جي چنبي مان
ڇڏائي ۽ ان کي سچ پچ سنڌ جي راڻي بڻائي.“ اها ڳالھ ٻڌي
مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هڪدم سندن چرنن ۾ ڪري پيس نہ
ڪميا ڪري مگر ان کي ڏاڍي ڪاوڙ هئي ۽ ڏند ڪرٽي مونکي
چيائين تہ ”هن پاپيءَ کي ضرور ڏنڊ ڏيڻ گهرجي.“ تنهن تي
مون وري بہ کيس آزيون نيزاريون ڪري وينتي ڪئي تہ ”دبا
ڪري پنهنجي ڀڳت کي اهڙي سخت سزا نہ ڏي.“ آخر مونکي
چيائين تہ ”چڱو تون هيئر جو هينئر پراڻا ٻاهر ڪري پڪيءَ جو
روپ ڌاران ڪري اڏامي وڃ ۽ راجا کي پري سڀا ۾ چتاءُ ڪر

ته مٿس وڏو ڪرم ٿيل آهي پنجن ورهن تائين استري سنگ نه ڪري پنجن ورهن تائين راجڪماريءَ جي محل ۾ پير ئي نه پائي. راجڪماريءَ جي سهائتا لاءِ سونسندس اتر واري ڪوٽ ۾ واسو ڪيو آهي ان کي هڪدم "ديوي آستان" بنايو وڃي ۽ منهنجي سوني مورت ٺهرائي ان ۾ رکي وڃي. راجا پاڻ کي تورائي اوترو سون برهمڻن ۾ دان ڪري. ۽ هرهڪ مهيني ۾ ۳ ڏينهن ورت رکي. انهن شرطن مان ڪو به هڪ شرط پورو نه ڪيائين ته مٿس اهڙي آپدا (آفت) ايندي جو نه رکو سندس ڪل (خاندان) ناس ٿي ويندو بلڪ سنڌ مان هندو راڄ جو هميشه لاءِ خاتمو ٿي ويندو" بس هي آهي ڪالي ديوي جو پيغام، جو مون تو کي پهچايو. هاڻي تنهنجي مرضي.

راجا هيءَ تقرير غور سان ٻڌي رهيو هو مگر سندس چهري تي هڪ رنگ آيو ٿي ۽ ٻيو ويو ٿي. هٿ پير پئي ڏڪيس. دل زور زور سان دهڪي رهي هيس. آخر مٿس اهڙو اثر ٿيو جو حوصلا ئي خطا ٿي ويس. پنهنجي تباهي جو نقشو اکين اڳيان ڦرندو ڏسي ماٺ ماٺ ڪري سندس اکيون پورجي ويون ۽ مٿان تي ڪريو. ڏندڻ پئجي ويس، هٿ پير سرد ٿي ويس. دربار ۾ ابتري ڦهلجي وئي ماڻهو حيران ٿي ويا، وزير ۽ ٻيا خاص خاص ماڻهو اٿي ڊوڙيا ۽ يڪدم ڪٺي تخت تي سنئون ڪري سنڀاريائونس. ڪو پکو هڻڻ لڳو ته ڪو منهن تي ٿڌي پاڻيءَ جا ڇنڊا ٻيو هڻي. ڪو ڇاتيءَ تي گلاب ڇنڪاري رهيو آهي ته ڪو وري ڏندڻ ٻيو پٽي. ڪو هٿن کي مهٽي رهيو آهي ته ڪو پيرن کي ٻيو مهٽي. راجڪماري هاڻي پنهنجي غم ۾ ئي محو هئي ۽ ان کي هيءَ خبر به نه رهي هئي ته دربار ۾ ڇا پيو وهي واپري، ڪجھ وقت کان پوءِ راجا هوش ۾ آيو ۽ هيڏي هوڏي نهاري اٿي وري تخت تي ٺهي ٽڪي ويٺو. شراب جو هڪ به پيالو پيتائين ۽ توريدير

نائين آرام ورتائين. دماغ جاء ٿيڻ کان پوءِ وري دربار شروع ڪيائين سوامي کي مخاطب ٿي چيائين ته ”ها مهراج! ديويءَ پو وڌيڪ ڇا چيو؟ هان! سوامي جواب ڇو نٿو ڏئي. اڙي هي ڇا! سوامي ڪيڏانهن ويو؟ ڪٿي ٿي آيو وري ڪٿي ٿي اڏامي ويو ڇا؟ اڙي اوهان به ڪو نه ڏٺو ته سوامي ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ وزير ڏس ته سهي مهراج ٻاهر ويٺو هوندو، اتي هوندو ڪيڏانهن ويندو. آه! بدبختي! ورهين ڪانپوءِ مهراج جو درشن ٿيو مگر افسوس جو پوري گفتگو به نه ٿي. ٿورڙا مها پرش ته ڪنهن نصيب واري وٽ ايندا آهن. هاءِ نصيب! منهنجا ڪرم ڪوڙا ڦٽيا. اهڙو ٿو ڪي وري ڪٿان هٿ ايندو بس! بس! منهنجي ڪرنصيبي ۾ ڪجهه شڪ ڪونهي. آه! ديـوي ڪوپ ٿي آهي خبر نـه آهي ته نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟ وزير راجا کي ٿهڙي طرح ڇوندو ڏسي اڳتي وڌيو ۽ هٿ ٻـڌي عرض ڪيائين تـه مهراج! سوامي اتي ٿي هوندو. گهبرايو نه. آءٌ ماڻهو ٿو موڪليان جي اڄهو ڳـا ڳولي وٺـي اچن. توهان شـانتي ڪريو. جيستائين مهراج اچــي تيستائين مسلمانن جي سفارت کي گهرائي اُن کان حال احـوال وٺو. راجا چيو چڱو جيڪا توهان جي مرضي. مهراج جي هڪدم ڳولا ڪريو ۽ تيستائين مسلمانن کي آڻي حاضر ڪريو. پڻيان وزير مهراج جي ڳولا لاءِ ماڻهو روانـا ڪيا ۽ سفارت کي وٺي آڻي اڳين صف پر ويهاريائين. راجا ترجمان جي ذريعي هن طرح گفتگو شروع ڪئي.

راجا- اوهانجي سفارت جو صدر ڪير آهي؟

هڪ نوجوان- آءٌ آهيان.

راجا- توهان جو نالو ڇا آهي؟

نوجوان- عبدالله.

راجا- ڪٿان آيا آهيو؟

عبدالله- اسان کي هت آئي ٿي ڏينهن ٿيا آهن. مسافريءَ جي نحه

ڪري خيال ڪيو سين تہ ٻنهي ڏينهن اطلاع ڪنداسين مگر هي ٻڌي اسان کي خوشي ٿي تہ مهاراجا جن جي شادي بہ آهي ۽ شاهي دربار بہ آهي انهي ڪري خيال ڪيوسين تہ انهي تاريخ مهاراجا جن کي شاديءَ جي مبارڪباد بہ ڏيون ۽ شاهي دربار بہ ڏسون ۽ فرائض سفارت بہ ادا ڪريون.

راجا- اوهان دربار ڏٺي؟

عبدالله- هائو اسان سڀ ڪجهہ ڏٺو.

راجا- ڪيئن اوهان کي دربار پسند آئي.

عبدالله- سنڌ جي مهاراجا جي دربار جي تعريف جهڙي ٻڌي سين، تهڙي ڏٺي سين.

راجا- اوهان جو ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟

عبدالله- اسان جي خليفي هي خط بہ ڏنو آهي ۽ زباني سلام بہ چيا اٿس.

راجا- ( خط وٺي ترجمان کان پڙهائڻ بعد ) اوهان جا جهاز سامونڊي ڌاڙيلن ڦريا هوا. انهن تي اسانجو زور ڪجهہ بہ هلي نٿو سگهي.

عبدالله- اسان کي معتبر ذريعي خبر ملي آهي تہ مسلمانن جي جهازن ڦرڻ بعد بيگناه مسلمان عورتن ۽ ٻارن کي غلام بنائي مهاراجا جن وٽ پيش ڪيو ويو آهي ۽ اهي هينئر مهاراجا جن جي حڪم موجب ديبل بندر ۾ قيد آهن. بهتر ٿيندو تہ انهن کي آزاد ڪيو وڃي. ائين ڪرڻ سان ٻنهين سرحدي پاڙيسري سلطنتن جا دوستانہ تعلقات زياده مضبوط ٿيندا.

راجا- بس! اسان جيڪو جواب ڏنو آهي اهو وڃي خليفي کي پهچايو.

عبدالله- چڱو اسان کي اهڙو لکيل جواب ملي.

راجا- ( ٻڌيمان وزير کي مخاطب ٿي ) محمد علافي وزير سان صلاح ڪري خط جو جواب لکائي هنن کي ڏيو.

ان کان پوءِ دربار ختم ٿي. سڀ ماڻهو پنهنجي پنهنجي جاءِ تي روانا ٿيا. شريمتي راجڪماري ٻانهي جا ٻه بند خلاص ٿيا ۽ ان کي وري ساڳي طرح محل ۾ پهچايو ويو. جيڪي ماڻهو سوامي جي ڳولا ۾ ويا هوا اهي به هيڏي هوڏي نهاري موٽي آيا ۽ اهي چيائون ته ان جو پتو ڪونهي خبر نه آهي ته هو ڪيڏانهن گم ٿي ويو. راجا حڪم ڏنو ته سوامي جي ڳولا واسطي چوطرف گهوڙي سوار ڊوڙايا وڃن. ان ڪانپوءِ ٻانهي به اٿي ڪڙو ٿيو ۽ شاهي محلات ۾ پهچي پنهنجي مستقبل تي غور ڪرڻ لڳو.

---

# ديوي استان

## ( ١٦ )

ڪڪرم جي شادي پوري ٿيڻ شرط ديوي استان جي تياري شروع ٿي. راجڪماري ٻائي جي محل ۾ اتر واري ڪوٺي ۾ ضروري ڦير ڦار ڪري ان کي ديوي استان بڻايو ويو. پندرهن ڏينهن جي اندر سمورو ڪم ٺهي راس ٿي ويو. هنگلاج جي مشهور پنڊت سوامي ستيه ديو جي ڳولا ۾ جيڪي گهوڙي سوار ڊوڙايا ويا هئا اهي پندرهن ڏينهن تائين ڏکن کائڻ بعد رلي موٽي آيا. مهاراجا ڏاهر جو خيال هو ته ديوي آستان جي ٺهي تيار ٿيڻ تائين سواميَ ستيه ديو جي مهراج اچي نڪرندو ۽ اهو پنهنجي هٿن سان هن نئين مندر کي کوليندو مگر ان جي ٿيڻ نه پوڻ ڪري لاچار ٿي درٻاري پنڊتن سان صلاح ڪيائين جن چيس ته پورنماسي جي ڏينهن صبح جو اڪيلو وڃي پوڄا ڪري ۽ پنهنجي پاپن لاءِ پشچاتاب ( توبه ) ڪري. ان کانپوءِ راجڪماري ٻائي کي اجازت ڏي ته اُها وڃي پوڄا پاٺ ڪري ۽ آئينده لاءِ ديوي ماتا جي سيوا ۾ رهي. چنانچه پنڊتن جي صلاح موجب راجا پورنماسي جي ڏينهن صبح جو سويل سنان پاڻي ڪري پوتر وستر پهري ديوي آستان ۾ آيو جو نهايت عمدي نموني سينگاريل هو. اتر واري پاسي ڀت سان لڳو لڳ هڪ اوچي ٿلهي تي ڪالي ديوي جي قد آدم سوني مورتي رکيل هئي. دروازي ۾ هڪ وڏو گهنڊ لٽڪيل هو. راجا پهرياڻ پهرين انهيءَ گهنڊ کي وڄايو. تنهن کان پوءِ اندر گهڙي مورتيءَ کي مٿو ٽيڪيائين. گلن ڦلن جي ورکا ڪيائين ۽ مٿس سندر ۽ نيل هار پارائين. ان کانپوءِ ڳچيءَ ۾ پوتڻ وجهي هٿ ٻڌي مورتيءَ جي اکيان منهن ڀر ڪري پيو ۽ پراٿنا ڪرڻ لڳو. ڪجهه وقت تائين اهڙي طرح اونڌو پيو رهيو ته اتي ۾ اوچتو ڪنهن سندس پٺي ٺپري

۽ ڇيائينس بابا آٿ. ديوي ماتا تنهنجي پراٿنا قبول ڪئي.

ڪير؟ ( ڪنڌ مٿي ڪئي نهاري ) اوهوا سوامي ستيه ديو جي مهاراج! نمٿ پنهنجي داس تي دِيا ڪيو. ائين چئي ان جي پيرن تي ڪري پيو. سوامي کيس پانهن مان وٺي اٿاريو ۽ دلداري ڏئي ۽ آسيس ڪري ڇيائينس ته بچا! هاڻي توکي ڊپ ڪونهي. ديوي ماتا توتي پرسن ٿي آهي ۽ توکي پنهنجي آشيرواد (دعا) ڏني اٿس تنهنجو راڄ ڀاڳ سلامت رهندو ۽ همشه تنهنجي ڪل (خاندان) ۾ رهندو. تنهنجو پراشچت (پڇتاءُ) ڏسي ان کي ڪهل آئي ۽ تنهنجي پرارٿنا قبول ڪيائين ۽ مون کي آگيان ڏنائين ته اڳي وانگر پرگهٽ ٿي وياڪل (پريشان) من کي آٿت ڏيان. پڌ. بابا پڌ! ديوي ماتا هيءُ به چيو آهي ته "سندري بائي" ساکيات منهنجي پتري آهي رات ڏينهن منهنجي شيوا ۾ رهي ٿي مون کان سواءِ ان کي ٻيو ڪجهه به مٺو نٿو لڳي، اها دنيا کي تياڳ ڪري چڪي آهي ان تي بري نظر نه رک. پنجن سالن تائين توکي استري سنگ اصل ڪرڻ نه گهرجي."

"نه مهاراج نه! مون ٻڌان ڪئي. اڄ کان وٺي اوهان جي اڳيان پرگيا ڏيو ڪريان ته اڳتي ڪڏهين به پر استري ڏانهن نهاريندس به ڪين. ديوي ماتا انترجامي (اندر جو حال ڄاڻڻ واري) آهي. ان کان ڪجهه به ڳجهو ڪين آهي. هن کان پوءِ جي مون ڪجهه ڪيو ته جهڙي سزا وٺيو تهڙي ڏجو. ديوي ماتا جي چمتڪار (ڪرامت) ڏسي مون کي ان ۾ پورن وشواش جمي ويو آهي. آشا آهي ته اوهان ڪمس منهنجي ٻاران پڪ ڏيندا. ائين چئي راجا وري سوامي جي پيرن تي ڪري پيو. مهراج ان کي اٿاري وري ٻئي ڀيري آسيس ڪئي ۽ دلداري ڏني ۽ ڇيائينس ته راجڪماري بائي ۽ هن ديوي آستان کي پنهنجي محلات کان جدا ڪري وچ ۾ هڪ وڏي پٽ ڏياري ڇڏ. هن ڪانپوءِ توکي مٿي پير رکڻ جي موڪل نه آهي. رکو راجڪماري

ٻائي ۽ ان جي داسي "چندرا" کي ھن پوتر استان جي شيوا ڪرڻ جو اڌڪار (حق) آھي. راجا اڪبن تي ھٿ رکي چيو تہ حاضر. اڄ جو اڄ اھو ڪم شروع ڪرايان ٿـو. مهراج خوش ٿي چيس تہ چڱو ھائي ديوي ماتا جي پوڄا ڪري سگھو وڃي اھو ڪم شروع ڪراء. راجا ڏاھر وري ڪالي ديوي جي اڳيان منھن پر ڪري پيو ۽ اڳي ڪان بہ وڌيڪ شرڌا ۽ شوق سان پرارٿنا ڪرڻ لڳو. ٿوري دير ڪان پوء ڪنڌ مٿي ڪنيائين چا ڏسي تہ ديوي استان خالي. سوامي وري بہ ڪم تي ويو. ھن دفعي ڪيس اڳي وانگر نـہ حيرت لڳي ۽ پريشاني ٿي. چاڪاڻ تہ ڪيس سوامي جي چمتڪار (ڪرامت) جي پوري طرح خاطري ٿـي چڪي ھئي. انھي ڪري فقط ھيترو چئي خاموش ٿي ويو تہ "اوھو! سوامي ھڪي ٿي آيو وري ھڪي ٿي اڏامي ويو." ان ڪان پوء راجا ڏاھر آخري طرح ديويءَ کي مٿو ليڪي ھٿ جوڙي سوئين پيرين ٻاھر نڪري آيو ۽ زور شور سان گھنڊ وڄائي محلات ۾ موٽي آيو. اچڻ شرط وزير کي گھرائي حڪم ڏنائين تہ سندس محلات ۽ راجڪماري ٻائي جي محل جي وچ ۾ ھڪدم وڏي پٽ ڏيـاري وڃي. تنھن ڪان پوء پنھنجي ھڪ داسي جي ھٿان راجڪماري ٻائيءَ کي چوائي موڪليائين تہ ديوي استان ۾ وڃي ۽ ان جي پوڄا ۾ سرگرم رھي.

راجڪماري ٻائي وچاري دل ڦتيل ھئي. جنھن ڏينھن ڪان سندس شادي ٿي ھئي ان ڏينھن ڪان وٺي محل ڪان ٻاھر پير نہ رکيو ھئائين لاچار پنھنجي داسي چندرا جي سمجھائڻ تي دل ونـدرائڻ جي ارادي سان ديوي استان ڏي رواني ٿي. دروازي وٽ پھچي گھنڊ وڄائي اندر گھڙي تہ چا ڏسي تہ ڪالي ديوي جي مورتيءَ جي اڳيان ٺاھي تـي ھڪ مھا پرش ويٺو آھي. ٻھريائين تہ ھبڪي مگر دل جھلي اڳتي وڌي ان کي ڊنڊوت ڪيائين. ۽ مورتـي جي اڳيان مٿو ليڪيائين. حسب معمول ان تي گل ڦل چڙھايائين ۽ سندر ۽ تيل ھاريائين. تنھن ڪانپوء

تلهي کان هيٺ لهي انويءَ مها پرش جي سامهون ئي بيٺي ۽ نهايت غور سان ان ڏانهن نهارڻ لڳي ۽ دل ۾ چوڻ لڳي ته هيءُ مها پرش ڪير آهي؟ اهو ته نه آهي جنهن راجا کي ديوي استان ٺهرائڻ لاءِ چيو هو. هائو ضرور ته اهو ئي. پر هتي ڪيئن آيو؟ جيڪي انجي ڪپڙا ۾ ويا هوا انهن ته چيو ته ان جو پتو ئي ڪو نه ٿو پوي. مهاتمائن کي پرماتما وڏي شڪتي ڏني آهي ڪهڙو عجب ته هو اکين وانگر چمتڪار ڪري آيو هجي. ٿوريءَ دير تائين اهڙا خيال پچائيندي هٿ جوڙي ان سان هن طرح گفتگو شروع ڪيائين.

راجڪماري- مهاتما جي! نمسڪار.

مهاتما- جئي رهيئي ستي.

راجڪماري- منهنجي هن ڪونيءَ کي ديوي استان بنائڻ لاءِ راجا کي توهان ئي آگيا ڏني هئي؟

مهاتما- مون ته راجا کي رگهو ڪالي ديويءَ جو پيغام پهچايو هو.

راجڪماري- اوهانجي آگيا نه ته ديوي جي آگيا- مگر پيغام ته اوهان ئي پهچايو هو نه؟

مهاتما- هائو مون ئي پهچايو هو. ڇا تون پنهنجي ڪونيءَ ۾ ديوي استان بنجڻ ۾ ناراض آهين؟

راجڪماري- نه مهراج نه! ناراض ڇو ٿينديس. آئون ته ڏاڍي خوش ٿي آهيان. جو هڪ طرح سان اوهان مون نياڳي اٻلا استريءَ جي مهانتا وڌي آهي. سان ان لاءِ اوهانجا ٿورا ٿي مڃيان.

مهاتما- ٿورا ڇا جا؟ مون ته پنهنجو وعدو پاريو.

راجڪماري- ( حيران ٿي ) وعدو! راجا سان وعدو ڪيو ڇا؟

مهاتما- راجا کان وعدو ورتو اٿم ته تنهنجي محل ۽ پنهنجي محلات جي وچ ۾ وڏي پٽ ڏياري ڇڏي.

راجڪماري- زياده حيرت ۾ پئي) مان ته توهان جو مطلب سمجهي [

نہ ٿي سگهان دبا ڀالي ڪولي ٻڌايو تہ توهان راجا سان ڪهڙو وعدو ڪيو هو؟

مهاتما- (ٿورو مرڪي) وعدو هي ڪيو هوم تہ تنهنجي حفاظت ۾ پنهنجي جان جي پرواه نہ ڪندس.

راجڪماري- (شڪجي غور سان نهاري) راجا سان اهو وعدو ڪري مون سان ظلم ڪيو.

مهاتما- ظلم تہ ظلم ئي سهي مگر مون وعدو پاريو.

راجڪماري- وعدو ڪنهن سان پاريؤ؟

مهاتما- (کنگهڪار ڪري پنهنجو سچو هٿ سفيد ڏاڙهيءَ تي ڦيري) وعدو ڪنهن سان بہ ڪيو هوم مگر پاريم.

راجڪماري- (مهاتما جي هٿ ۾ رکڙي ٻڌل ڏسي رڙ ڪري) پاءُ سعيد! اوهان هيءُ روپ ڪٿن ڌارن ڪيو؟

سعيد- مظلوم ڀيڻ جا پاءُ تي جيڪي فرض آهن انهن مونکي مجبور ڪيو تہ جان جوکي ۾ وجهي بہ هيءُ روپ اختيار ڪريان.

راجڪماري- سروپ بدلائڻ سان بہ حد ڪٿي آئؤ مان بہ اوهان کي سڃاڻي نہ سگهيس.

سعيد- مونکي ڪو سڃاڻي تہ ڇا؟ مونکي تہ پنهنجو فرض ادا ڪرڻو هو سو ڪنهن بہ صورت ۾ ادا ڪيم.

راجڪماري- سچ پچ چمتڪار ڪري ڏيکاريو اٿؤ. مون کي تہ اميد ئي ڪا نہ هئي تہ منهنجي بچاءُ جي صورت نڪري ايندي بيشڪ اوهان وعدو پاريو ۽ اهڙي اوکي ويل ۾ سهائتا ڪئي، جنهن ۾ ڌڻي کان سواءِ ڪو آسرو ڪو نہ هو. ڌنيواد (مبارڪ) آهي توهان کي ۽ توهان جي ماتا کي جنهن اوهان جهڙو سپوت ڄڻيو.

سعيد- ماٽي آءٌ پنهنجي اصلي ڪم جي ٻڌيان روانو ٿيان ٿو. خدا

گهربو تہ سگهو ٿـي توکي ۽ پنهنجي سڀني پرن کي هـن ظالم جي چنبي مان آزاد ڪرائيندس.

راجڪماري- شوڪ! مها شوڪ! توهانجي سڀني پين بہ پهن قيدين سان گڏ قيد آهي؟ مون کي پلا ڪهڙي سڌ! هيئر بہ جيڪڏهن ڪجهہ منهنجي هٿ وس هجي تہ ضرور ان جي سهائتا ڪريان. پر آه! مان پاڻ بانديائي آهيان.

سعيد- توکي انجو فڪر ڪرڻ نہ گهرجي. اميد تہ آءٌ انجا ۽ تنهنجا بند خلاص ڪندس.

راجڪماري- ڏٺي سڀورو اوهانکي موپارو ڪري.

سعيد- تنهنجي اهن ڪن اڳ مون راجا کي ساڳي روپ ۾ ديوي جو هي پيغام پهچايو آهي تہ تنهنجي محل ۽ پنهنجي محل جي وچ ۾ هڪ وڏي پٽ ڏيساري چڏي. اميد تہ اهو ڪم اڄ ئـي شروع ٿـي ويندو. پـوءِ تـون آرام سان پنهنجي محل ۾ رهج. تو وٽ سواءِ داسيءَ جي ٻي ڪا پير نہ ايندي.

راجڪماري- اوهين بہ ڪين ايندا؟

سعيد- پٽ ٺي ان ارادي سان ڏياري اٿـم. مگر چئي ٿو سگهان تہ وري ڪڏهن تو وٽ ايندس. منهنجا رفيق مون لاءِ سيڙيا ويٺا آهن. انهن سان صلاح مشورو ڪرڻ بعد فيصلو ڪندس تہ مون کي هت رهڻ گهرجي يا پنهنجي وفد سان گڏ واپس وڃڻ گهرجي.

راجڪماري- توهان کي ضرور هتي رهـڻ گهرجي. وفـد جي هٿان چٺي ڏياري موڪليو ۽ سمورو احوال لکي موڪلو.

سعيد- ڏسجي تہ ڇا ٿو ٿئي. آءٌ وري ساڳي طرح ڪم ڪيان ٿو.

راجڪماري- ( دامن ۾ چنبڙي ) نـہ پانو نـہ. تورو ترسو. دپا پالي پڏايو تہ سڀي اوهين انهي ڏينهن ڪٿي ڪـم ٿي ويا ۽ وري اڄ هتي ڪٿي آيا؟

سعيد- (ڪلي) انهيءَ سان تنهنجو ڪهڙو ڪم؟
راجڪماري- ڪم هجي نه هجي ٻڌائو ضرور.
سعيد- هتي اچڻ تي مون کي خبر ملي ته راجا ڀورو توهم پرست آهي. انهي ڪري هنگلاج جي پنڊت جو وس ڪري دربار ۾ آيس ۽ کيس ديويءَ جو پيغام پهچائي پنهنجي قوت ارادي (will power) جي زور سان مٿس اثر وجهي ان کي بيهوش ڪري ڇڏيم. سڀني درٻارين جو ڌيان انهي طرف ڇڪجي ويو ۽ پوري خبرداري سان وس بدلائي پنهنجي وفد سان ملي ويس. ان کان پوءِ جڏهن ديويءَ جو استان ٺهڻ تيو ته مزدورن جو وس ڪري مزدوري ڪيم ۽ تنهنجي محل ۾ اچڻ جو رستو کولي هٿ ڪيم. ديوي استان جي ٺهي راس ٿيڻ کان پوءِ راجا جي ارادي جو پتو لڳائي آڌي رات مهل اچي ديوي استان ۾ ويهي رهيس ۽ راجا کي وري ساڳي طرح ديوي جو پيغام پهچايم.
راجڪماري- ( ڪلي ) ههڙو جوکائتو ڪم ڪرڻ سان حد ڪري چڪا آهيو. ڀلا اج ڏينهن ڏني جو راجا جي اکين ۾ ڪيئن سرمو پاتوءِ؟
سعيد- ڪاليءَ ديويءَ جي هيءَ مورت اندران پوري آهي ان جي پٺ کليل آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان ۾ وڃي لڪي وهي ته ڪنهن کي به پتو ڪو نه لڳندو. جنهن سوناري اها مورتي ٺاهي هئي ان کان به انڪل سان اها خبر ورتي هيم. ان کان پوءِ مزدوري ڪري ان جي رکڻ واري جاءِ جو نمونو ڏسي ورتم. اج رات اچي هن مورتيءَ ۾ لڪي ويٺس. راجا آيو ۽ گل ڦل سندر تيل وغيره جي چاڙهڻ کانپوءِ جڏهن مورتيءَ جي اڳيان ڪري پيو تڏهن آهستي آهستي مورتيءَ مان نڪري اچي سندس ڀلي ٺپريم ۽ ديوي جو پيغار پهچايم. ۽ ان کان پوءِ وري اڳي

وانگر پوڄا ڪرڻ لاءِ ڇير. ان پوڄا شـروع ڪئي ۽ آءُ وري
ساڳي طرح مورتيءَ ۾ لڪي ويس.

راڄڪماري- اوهان گهڻاٺو ڪين آهي. اهـڙي چالاڪي نـه اڳـي
ڪڏهن ٻڌي نـه ڏٺي. انهن ڳالهين کـان وڌيڪ حيرت جهڙي
ڳالهه هيءَ آهي ته هيترن تورن ڏينهن ۾ اوهان اسان جي ڌرم ۽
ريتن ۽ رسمن کان ڪئن واقف ٿي سگهيا؟ تنهن ڪانسواءِ زبان
اهڙي صاف ڳالهايو ٿا جو ڪو ديس واسي به ڳالهائي نٿوسگهي.
مونکي شڪ ٿو پوي ته اوهين هتي گهڻو وقت رهيا آهيو.

سعيد- آءُ هندستان جي ٻڙدڇ شهر ۾ ڄائو آهيان ۽ اتي ئي ننڍو ئي
وڏو ٿـيو آهيان. ان کانپوءِ آءُ تجارت جي غـرض سان سلون
(لنڪا) ڏي ويس جتي به مونکي اوهانجي ڌرم ۽ ريتن رسمن
کان واقف ٿيڻ جو ڪافي موقعو مليو.

راڄڪماري- ديول بندر ۾ سندري نالي هڪ غريب ڇوڪري آهي
راڄا زوريءَ انجو ڌرم ڀرشٽ ڪرڻ گهري ٿو مگر اها ڪنهن
به طرح راضي نـه آهي. ڪهڙو نـه چڱو ٿئي جيڪڏهن اوهين
ڪجهه وقت هتي رهي راڄا کي ان لاءِ به ديويءَ جو ڪو اهڙو
پيغام پهچايو.

سعيد- ان لاءِ بـه اڳي ئـي راڄـا کي ديويءَ جـو پيغام پهچائي
ڇڏيو اٿم.

راڄڪماري- اوهين ته انترجامي ٿا ڏسجو؟ ڀلا ان جي اوهانکي ڪئن
خبر پئي؟

سعيد- (سعيد پنهنجي سفيد ريش تـي هٿ ڦيري) اسـان جـهڙن
مهاپرشن کان ڪا به ڳالهه ڳجهي رهي نٿي سگهي.

راڄڪماري- (ڪاي) ست وچن مهراج! ست وچن!

سعيد- هاڻي دير ٿي ٿئي منهنجو هتي وڌيڪ ترسڻ خطري کان خالي

ڪين آهي آءُ هيئنر ڪم نٿي وڃان ٿو.

**راڄڪماري-** ( دامن ۾ ڇنبڙي ) ڏسو ڀڃي ڪان به اها ڳالهه لکاءو ٿا؟ مونکي اها ڳالهه ٻڌايو ته پوءِ ڇڏيائو.

**سعيد-** ڳالهه تمام وڏي آهي ڪنهن وقت تي ٻڌائيندس.

**راڄڪماري-** نه هيئنر ٻڌايو.

**سعيد-** ڳالهه نه ٻڌائڻ ۾ به ڪا حڪمت آهي. ڪڏهن نه ڪڏهن، ضرور توکي خبر پئجي ويندي.

**راڄڪماري-** چڱو. جيڪا توهانجي مرضي. وري ڪڏهن ايندا؟

**سعيد-** اهو چئي نٿو سگهان. مونکي وڏو ڪم درپيش آهي. ممڪن آهي ته سگهو اچي نه سگهان. البت هڪ طريقو توکي ڏسيو وڃان ٿو. جيڪڏهن تو ان تي عمل ڪيو ته پوءِ ڪٿي به هوندس ته به اچي حاضر ٿيندس.

**راڄڪماري-** لک ڀلايون. ضرور ٻڌايو ۽ جيڪي اوهين ڏسيندا تنهن مان ضرور ڪنديس.

**سعيد-** ٻڌ پيئي! اڳئين ڪڏهن به بت جي اڳيان مٿو نه ٽيڪج ( ڪالي ديوي ڏي اشارو ڪري ) هي بت نه نفعو پهچائي سگهن ٿا ۽ نه نقصان. پنهنجي هٿن سان مورتون ٺاهي انهن جي اڳيان مٿو ٽيڪڻ بيوقوفن جو ڪم آهي. تون صرف الله پاڪ کي ياد ڪندي رهج ان جي ڪا به صورت ڪانهي. ڪا به چيز انجي برابر ڪانهي. اهو هرجڳهه حاضر ناظر آهي. ان ساري دنيا کي پيدا ڪيو آهي. اهو سڀني عيبن کان پاڪ آهي. جڳ جو مالڪ آهي ۽ سڀني جا ڪم اهو ئي پورا ڪري ٿو. تون ڏک خواه سک ۾ انکي ياد ڪندي رهج. هان وٺ! هيءَ منڊي. توکي جڏهن به وقت ڪا به تڪليف پهچي انوقت الله پاڪ کي ياد ڪري هن منڊيءَ ۾ نهاريندينءَ ته آءٌ هڪدم اچي حاضر ٿيندس.

راجڪماري ٻڌي اها سنڌي وڏي ڳڻي اکين تي رکي ۽ وعدو ڪيائين ته اڄ کان وٺي ٻوءِ ڪڏهن به مورتيءَ جي پوڄا نه ڪندس. ۽ فقط هڪ سچي مالڪ جي ٻڳتي ڪندس. ان کان پوءِ سدائين ساڳي طرح مها پرش جي صورت ۽ اکين آڏو گهر تي وڃو ۽ راجڪماري پنهنجي داسيءَ سميت محل ۾ خلاصي رهڻ لڳي.

---

# انتظار جي گهڙي

## ( ١٧ )

سندريءَ کي ڇڏئي ٻه ڪي ڏينهن ٿيا. ناظرين انتظار ڪري ٿڪجي پيا هوندا. مگر انهن کي جڏهن غريب سندريءَ جي انتظار جي خبر پوندي ته ڪانئن پنهنجي انتظار جي تڪليف وسري ويندي. سندري سعيد جي سفارت جي ڪاميابيءَ جون دعائون گهرندي ڦارون وجهندي ڪانگ اڏاريندي وٽ نهاريندي رهي. ان کي اميد هئي ته انهي وچ ڪنهن آئي وئي جي هٿان خبر چار ملندي، خط پٽ ايندو ۽ نيابو سنيهو پهچندو. مگر اڄ ڏينهن تائين نه ڪيس ڪا خبر چار ٿي ملي نه ڪو خط پٽ آيو ۽ نه وري ڪو نياپو سنيهو ٿي پهتو. اروڙ ۽ ديبل بندر جي وچ ۾ ڪو گهڻو پنڌ ڪو نه هو. گهڻي ۾ گهڻو اوٽ موٽ ڏهن ڏينهن جو پنڌ هو. چار ڏهين پيا ڪٿي سفارت کي راجا سان ملڻ لاءِ ڏجن ته به ڪل ۾ هفتا. مگر مٿان اڄي پرها به مهنا ٿيا آهن ته به سندس پتو ئي ڪونهي. خبر نه آهي ته ڪهڙي واءُ جهليا؟ سندريءَ کي خلاف توقع هيتري دير ٿيڻ ڪري دل ۾ طرحين طرحين شڪ شبها پيدا ٿيڻ لڳا. ان کي اهي هي خيال ٿيو ته راجا آهي ظالم، متان سفيرن کي ڪٿي قيد ڪرائي يا مارائي ڇڏي. انهي ڪري انجي انتظاري ۽ بيقراريءَ جي ڪا حد ئي نه رهي ۽ انجا آهي ئي حال ٿيڻ لڳا جيڪي پهرينديءَ شرط سعيد کي دل اندر ڪرڻ وقت انجا ٿيا هوا. انتظار جي گهڙي به گهوري. شل ڏئي ڪنهن کي ڏئي نه ڏيکاري. مڪينه ان لاءِ اگرچه ساعت تسڪين هئي ۽ اهـا وقت بوقت کيس دلداري ڏيندي رهندي هئي. مگر بيقرار دل کي صبر اڳي ڪڏهن آيو آهي جو هاڻي ايندو؟ اڳي ته فقط هڪ آرزو هيس ته هيڪر پنهنجي اربتر من موهن جو منهن ڏسي ۽ انجي قدمن ۾ دل سان ڪڏ جان به

قربان ڪري. مگر هينئر اميد وصل ۾ هزارين تمنائون لکين خواهشون ڪروڙين امنگون آهن. جي وقت بوقت انجي دل ۾ پيدا ٿيون ٿين ۽ رکي رکي ڪيس پريشان ڪن ٿيون. سندري انهن ئي خيالن ۾ محو ۽ انهن ئي فڪن ۾ غرق هئي. سعيد هلندي وقت تنهنئي ۾ ڪيس چٺي ڏيو هو:-

” پياري حميلہ! توکي خبر آهي ته آءٌ هت قيدي آزاد ڪرائڻ آيو هوس. مگر خود قيدي ٿي پيس. تنهنجي هن زلف گرهگير مونکي پنهنجو اسير بنائي ڇڏيو پيا قيدي ته آزاد ٿي سگهن ٿا مگر آه! تنهنجي قيد مان رهائي مان مشڪل! سندري! پياري سندري! تون سمجهي سگهين ٿي ته اساجو هي معاملو ڪيتري قدر نازڪ آهي؟ اسان ٻنهي جو مذهب جدا- وطن جدا- رسم و رواج جدا- اسانجي وصل ۾ هزارها مشڪلاتون پيش اينديون. ڪڏهن سوچيو ٿو اٿي ته انهن جو حل ڇا آهي؟ آءٌ ته سوچي سوچي ٿڪجي پيو آهيان- مونکي ته وصل جي ڪا به تدبير ڪا نه ٿي سجهي. هان! هڪ تدبير آهي ته تون مسلمان ٿيءُ- نه نه. پياري عشق جو ڪو مذهب ڪونهي. اهو خود هڪ مذهب آهي. توکي جيڪو عقيدو وڻي سو پلي رک. البت هيءَ ڳالهه ياد رکج ته هن بي دردن ٻتن جي اڳيان پنهنجي درد جو اظهار نه ڪج. اهي ڪجهه به ڪري نٿا سگهن. اهي ته خود پنهنجي وجود ۽ حفاظت واسطي به انسان جا محتاج آهن. آئنده تون انجي اڳيان مٿو ليڪج جو بي احتياج آهي. بي پرواه آهي. بي نياز آهي ۽ جڳ جو مالڪ آهي. سوالين جو سڌ سٺو وارو خطائن معاف ڪرڻ وارو ۽ دعائن جي قبول ڪرڻ وارو آهي. پنهنجن ٻندن تي ماءُ پيءُ کان به زياده مهربان آهي. اهو انسان جي وصل جا اسباب پيدا ڪندو. وڇڙيا وڇڙيلن سان ملائيندو ۽ من جون مرادون پوريون ڪندو.

پياري! آءٌ توکي هڪ تحفو ڏيان ٿو جو مونکي پنهنجي جان

کان به پيارو آهي. تون به انکي ساه سنئون سانڍج. اهو غم جي وقت تنهنجي روح کي راحت ڏيندو ۽ مشکل جي وقت تنهنجي مدد کندو. هان وٺ! هي کلام پاک. اِن جو روز مکين کان سبق ونندي رهج. آءٌ جڏهن موٽندس تڏهن اچڻ شرط پهرين توکان هي پڇندس ته نون ان مان کيترو پڙهيو آهي؟ پياري سندري! تنهنجو هيءُ حسن و جمال آءٌ تو وٽ امانت رکان ٿو. انکي ساڳي طرح قائم رکج. اٿين نه ٿئي ته غير ضروري غم ۽ فکر ۾ انکي برباد کري ڇڏين. ڏس آءٌ توکان وعدو وٺان ٿو ته کنهن به صورت ۾ غم ۽ فکر ۾ پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيندينءَ. بي صبري ۽ نا اميدي مذهب عشق ۾ کفر آهي. صبر ۽ استقلال سان سڀ مشکل حل ٿي ويندا. بس! توکي الله جي سپرد کريان ٿو. خدا حافظ."

هي محبت پريا لفظ اهڙا نه هوا جي سندريءَ کان جلد وسري وڃن. هيءُ پهريون ڏي پيرو هو جو ان سعيد جي واتان هي لفظ ٻڌا هوا. انهيءَ کري انهنجو اثر سندس دل ۽ دماغ تي اجا تائين موجود هو. گويا انهي جو پڙلاءُ اجا تائين سندس کنن تي پهچي رهيو هو. بس اهو ڏينهن، وري کڏهن به ان ٻنن جي پوڇا نه کئي. رسمي طور تي کنهن وڏي ننڍي ڏينهن پنهنجي پرائين ساهيڙين گڏگا ۽ جمنا سان گڏ مندر ۾ ويندي هئي. مگر سو به تڏهن جڏهن هوءَ ۾ڙ لرندي هئي ۽ اندر ۾ي کا به پهر کا نه هوندي هئي. هينئر انجي دل ۾ پردي ۽ شرڌا جي بدران نفرت ۽ ڌڪار هئي. پاڻ ته انهن جي اکيان مٿو نه لڪيندي هئي البدو پنهنجي ساهيڙين کي به روکيندي هئي ۽ سندن انهيءَ انڌي شرڌا تي کلون ۽ ٺٺون کندي هئي. اهي وچاريون کيس ديوانن جي کوپ ٿون ۽ سراپ ( پاراتي ) ڏيڻ جا کهٽاني ڊپ ڏياريندبون هيون مگر هينئر انجي دل ۾ صرف خدا جو خوف هو ۽ ٻاکرن کي ٺکر جي برابر به نه سمجهندي هئي. آها کلي جواب

ڏيندي هين تہ مون هينر ديوتائن جي ديوتا کي ڏٺو آهي. انجو کو ڪوپ ڪونهي. اهو نراڪار آهي جڳديشور آهي. پالڻهار آهي، مهاشڪتيوان آهي. هر هنڌ حاضر آهي، سڀ ڪجهہ اهو ئي ڪري ٿو. جيڪي چاهي ٿو، ڪري ٿو. مون انجي چرنن ۾ شيش نوايو آهي، اهو منهنجي رکيا ڪندو ۽ من جون مرادون پوريون ڪندو. هي پٿر جا بت ڇا ٿا ڪري سگهن؟ سونکي هنن جي حال تي رحم ٿو اچي نہ تہ جيڪر کين ڪچي ڪانوڻي ٻاهر اڇلي ڇڏيان. هنن‌جي پوڄا ڪرڻ اهڙي آهي جهڙي ڪنڌن سان راند ڪرڻ. ڪو مهامورک انهن جي اڳيان مٿو ليڪي، باقي مان تہ ڪڏهن بہ نہ ليڪيندس. گنگا ۽ جمنا سندريءَ جون هي ڳالهيون ٻڌي وائڙيون ٿي ويندڀون هيون ۽ چونديون هيون تہ سچ پچ ديوتائون هن تي ڪوپ (ناراض) ٿيا آهن ۽ هينئر آها چري ٿي وئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڏاڍي چڙ بہ ايندي هين ۽ ڪانئس رسي ويندڀون هيون، مگر سندري کين سگهوئي ٺاري ڇڏيندي هئي. ورهن جي ساهيڙپ هئي سا انهن ڳالهين تي لٽي واري نہ هئي ۽ اهي بہ آهستي آهستي انهن ڳالهين تي هري ويون هيون. سندري جو هينئر هيءُ نيم ٿي ويو هو تہ صبح جو سوير پرہ ڦٽي مهل اٿندي هئي ۽ هنج شاني ( وضو ) ڪري سگهہ سان گڏ تپشيا ( عبادت ) ڪرڻ ڪانپوءِ وهندي هئي. قرآن‌شريف جو پاٺ (تلاوت) ڪرڻ وهندي هئي تہ ٽاڻا ٽاڻي ڏہ لڳندا هوا تہ بہ نہ اٿندي هئي. هڪ پيري تہ قرآن‌شريف جي پاٺ ڪندي پٽس بہ مٿان اچي نڪتو، مگر هن آلي وڄڻ يا بهاني ڪرڻ جي بدران بلڪل سچ ڳالهايو ۽ کيس اثر وڌ جي مشهوراڪ اپنشد ( لا إله الا الله محمد رسول الله ) جو ارٿ ( مطلب ) اهڙن مناسب ۽ معقول لفظن ۾ ٻڌايو جو ڪلي خوش ٿي ماٺ ڪري هليو ويو. قرآن شريف جي تلاوت ڪري اٿڻ ڪانپوءِ مٿيان لفظ انجي لاءِ گويا ورد هوا. اٿندي، وهندي، سمهندي، جاڳندي، ڪانيندي پيئندي

ڀڃي انهن تي غور ڪندي هئي. ڪڏهن جميلہ جي ڳالهين تي غور ڪندي هئي تہ ڪڏهن ”امانت“ جي لفظ تي - ڏينهن ۾ ٻہ ٽي ڀيرا آئيني ۾ پنهنجو منهن وار ڏاهي ڇوندي هئي تہ مونکي پرائي امانت جو بہ خيال ڪرڻ گهرجي. ڏٺي ڪري هيءَ امانت صحيح سلامت رهي. اڄ قرآن شريف جي تلاوت ۾ روز مره جي دستور کان گهڻي دير ٿي وئي آهي. ڪچڙي سنجهند اچي، ٿي آهي تہ بہ اڃا سندري اٿڻ جي ٿي نہ ٿي ڪري. ڪيس اهڙو آتمڪ آنند (روحاني سرور) پراپت ٿي رهيو آهي جو ان ۾ بلڪل محو ٿي وئي آهي پيون سڀ ڳالهيون وسري ويون اٿس. سڪينہ ۽ سندري ٻئي آمهون سامهون ويٺيون آهن، وچ تي قرآن شريف رحل تي پٽيو رکيو آهي. حضرت يوسف عليہ السلام واري دردناڪ قصي تي پنهن جي وچ ۾ گفتگو ٿي رهي آهي جنهن مان پتو لڳي ٿو تہ سندري ”سوره يوسف“ تائين قرآن شريف پڙهي چڪي آهي. سڪينہ حضرت يوسف جو سندس حاسد ۽ بي درد ڀائرن جي هٿان کوه ۾ ڪرڻ، مصر جي بازار ۾ غلام ٿي وڪامڻ، ورهن جا ورهہ قيد ۾ رهڻ ۽ آخر مصر جي بادشاه ٿيڻ جو دردانگيز داستان بيان ڪري جڏهن هن ڳالهہ تي پهتي تہ حضرت يعقوب عليہ السلام پنهنجي پياري پٽ جي جدائي ۾ روئي روئي اکين جو نور بہ وڃائي ويٺو ۽ آخر ڪيس منو سهائي نا اميد ٿي ساڻ ڪري ويهي رهيو تہ اوچتو ٿي اوچتو اميد جو تارو ڏٺو ۽ هڪ روحاني ڪشش محسوس ڪري چوڻ لڳو تہ يوسف (عليہ السلام) زنده آهي مونکي مصر مان ان جي پيراهن جي بوء پئي اچي. هيءَ لفظ چوندي سڪينہ جو آواز گهگهو ٿي ويو اکين ۾ ڳوڙها تري آيس ۽ مٿس بيهوشيءَ جي حالت طاري ٿي ويئي، هوڏانهون سندريءَ جو بہ اهوئي حال ٿي ويو ۽ ٻنهي کي خبر نہ رهي تہ ڪهڙي جهان ۾ آهن؟ ڪجهہ دير تائين سندن اها حالت رهي. آخر سڪينہ جي اک کلي ۽ سندريءَ کي هوش ۾ آڻي چوڻ لڳي تہ:

پڻ! اڄ موکي سعيد جي پيراهن جي بوءِ پئي اچي.

سندري- مون کي ته سندس مشڪي گهوڙي جي هڻڪار پئي ٻڌڻ ۾ اچي.

ايتري ۾ گنگا اندر آئي ۽ اوسندي شرط چيائين ته اڄ منهنجي سڄي اک پئي ڦرڪي لاشڪ ڪو مهمان ايندو. منهنجي سڄي اک ڦرڪندي آهي تہ هميشه ڪو نہ ڪو ٻاهريون مهمان اوسندو آهي سامهون پٽ تي هڪ ڪانءُ اچي ويٺو ۽ زور شور سان ڪان ڪان ڪرڻ لڳو. سندري ان ڏي نهاري چوڻ لڳي ”تو ڪيا نتا ڪير هيانتا ڏيان ملي لولي. منهنجو ———— ڻو اچي“ ڀري ڪن جمنا ڊوڙندي پئي اچي ۽ هٿ ۾ ڏوئي انس. سندريءَ جي پرسان وهندي ڏوئيءَ کي مٿان ٻن آڱرين سان جهلي چوڻ لڳي ”سعيد ٿو اچي. سعيد ٿو اچي. سعيد ٿو اچي.“ لئين پيري سان ڏوئي چري ۽ خوشيءَ وچان جمنا واڪو ڪري چوڻ لڳي. ”اوءوا ڏوئي چري. اڄ ضرور ايندو. گنگا! تو ڏوئي چرندي ڏٺي نہ. سندري! تو بہ ڏٺي نہ. سڪينہ تو بہ ڏٺي نہ؟“

هي انهن ڳالهين ۾ هيون تہ مٿان مهراج آيو ۽ سڪينہ کي سڏي چوڻ لڳو تہ ”تنهنجو پاءُ آيو آهي ۽ ان سان گڏ ٻيا بہ ٻہ ماڻهو آهن. انهن جي رهڻ ۽ کاڌي پيتي جو انتظام ڪر.“

جمنا- مهراج! سچ ٿا چئو؟

مهراج- مون اڳي ڪڏهن ڪوڙ ڳالهايو آهي جو هينئر ڳالهائيندس.

گنگا- مرن تہ اڳي ئي ٿي چيو تہ منهنجي اک ٿي ڦرڪي. اڄ ضرور مهمان ايندا.

جمنا- منهنجي ڦار سچي ڪين ٿي ؟

مهراج- مهمانن کي اني ويهاري آءٌ آيس اوهانکي خبر ڏيڻ. هاڻي آءٌ وڃي ٿو انهن وٽ وهان ۽ حال احوال وٺان. انهيءَ وچ ۾ توهين

بندوبست ڪري وٺو.

سندري خوشيءَ وچان اٿي ڪڙي ٿي ۽ آئيني ۾ منهن ڏسي چوڻ لڳي ته هي ڪوماٺل منهن، هي زرد رخسار هي فڪر مند اکيون، هي نحيف ۽ لاغر جسم ڏسي ڇا چوندا.؟ مونکي سندن امانت جو زياده خيال ڪرڻ گهربو هو. ( آه سرد ڀري ) وڃوڙي ۾ هي حال نه ٿيندا ته ٻيا ڪهڙا حال ٿيندا؟ خير! فڪر ڪونهي. سندن ديدار ٿيڻ شرط منهنجي منهن تي رونق اچي ويندي ۽ پاڻ سمجهندا ته مون سندن امانت جي حفاظت ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪانه ڪئي آهي. ائين چئي پاڻ تڪڙي تڪڙي سنان جي ڪوٺيءَ ۾ وئي ۽ سنان ڪري نئون ريشمي وڳو ڍڪي هار سينگار ڪري ٺهي ٺڪي وٺي ته اتري ۾ سڪينه مهمانن جي رهائش ۽ کاڌي پيتي جو ضروري انتظام ڪري موٽي آئي. گنگا ۽ جمنا به وهنجي سهنجي نوان ڪپڙا ڪري اچي حاضر ٿيون ۽ سندري کي چوڻ لڳيون ته مٺائي ڪارائي.

سندري- مٺائي گهٽي. ٿورو ترسو ته گهرايان ٿي.

جمنا- ترسڻ پرسڻ ڪونهي.

گنگا- دير ڪانه ڪيو. مونکي ڏوڪڙ ڏي ته مان پاڻ ٿي گهرايان.

سندري- ڏوڪڙ ڇا آهن؟ مان ته مٿن ساه به صدقي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

سڪينه- گنگا! ڏوڪڙ ڪيترا گهرجن؟

گنگا- سوا روپيو.

سڪينه- ( کلي ) بس! فقط سوا روپيو. ڀائي! اڍائي روپيا ته مان ٿي ڏيان.

سندري- جمنا! هان وٺ! هي پنج روپيا. اسيءَ کي چوائي موڪل

تہ ملائي وٺي ڏياري موڪلي ۽ پاڻ بہ اچي ٿـي وڃي. ڪهڙائي
ڏينهن ٿي ويا آهن تہ آئي ڪانہ آهي.

سندري پنهنجي ساهيڙين جي وچ ۾ ائين سونهي رهي آهـي جيئن
چنڊ تارن وچ ۾. انجو منهن گلاب جي گل وانگر ٻهڪي رهيو
هو ۽ ساڪيات سرڳ جي اپسرا يا بهشت جي حور پئي معلوم
ٿي. ڏينهن تپي ويو هو ۽ پوري منجهند ٿي چڪي هئي. مهراج
مهمانن جي ٿڪ جو خيال ڪري ڪين جلد ٿي رهائش واري جاء
تي وٺـي ويـو جتي پهچي انهن هٿيار ڦوهار لاٿا. غسل ڪيو.
ڪپڙا بدلايا. ان ڪانپوء مهراج آيـو ۽ سڪينہ ڪي ڇپائين تـہ
هلي مهمانن ڪي ساني ڪارائي ۽ انهن کي مل. سندري کـي
ڇپائين تـہ ان سان مدد ڳار ٿيء ۽ پنهنجي عـزت ۽ جـان
بچائـڻ واري معزز مهمانـن کـي هاي ڪوڪار. هي ٻئي ڇڙيون
پنهنجي نصيب تـي نـاز ڪنديون، خوش ٿينديون، ڪلنديون،
ٽڙنديون ٿي آيون. سڪينہ پنهنجي پاء سان وڏي حب ۽ آڪير
سان ملي ۽ ان بہ کيس پيار ڪيو ۽ ڪافرن جي قيد مان جلد
آزاد ٿيڻ جو دلاسو ڏنو. سندري سعيد سان چهار چشمي ٿيندي
شرط اکين جي ذريعي ان کي پنهنجي دلـي جذبات کان آگاه
ڪيو ۽ ٿـورو سـرکي هٿ جـوڙي نمسڪار ڪئي مـگر وات
سان ڪجهہ بہ ڪڇي نہ سگهي سڪينہ دسترخوان وڇايو. ساني
آندي، مهمانن جا هٿ ڌئاريا. سندريء پکو هڻڻ ۽ پاڻي پيارڻ
جو ڪم پنهنجي ذمہ ڪيو. مهمانن کاڌو کائي هٿ ڌوئـي دعا
گهري ۽ پنهنجي جاء تـي ٺهي ويٺا. سندريء ڪجهہ خشڪ ۽
تازو ميوو ۽ ڪجهہ مٺائي ڪلي آئي ۽ آڻـي سعيد جـي اڳيان
رکيائين. سعيد سرکي شڪريہ سان اهـو تحفو قبول ڪيو ۽
اٿي پنهنجن هٿن سان سڀني کـي اهـو ورهائي ڏنائين. سندري

اشارن ئي اشارن ۾ مطلب سمجهي وئي ۽ طوعاً و کرهاً کيس به ڪجهه وٺو پيو. ان کان پوءِ سندريءَ پنهنجي هٿن سان خوشبودار پان تيار ڪري سيني کي ڏنا. مهمان جڏهن ٽڪجي آئل هوا انهيءَ ڪري مهراج انهن جي آرام جو خيال ڪري اٿي کڙو ٿيو ۽ سندري ۽ سڪينه به باسڻ برتن ڪٺي پنهنجي جاءِ تي آيون. شام ٿي انتظار ختم ٿيو. رواجي طرح هڪ ٻئي کي حال احوال ڏنا ويا. سفارت جي ناڪاميابيءَ جي احوال سيني جي دلين کي سخت صدمو پهچايو. خاص ڪري سندريءَ کي ته حد کان زياده رنج ۽ الم ٿيو. مگر سعيد جي دلداري ڏيڻ ۽ پنهنجي پروگرام کان واقف ڪرڻ ڪري انکي نا اميديءَ ۾ به اميد جي جهلڪ نظر اچڻ لڳي. خلاصڪيءَ ۾ انهن جي وچ ۾ راز و نياز جون ڳالهيون ٿيون انهنجي اسانکي خبر ڪانهي. سعيد هڪ هفتي تاءِ اتي رهيو تنهن کان پوءِ پنهنجي پروگرام جي تڪميل لاءِ روانو ٿيو. سندري ۽ سڪينه ساڳي مشغولي ۾ رهيون ۽ انجي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون گهرنديون رهيون.

---

# اعلان جنگ

## ( ١٨ )

خلافت اسلاميه جو درياءُ پوري زور شور سان لهرون هڻي رهيو هو. اسلامي فتوحات جو سيلاب روز بروز وسيع ٿيندو وڃي ٿو ۽ جنهن به طرف رخ رکي ٿو تنهنکي پنهنجي تيز وهڪري ۾ لوڙهي وڃي ٿو. ايران، مصر، روم جن تي شب و روز کفر ۽ ظلمت جا ڪارا ڪڪر ڇانيل رهندا هوا نور توحيد سان معمور آهن. قيصر ۽ کسريٰ جون زبردست سلطنتون مسلمانن جي زيرِ نگين آهن. دنيا جا ٽي وڏا کنڊ يورپ، ايشيا، ۽ آفريقه مسلمانن جي سطوت ۽ هيبت کان لرزه براندام آهن هڪ طرف اسلامي فوجون "قتيبه" فاتح ڪاشغر جي سرڪردگي ۾ شهنشاه چين کان خراج وصول ڪري رهيون آهن. ته ٻئي طرف "موسيٰ ابن نصير" جي زير قيادت اسلامي لشڪر اسپين جي قسمت جو مالڪ ٿي اڳتي وڌي رهيو آهي. دنيا جي مشهور بهادرن ۽ پهلوانن جون گردنون اسلام جي اڳيان جهڪي رهيون آهن. مشرق ۽ مغرب جي تقدير مسلمانن جي شمشير خارا شگاف بدلائي ڇڏي آهي ۽ دنيا جي ڪنهن وڏي کان وڏي طاقت کي به همت نٿي ٿئي جو مسلمانن ڏي اک کڻي نهاري سگهي. حق ته هيءُ آهي ته مسلمانن جون گردنون صرف خدائي ذوالجلال جي اڳيان جهڪيل هيون ۽ انهيءَ ڪري ڏي ساري دنيا جي سرڪش، غرور انسان جون گردنون مسلمانن جي اڳيان جهڪيل هونديون هيون. دنيا جو قديم ترين شهر "دمشق" اسلامي دارالخلافه آهي جو پنهنجي روز افروز آبادي، عمدگي ۽ خوبصورتي جي ڪري دنيا ۾ عروس البلاد جي نالي سان مشهور آهي. شهر جي

مغربي حصي ۾ سفيد سنگ مر مر جو هڪ عاليشان محل آهي جنهن کي "قصر خلافت" جي نالي سان ياد ڪيو ويجي ٿو. ان جي اڳيان هڪ وسيع ميدان آهي جنهن ۾ هر جمع ڏينهن نماز کان پوء خليفه وقت جي اڳيان فوجي سلامي ڏيندي هئي اڄ جمع جو ڏينهن آهي. ٻن ٻهرن جو وقت، حسب دستور خليفه عبدالملڪ جمع نماز کان پوء زرق برق پوشاڪ ۾ هڪ شاندار ڪميت گهوڙي تي سوار ٿي اسلامي فوج جو معائنو ڪري رهيو آهي. سائس گڏ قاضي القضاة (شيخ الاسلام) وزير اعظم ۽ وزير جنگ به گهوڙن تي سوار آهن. گهرسائين سوار فوج آئي ۽ خليفي جي اڳيان سلامي ڏيندي اڳتي رواني ٿي. انهي کان پوء پيدل فوج جو وارو آيو ۽ اجا به ڪي فوجي دستا مس لنگهيا ته ايتري ۾ سري کان شاهي رستي تي غبار نظر آيو ۽ ٿوري دير کان پوء هڪ گهوڙي سوار ظاهر ٿيو جو واچ ميڻهن وانگر ڏوڪيندو وڌندو پئي آيو. گهوڙي کي چوٽ چڏي ڏنو هئائين جو پنهنجي سرعت رفتار جي ڪري برق کان به تيز پئي معلوم ٿيو. سوار خواه گهوڙو پگهر ۾ وهنجي ويا هوا ۽ پئي بري طرح سهڪي رهيا هوا. سوار جي چهري مان غم ۽ غصي جا آثار ظاهر هوا ۽ ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو ته خدا نخواسته مسلمان ڪٿي ڪنهن تڪليف هيٺ آيل آهن ۽ هي انهن جي امداد لاء هيڙي طرح پريشاني جي حالت ۾ خليفة المسلمين جي خدمت ۾ پهچي گهري ٿو. سوار جي هن غيرمعمولي حالت سڀني کي پاڻ ڏي متوجه ڪيو ۽ خليفة المسلمين به چشم براه ان جو انتظار ڪرڻ لڳو. سوار جڏهن قريب اچي پهتو ته با آواز بلند السلام عليڪم چئي ٽپ ڏئي گهوڙي تان لهي پيو.

**خليفة المسلمين**- وعليڪم السلام. بابا! ڪر خبر؟ خير ته آهي؟

**قاصد** - امير المؤمنين! سنڌ جي راجا قيدين آزاد ڪرڻ کان انڪار

ڪيو آهي! مسلمان ڪافرن جي قيد ۾ بري طرح سڙي ڳري رهيا آهن. بيوه عورتون معصوم ٻارڙيون ۽ يتيم ٻار خليفةالمسلمين ۽ ٻين مسلمانن کي امداد ۾ واهر لاءِ ڪاري رهيا آهن.

هي ۽ هڪ بجلي هئي جا مسلمانن جي دلين تي ڪري ٻا هڪ تير هو جو مسلمانن جي دلين جي آر پار لنگهي ويو. ۽ ٻين جي پيمانهء صبر کي لبريز ڪري بلڪل بي قابو ڪري ڇڏيائين. غصي وچان چهرا سرخ ٿي ويا. حميت اسلامي جو جوش رڳ رڳ مان ظاهر ٿيڻ لڳو. درياهء شجاعت موجزن هو. هرهڪ مسلمان جي اها ئي خواهش هئي ته فوراً اتي پهچي پنهنجي مظلوم ڀائرن جي مدد ڪري. مري ۽ ماري. خليفة المسلمين به نهايت متاثر ٿيو ۽ اکين ۾ پاڻي تري آيس ۽ بي اختيار زبان مان هي لفظ نڪري ويس.

” آئون آزاد هجان ۽ مسلمان ڪافرن جي قيد ۾ هجن.“

عصر جي نماز جو وقت تنگ ٿي رهيو هو. مؤذن صدائي توحيد بلند ڪئي ۽ ٻين کي شهنشاه حقيقي جي جبروت اڳيان سر تسليم خم ڪرڻ جو اطلاع ڏنو. خليفة المسلمين امام ٿيو ۽ ٻيا مقتدي. ٻين جون پيشانيون خدائي ذوالجلال جي اڳيان جهڪي ويون. نماز کان فارغ ٿيڻ بعد قاصد راجا ڏاهر جي چٺي ۽ ايشيائي ممالڪ جي گورنر جنرل ”حجاج بن يوسف“ جي سنڌ تي چڙهائي ڪرڻ جي درخواست خليفة المسلمين پنهنجي پرائيويٽ سيڪريٽري ( محرر خصوصي ) کي ڏکرائي انهن جي گذارش ڪرڻ جو حڪم ڏنو. راجا ڏاهر جي چٺيء ۾ لکيل هو:.

” مسلمانن جا جهاز ساموندي ڌاڙيلن ڦريا هوا. انهن تي منهنجو ڪو وس هلي نٿو سگهي اهي تمام سرڪش آهن ۽ ساري هندستان ۾ ڦهليا پيا آهن. سمنڊ جي ڪناري تي انهن جون وڏيون بيڙيون آهن، ڪا به حڪومت انهن سان ڀڙي نه ٿي سگهي.“ ان کان پوءِ حجاج بن

ہوڻ جي درخواست گذارش ھيٺ آني. ان ۾ لکيل ھو تہ "سنڌ جي راجا جو جواب تھذيب ۽ شائستگيءَ جي پايہ کان ڪريل ۽ نھايت بيھودہ ۽ غلط آھي. حقيقت ۾ ساموندي ڌاڙيلن کي ھھڙي طرح رھزني ۽ غارتگري لاءِ ڇوٽ ڇڏي ڏيڻ جو سبب ھيءُ آھي تہ سمنڊ جي رستي حملي ٿيڻ جي حالت ۾ اھي فوج جو ڪم ڏين ٿا ۽ سنڌ کي ڌارين جي حملن کان بچائي سگھن ٿا. عبدالله ملڪ جي اندروني حالت بہ چڱي طرح جاچي ڏني. ان جيڪا رپورٽ پيش ڪئي آھي ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ ملڪ ۾ سخت بد نظمي آھي. امن امان مفقود آھي. ماڻھو موجودہ حڪومت مان بيزار آھن. راجا سخت عياش آھي. رعيت جي عزت سلامت ڪانھي. ملڪ ۾ ڪيس ڪئي بہ ڪنھن حسين خوبصورت ڇوڪريءَ جو پتو لڳي سھي ہوہ انکي زوريءَ ڪٺائي وٺي ٿو ۽ ان جي عصمت دري ڪري ٿو. راجا جي بي حيائي ۽ عياشي ھن حد کي وڃي پھتي آھي جو پنھنجي سڳي ڀيڻ سان شادي ڪرڻ کان بہ نہ ڳڻو. اھا مظلوم عورت بہ خليفة المسلمين کي انھيءَ ظالم جي چنبي مان ڇڏائڻ لاءِ پڪاري رھي آھي. جيڪڏھن اھو خود ڌاڙيلن ۽ رھزنن جي اڳيان بيوس آھي تہ ہوہ انکي غريب ۽ بيوس رعيت تي حڪومت ڪرڻ جو ڪھڙو حق آھي؟ حضور جن براہ ڪرم سنڌ تي حملي ڪرڻ جي اجازت مرحمت فرمائين. انشاءَ الله تعاليٰ سنڌ جو خرچ سنڌ مان ئي نڪري ايندو."

خليفة المسلمين- (شيخ الاسلام کي مخاطب ٿي) ھن حالت ۾ شرع شريف جو ڪھڙو حڪم آھي؟

شيخ الاسلام- ھن حالت ۾ جھاد فرض آھي. خليفة المسلمين کي فوراً اجازت ڏيڻ گھرجي.

خليفة المسلمين- (وزير جنگ کي مخاطب ٿي) توھان جي ڪھڙي راءِ آھي؟

**وزير جنگ**- هڪ هڪ سپاهي پنهنجي مظلوم ڀائرن کي ڪافرن جي قيد مان آزاد ڪرائڻ لاءِ بيتاب ۽ سر بڪف تيار آهي. صرف اجازت جي دير آهي.

**خليفة المسلمين**- ( وزير اعظم کي مخاطب ٿي ) توهانجو ڪهڙو خيال آهي؟

**وزير اعظم**- خدا تعاليٰ جي فضل سان خزانو معمور آهي. جنگي اسباب ۽ اسلحه جي ڪمي ڪا نه آهي. هر هڪ مسلمان اسلام جو جانباز سپاهي آهي. بلاشڪ اجازت ڏيڻ گهرجي.

خليفة المسلمين مجلس شوريٰ سان صلاح مشوره ڪرڻ بعد جنگ جي اجازت ڏني ۽ محرر خصوصيه جي هٿان "حجاج بن يوسف" جي خط جو جواب لکائي مهر ڪرائي ساڳئي قاصد جي هٿان روانو ڪيو.

# راجا ڏرسين جي ڪٿا
## ( ١٩ )

راجا ڏاهر جو ننڍو ڀاءُ ”راجا ڏرسين“ هڪ ڳرانما ۽ پد و ارش هو ۽ برهمڻ جي راڄ جي يادگار شهر برهمڻ آباد جو والي هو. ان ۾ راجا ڏاهر وارين بڇڙين عادتون ڪين هيون. عيش عشرت، ناچ راڳ ۽ شراب ڪباب کان دور رهندو هو ۽ عام طرح سادي زندگي پسند ڪندو هو ۽ پنهنجو وقت گهڻو ڪري پوڄا پاٺ ۽ يوگ ابياس ۾ صرف ڪندو هو. راجنيتي ڳالهين جو به ڏاڍو ڄاڻو ۽ ڪاڻو مڙس هو. پنهنجي پاڙيسري راجائن سان نرمي ۽ دوستي جو تعلق رکيو ايندو هو. جنهن ڪري جنگ يا لڙائي جو ڪو به امڪان ڪو نه هو. ملڪ ۾ امن امان هو. رعيت ڪانئس ڏاڍي خوش هئي ۽ مٿانئس ٻلهار پئي ٿيندي هئي. سچ ته هيءَ آهي راجا چچ جي گاديءَ تي جيڪڏهن هڙو دور انديش ۽ قابل آدمي وهي ها ته جيڪر سنڌ جي هندو راڄ کي ڪو به لوڏو نه اچي ها. مگر بدقسمتيءَ سان حڪومت جي واڳ راجا ڏاهر جهڙي عياش ۽ شهوت پرست جي هٿ ۾ اچي وئي جنهن آخر پنهنجن ڪنن ڪرتوتن سان نه صرف پنهنجو ۽ پنهنجي خاندان جو بلڪ سنڌ جي هندو راڄ جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو. راجا ڏاهر جي پنهنجي سڳي ڀيڻ ”راجڪماري ٻائي“ سان شادي ڪرڻ واري خبر وڄ وانگر ساري ملڪ ۾ ڦهلجي وئي ۽ چوطرف نه صرف مٿس بلڪ ساري برهمڻ خاندان تي ڦٽ لعنت وسڻ لڳي ۽ عام طرح شاهي خاندان جي برخلاف سخت ناراضگي پيدا ٿي. راجا ڏرسين کي جڏهن هيءَ خبر پئي ته زمين سندس پيرن هيٺان نڪري وئي ۽ تن بدن ۾ آگ لڳي ويس جوش ۽ غصي کان بيتاب ٿي راجا ڏاهر کي لکيائين ته:-

”او چنڊال پاپي! تو هيءَ ڪهڙو ڪم ڪيو؟ هيترين رائين

هوندي ۽ او راوڻ روپي دشٽ! تنهنجي ڪام ترشنا ( شهوت پرستي ) پوري نه ٿي ۽ سڀڪي پيڻ مان ۽ نه لڙئين؟ آه! اي برهمڻ، ڪل کي ڪلنڪ لڳائڻ وارا دشٽ! تنهنجو اهڙي قدر من ملين ٿي ويو ۽ ٻڌي پرشٽ ٿي ويئي ۽ هردو پاپي ٿي ويو جو توکي هيءَ به خبر نه رهي ته نه رکيو پاڻ ٿي، پر هندو جاتي، هندو سيتا ۽ هندو ڌرم تي اهڙو لڪو لڳائين ٿو جو دنيا جي تاريخ ۾ هميشه لاءِ قائم رهندو ۽ ڪڏهن به متجي نه سگهندو. او آڌرمي چنڊال! تون ماتا جي پيٽ ۾ ڇٽ ٿي وڃين ها. يا جمڻ وقت دائي ڏڙيءَ تي تنهن ڏهڻي توکي پورو ڪري ڇڏي ها ته بهتر هو. آه! او هچارا! پيءُ ڏاڏي کي لجائڻ وارا! تو ساري ڪل جي ستيا ناس ڪري ڇڏي ۽ اسان سڀني جو نڪ ڇپ وڍي ڇڏيو. چوڌاري ڦٽڪار پئي پوي ۽ ڪيڏانهن به ڪنڌ ڪڍي نٿا سگهون. او ڪام اڌين راڪش! توکي پيڻ تي نه ته اهلا استريءَ تي به ديا نه آئي ۽ انجي ساري زندگي برباد ڪري ڇڏيئي. آه! او ظالم! توکي ويچاري اهلا تي به ترس نه آيو! ته ڇا هيءَ خيال به نه آيو ته متان اهلا جي آه اڳهي وڃي. پرماتما ڪوپ ٿئي ۽ اهڙي آپدا (آفت) اچي ڪڙڪي جو سارو ڪل تباه ٿي وڃي. هاءِ! منهنجو رت لهڪي ٿو. هيڻون ڪانپي ٿو، جگر جلي ٿو، سينو سڙي ٿو، رڳ رڳ ۾ باهه لڳي وئي آهي. ڇا لکي ڇا لکان! بس! او پاپي چنڊال! هن خط ڏسڻ شرط راجڪماري پاڻي سون ڏي ڏهاري موڪل نه ته پوءِ نتيجو چڱو نه نڪرندو.“

راجا ڏاهر تي هن دکدائڪ چٺي جو ڪو اثر ڪو نه ٿيو. انجي اکين تي اند جا ڪوپا چڙهي ويا هئا. متي ۾ حڪومت جو نشو پريل هو. شرم ۽ حيا ڪانئس اڳيئي موڪلائي چڪو هو. غصي ۾ اچي چيائين ته ” هيءُ ڪير جو مونکي ائين لکي؟ هن ڏالانق منهنجو اپمان ڪيو آهي. انکي جوڳي سيکت ڏيندس.“ مگر وڏي وزير ” ٻڌيمان“

جي سمجهائڻ تي سندس جوش ڪجهه ڍرو ٿيو ۽ ڪجهه سندس ضمير (وويڪ) به کيس انهيءَ بري ڪم تي لعنت ملامت ڪئي. جواب ۾ لکيائين ته:-

”مون کي جوتشين جي اڳڪٿي انهيءَ ڪم لاءِ مجبور ڪيو ۽ راڄ ڀاڳ جي سلامتيءَ لاءِ لاچار ائين ڪيم. وڏن پنڊتن جي فتويٰ موجب ويدڪ ويتني سان مون اهو وواهه ڪيو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته ”ايشور اٿام نه دوشاهه.“ راجا ڀڳوان سمان آهي ۽ ڀڳوان لاءِ ڪو به ڏوهه ڪو نه آهي جيڪي وڻيس سو ڪري. ٽرم ته خود راجا جي سهائتا (مدد) جو محتاج آهي. اوهان کي چڱيءَ ريت سڌ آهي ته ويدڪ ريتي سان ٿيل وواهه اٽوٽ آهي. اهو سپنڌ سواءِ موت جي ٽٽي نٿو سگهي. راجڪماري ڀانئي هينئر باقاعدي منهنجي پران پياري راڻي آهي. آءٌ ان کي اوهان ڏي ڪئن موڪلي سگهندس؟ اوهان کي شانتي ڪرڻ گهرجي. جيڪو ٿيلو هو سو ٿي چڪو. وڌل وقت موٽي هٿ نه تو اچي. هاڻي ڇا ٿي سگهندو. لوڪ جي نندا ٿي ٿي ٻه ڏينهن ٿيندي. پوءِ ڪنهنکي اها ياد به نه رهندي.“

راجا ٽرسين کي هن جواب تي هيڪاري غصو آيو ۽ کيس لکيائين ته ”او مورک! تون ڇائين ٿو ته انهيءَ فريب سان تقدير بدلجي ويندي ۽ تنهنجو راڄ ڀاڳ سلامت رهندو؟ سياڻن سچ چيو آهي ته ”وناش ڪالي و پرٻت ٻڌي.“ جڏهن ڪنهنجي ڪسندي آهي ته ان جي مت مارجي ويندي آهي ۽ اهو پاڻهين پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻي پنهنجي تباهيءَ جا اسباب پيدا ڪندو آهي. مون کي هينر پڪ ٿي وئي آهي ته تنهنجي تباهيءَ جو وقت اچي پهتو آهي ۽ تنهنجو راڄ اڳيءَ پوءِ ناس ٿيڻ وارو آهي. هان! تو هي ڇا لکيو آهي ته اهو وواهه ويدڪ ريتي سان ٿيل آهي؟ ويدڪ ريتي سان اهڙي قسم جو وواهه ٿي نٿو سگهي. پلا پاڻ پيءُ جي شادي ڪڏهن ٿي سگهي ٿي. راجڪماري ڀانئي کي

جيڪڏهن تـون مون ڏي نئو موڪلين ته اڙائيءَ لاءِ تـيار رهج. آءٌ پنهنجي بهادر فوج سان ڪاهي اچان ٿو. پوءِ پاڻهين توکي سڌ پوندي ته تنهنجو راڪشش راڄ ڪيئن ڏينهن تو قائم رهي؟“

راجا ڏرسين هڪدم جنگ جي تياري ڪئي ۽ هڪ وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪري اروڙ ڏانهن روانـــو ٿيو. هيڏانهن راجا ڏاهر به مقابلي لاءِ نڪتو ۽ ڪجهه ڏينهن تائين شهر کان ٻاهر هڪ ميدان ۾ انجو انتظار ڪندو رهيو. ان جي پهچڻ ۾ زياده دير ٿي. شڪار واسطي جهنگ ڏانهن روانو ٿيو. اهو شڪار ۾ مشغول هو ته پٺيان راجا ڏرسين اروڙ ۾ اچي ڪڙڪيو ۽ شهر ۾ اندر داخل ٿيڻ جو ارادو ڪيائين مگر شهر وارن ڦاٽڪ بند ڪري لڙائيءَ جو ارادو ڪيو. اتفاقاً ڪي چڱا ماڻهو وچ ۾ اچي پيا ۽ راجا ڏرسين کي سمجهائي لڙائيءَ کان روڪيائون ۽ کيس عزت سان وٺي اچي شهر جي اوله، پاسي واري دروازي وٽ لاٿائون ۽ راجا ڏاهر ڏي ماڻهو ڊوڙايائون. راجا ڏاهر خبر ملڻ شرط اروڙ ۾ آيو ۽ رانو رات پنهنجي ڀاءُ جي دعوت واسطي تياريون ڪيائين ۽ صبح جو کيس دعوت جو پيغام موڪليائين. مگر راجا ڏرسين ٻڌس ماڻهو هو ۽ دعوت قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيائين ۽ انهي ڏينهن شـام جو راجا ڏاهر جي ماءُ ۽ ٻيا شاهي خاندان جا آدمي راجا ڏرسين کي ملڻ ويا ۽ کيس سمجهايائون ته راجا ڏاهر اها شادي شهوت پرستي جو شڪار ٿي نه ڪئي آهي. بلڪ دل جي شڪ مٽائڻ ۽ راڄ ڀاڳ جي سلامت رهڻ واسطي ڪئي آهي. اميد ته اوهان ان جو قصور معاف ڪندا. راجا ڏرسين لاچار ٿي ماءُ جي سفارش قبول ڪئي ۽ پنهنجي ڀـاءُ کي اهو قصور معاف ڪيو. ٻي ڏينهن راجـا ڏاهر کيس دعوت ڏئي پنهنجي محل ۾ گهرايو مگر ان چيو ته مون قسم کنيو آهي ته اوهان جي محل ۾ اندر پير نه رکندس جيڪڏهن اوهين ٻاهر اچي مونسان ملندا ته وڏي مهرباني ٿيندي. راجـا ڏاهـر ٻي ڏينهن پنهنجن اميرن وزيرن سان گـڏ وڏي

نٽ سان، پاڻ کي ملڻ ويو مگر راجا ڏرسين جي جيئن مٺس نظر پئي جوش ۽ غيرت وچان هڪدم ان کي بخار اچي ويو. اکيون لال ٿي ويس. بدن ڪوري وانگر ٻرڻ لڳو ۽ هوش حواس جاءِ نه رهيو. بخار دم بدم ترقي ڪندو ويو سڄي بت تي ڦوڪٽا نڪري آيا. گهڻا ئي ويج طبيب اچي ڪٺا ٿيا، مگر ڪوبه علاج ڪارگر نه ٿيو. درد لادوا ثابت ٿيو. چوٿين ڏينهن پران تياڳيائين. راجا ڏاهر دستور موجب انجو لاش جلارايو ۽ ڪريا ڪرم جون رسمون ادا ڪيون ۽ ان کان پوءِ سواءِ ڪنهن ٻئي قسم جي ڪنڊڪي جي عيش و آرام ڪندو موجون ماڻيندو رهيو.

# محفل عيش

## ( ٢٠ )

رات جو ابتدائي حصو آهي سنڌ جي راجا جو محل ساڪيات اندر پڳوان جو آڪاڙو بنجي ويو آهي. وچ ۾ هڪ عاليشان پلنگ تي راجا ڏاهر براجمان آهي. سڄي ۽ کبي پاسي قدير نموني جي امشائي ڪرسين ( جنڊيءَ تي چڙهيل رنگيل ليڪ وارن منجين ) تي درجي بدرجي امير امراءَ ۽ ٻيا وڏا وڏا ساٺهو ويٺل آهن. سامهون هڪ سؤ (١٠٠) پرستان جون پريون يا پارت ورش جون ديويون موجود آهن جي پنهنجي دلفريب حسن و شباب ۽ دلربا ناز و انداز جي ڪري اندر پڳوان جي پرين کي شرمائي رهيون آهن. سوين سبز پريون لڪين لال پريون هرهڪ ديويءَ جي هرهڪ ادا تان قربان آهن. معلوم ائين ٿو ٿئي ته ساڪيات سرڳ جون اپسرائون يا پارت ورش جون چوند پري جمال نازنين ديويون اندر پڳوان جي آڪاڙي کي شهه ڏيڻ لاءِ هتي ڪٺيون ڪيون ويون آهن. عيش عشرت جو سڀ سامان موجود آهي. شراب جو دور چالو آهي. طبلي ۽ سارنگي جي سرور محفل کي گرم ڪري ڇڏيو آهي. پري جمال ديويون جدا جدا قسمن جي ناچ ۽ راڳ سان حاضرين کان خراج تحسين وصول ڪري رهيون آهن. هندستان جا مشهور مشهور گوبا واريءَ ولڻيءَ تي پنهنجي خوش الحاني سان هندستاني موسيقي جو ڪمال ظاهر ڪري رهيا آهن. هرهڪ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي مست آهي ۽ نشي ۾ جدا جدا قسمن جي حرڪتن سان پنهنجي از خود رفتگي جو ثبوت ڏئي رهيو آهي. آڌيءَ رات تائين هيءَ محفل گرم رهي ان ڪانپوءِ سارين ديويون پنهنجي قدرتي لباس ( بي لباسيءَ ) ۾ عجيب مستاني چال سان راجا ڏاهر جي اکيان اچي لنگهيون. جن مان هڪ شوخ شنگ اڙٻنگ ديوي اشاري

ملڻ تي راجا جي خواب گاه ۾ داخل ٿي. راجا ڏاهر لشي ۾ بد مست هو ۽ اجا اٿڻ جو ارادو ڪري رهيو هو ته اتري ۾ "ٻڌيمان" وزير اڪتي وڌي عرض ڪيو ته ديول بندر مان آيل قاصد حاضر آهي حضور جن اڄ رات انکي محفل ۾ پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو.

راجا- چڱو ان کي حاضر ڪريو.

ٻڌيمان وزير ان کي وٺي آڻي حاضر ڪيو.

قاصد- ( جهڪي سلام ڪري ) نمسڪار.

راجا- تنهنجو نالو ڇا آهي؟

قاصد- جيرام.

راجا- ڪر خبر، ڪهڙو حال آهي؟

جيرام- بيو سڀ خير آهي، شينهن ۽ ٻڪري گڏ پيا چرن. سمباجي مون کي هيءَ چٺي ڏئي روانو ڪيو آهي.

راجا- ( وزير کي مخاطب ٿي ) چٺي وٺي پڙهه.

وزير- ( چٺي وٺي پڙهي ٿو ) حضور جن جي حڪم موجب سندريءَ ديويءَ کي سمنڊ جي ڪناري تان ڪٺارائي ڏهن ماڻهن جي هٿان روانو ڪيو هو. مهراج گهڻي ئي ڪولا ڪئي مگر ڪيس پتو به ڪو نه لڳو ته ڪيڏانهن گم ٿي ويئي. لاچار روئي پٽي سانت ڪري ويهي رهيو. مگر اتفاقاً وات تي انهن ماڻهن جي ڏاڙيلن جي هڪ ٽوليءَ سان لڙائي ٿي جنهن ۾ اهي ڏهه ئي مارجي ويا. ڏاڙيلن کي سندري ديوي تي ڪهل آئي ۽ کيس وڏي عزت مان چوريءَ پٺس وٽ پهچائي ويا. هينئر اها ٻيءَ وٽ آهي ۽ ڪيڏانهن به ٻاهر ڪا نه ٿي نڪري، مهراج مٿس سخت نظرداري ڪري ٿو. هائي جيڪو حڪم.

راجا- ( قاصد کي مخاطب ٿي ) جيرام! تون شهر ۾ ويل آهين يا آسپاس؟

جيرام- شهر ۾ وڃڻ آهيان. ناراڻ جي گهر جي پرسان منهنجو گهر آهي.
راجا- سندر ۾ وڃندو آهين يا نه؟
جيرام- ڪڏهن ڪڏهن وڃندو آهيان.
راجا- تو اتي ڪڏهن سندريءَ کي ڏٺو آهي؟
جيرام- حضورا منهنجي هٿن ۾ ننڍي تي وڏي ٿي آهي. ڏاڍي سندر ديوي آهي. جهڙو اُنس نالو تهڙي آهي سندري. مگر وڃڻ ۾ مون ان کي ڪونه ڏٺو آهي. هڏو اثر نه ان ۾ ڪنهن جن پوت اچي واسو ڪيو آهي جنهن ڪري ڏينهون ڏينهن ڳرندي وڃي ٿي ۽ هينئر منجهس اڳين سونهن سوپيا نه رهي آهي.
راجا- (سچ کي تاءُ ڏئي) اسان جي مٿي تي به عشق جو پوت سوار آهي. اسين پاڻهين انجو پوت ڪيڍنداسين. انهي نامراد ڇوڪريءَ ۽ نالائق برهمڻ اسانجي شاديءَ جي پيغام کي سوبڪار (قبول) نه ڪري اسان جو اپمان ڪيو آهي. هالي هو ڏسندا تہ سندن ڪهڙو نه حال ٿئي. (وزير کي مخاطب ٿي) پڌيمانا تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟
وزير- انهن کي جوڳي سيکت ملڻ گهرجي.
راجا- ڀلو. سپاهي کي حڪم لکي موڪل تہ سندريءَ کي هڪدم سندن متن مائٽن سميت گرفتار ڪري سپاهين جي پهري هيٺ اسان ڏي ڏياري موڪلي.
وزير- (هٿ ٻڌي) حاضر اهو برهمڻ سچ پچ اهڙي سزا جي لائق آهي. ان جي ڇا مجال جو سنڌ جي مها راجا جي حڪم جي انحرافي ڪري سگهي!

راجا ڏاهر اٿي ڪڙو ٿيو ۽ نشي ۾ ٿيڙ کائيندو پنهنجي خوابگاه ۾ داخل ٿيو. ٻئي ڏينهن پڌيمان وزير سپاهي کي اهڙي چٺي لکي انهي ساڳي قاصد جي هٿان رواني ڪئي ۽ زباني پيغام موڪليو تہ انهي حڪم جي هڪدم تعميل ڪري نہ تہ خوبي نہ رهندي.

# سنياسيءَ جي ڪٽيا

## ( ٢١ )

هالوڪي هالن جي شهر کان تقريباً ١٥-١٦ ميل اتر اپرندي طرف درياهه جي ڪناري تي هڪ خوفناڪ ٻيلو هو جو پنهنجي وسعت ۽ ڪشادگيءَ ۾ مڪي جي ٻيلي سان ڪلهو هڻندو هو. ڏينهن جا ڏينهن ماڻهو منجهس هلندو وتي ته ان جو ڇيھ نه لڳي. سچ ڪٿي ٻر ٻيلو نه ڪٿي. گهاٽو وري اهڙو جو ڏينهن ڏٺي جو پر ۾ ڪو ڪنهن کي ڦري وجهي يا خون ڪري وجهي ته پتو نه لڳي. آبڪلانيءَ جي موسم ۾ هميشه زير آب رهندو هو، ۽ پاڻي لهي وڃڻ کان پوءِ منجهس گهاٽو جهنگ لڳي ويندو هو. طرح طرح جا گاهه پيدا ٿيندا هئا قسمين قسمين اوڙ اوپڙندا هوا. ٻات ٻات جون ٻوٽيون ٿينديون هيون، جن جي تلاش ۾ سادن سنياسن، جوڳين ۽ مهوسين پنهنجون عمريون ختم ڪري ڇڏيون هيون. ٻن، ٿر، ڏڀ، سر، ڪانهن، ڪل، ڪنگور، لئي، للر، لاڻو، لوپ، ٻيريون، ڪنڊيون، ٽالهيون، سرءُ، ٻبر، ڏنار ڪٿوري، ڪارو ڦڪرو، ڪيرول، گدڙ تماڪي، ڪونڪ، ٻڪڻ، اڇي گل واري آڏيري، ابت ڪنڊيري ۽ برهم ڏنڊي غرض ته هر قسم جا گاهه، هر قسم جا وڻ ۽ هر قسم جون ٻوٽيون منجهس ڏسڻ ۾ اينديون هيون. ٻوڙن ۽ چرن ۾ شينهن، سرون، ٻگهڙ ۽ چيتا وغيره خوفناڪ جانور تمام گهڻا رهندا هئا. جنهن ڪري ٻيلي ۾ پير رکندي خوف پيو ٿيندو هو. اڪثر وڏا وڏا ماڻهو، راجائون مري پري کان انهي ٻيلي ۾ شڪار لاءِ ايندا هئا ۽ جدا جدا هنڌن تي سڌن شڪار جون مهاڙيون ۽ ڪڏيون ٺهيل هونديون هيون. ٻيلي ۾ ڪو شامي ڀهو پيچرو ڪو نه هوندو هو. ننڍا ننڍا پيچرا هوندا هئا جي گهٽو ڪري درياهه جي وٽ تي ڍاڪڻ جي پاڻ ڏانهن ويندا هوا. ڪيترا ئي سال ونڊ آدمي گاهه چاري ۽ ي

سانگي سال ڪاهي اني اچي ونـاڻ ڪري وهندا هوا. ويجهي چڪ ۾
ٻي ڪا آبادي ڪانه هوندي هئي. رات جو ڀـا تہ خوفناڪ جانـورن
جون گجڪارون، اوناڀون ۽ ڪوڪون يا تہ سال جي ڇڙڻ جو آواز
يا تہ مارو ماڻهن جا لوڙائو ۽ ڏوهيڙا، يا تہ درياه جـي ڇولين ۽ ڀيرين
جو ڏڏڪو ٻڌڻ ۾ ايندو هو. درياه جي ڀرين ۽ پنر آنيارو سانيارو ٻنجن
ڪوهن ٻنڌ تي برهمن آباد جو شهر هو جـتان اروڙ ڏي ٻڪي سڙڪ
ويندي هئي. جنهنڪري اروڙ ڏي ويندڙ آدمي اڪثر انهي۽ ٻيلي واري
ٻتڻ ڪان لنگهندا هئا. ٻتڻ واري جاء تائين ٻيلي سان هڪ سنهون ڀچرو
هوندو هو، جنهن تي عام طرح آمدرفت ٿيندي هئي. ٻتڻ واري جـاء
کان سڌ ڪن پنڌ تـي هڪ وڏو ٻير جو وڻ هـو جنهن جي هيٺان هڪ
سنياسي۽ جي ڪتيا ( جهوپڙي ) هئي. ڪتيا جي اڳيان دونهين هميشه
ٻئي دکندي هئي. وڏا وڏا ٻنڊ ان ۾ پيائي هونـدا هئا. ڀـرسان ڪاٺين
جو ڍيـر لڳو ئي پيو هوندو هو. سنياسي۽ جـي سـاڻهن ۾ ڏاڍي ميتا
هوندي هئي. سـڀ ماڻهو ان کي ساڌو ۽ مهاتما ڪري ليکيندا هـئا ۽
وڏي شرڌا سان پري پري کان ان جي درشـن لاء ايـندا هئا. سنياسي
مهراج انهن کـان ٻي ڪنهن ٻـ قسم جي ڏڪنا يـا پيتا نہ وٺندو هو.
البت جيڪڏهن ڪو ماڻهو وڏو ٻنڊ کهلي کڻي اچي دونهين جي پرسان
رکندو هو تہ سنياسي ڏاڍو ٻرسن ٿي ان جي اها ارداس قبول ڪندو هو
۽ کيس آسيس ڪندو هو. سچ پچ هي سنياسي مهاتپشوي ۽ مها يوگي
۽ هڪ وڏو پهتل ۽ مها شڪتي وارو سـڙس هـو. ان جي وات مـان
جيڪي نڪرندو هو سو ٿيندو هو. هزارها ماڻهن جون من جون مرادون
پوريون ٿيون هيون ۽ سوين سوالي ان وٽ ويـا ئي وينا هونـدا هئا.
ادر بار جا ماڻهو هڪڙا ايندا هئا تہ ٻيا ويندا هئا. سنياسي مهراج سڄو
ڏينهن ۽ سڄي رات سالها جپيندو تپشا ڪندو رهندو هو. اٿر ويد جو
مشهور الوڪ اپنشد هر وقت سندس زبان تي جـاري هوندو هو. انجي

منهن ۾ ڏاڍي مٺيا ( روشني ) هئي ۽ سندس اکيون مشعل وانگر ٻرون پرنديون هيون. ڪير جو ڏانهس اک کڻي نهاري سگهي؟

اونداهي رات آهي. اڌيءَ جو وقت، چوڌاري سناٽو لڳو پيو آهي. انسان خواه حيوان، درندا خواه پرندا، سڀ محو خواب آهن. البت درياهه هڪ بيدار آهي، بيقرار آهي، دلفگار آهي. ان جي اکين کي ننڊ ڪانهي ۽ عاشق ناشاد وانگر نيڻن مان نير وهائي رهيو آهي. ان جي اندر جا آڌما ڪنن جي صورت ۾ ڪڙڪا ڪري رهيا آهن ان جي هڪ هڪ آه سندس دل کي چيري سير جي صورت ۾ ظاهر ٿي هڏندڙ جي دل کي ڏڪائي رهي آهي. ليڪن ”يڪ نه شد دو شد“ هي پيو آواز ڪٿان پيو اچي؟ آواز درد انگيز آهي! ان ۾ تاثير آهي! دل کي بي اختيار پاڻ ڏي ڇڪي وٺي ٿو! ضرور ڪنهن عاشق ناشاد جو آواز آهي. مگر هن مهل هن خوفناڪ جهنگ ۾ هي آواز ڪٿان ٿو اچي؟ ڪن لائي ٻڌڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته هجي نه هجي صنياسي جي ڪتبا ۾ ڪنهن دکوئل مصيبت جي ماريل جو آواز هجي! ٿورو قريب پهچڻ تي هي آواز زياده صاف ٻڌڻ ۾ آيو.

”رحم ڪر! رحم ڪر! او خدا رحم ڪر! هن پرديسي مسافر تي رحم! بي يار و مدد گار تي رحم ڪر! هي عاجز گنهگار، هن وادي پر خار ۾ هن مسافت دشوار گذار ۾ تنهنجي رحم جو طلب گار آهي. تنهنجي ڪرم جو خواستگار آهي. رحم ڪر! رحم ڪر!! او خدا رحم ڪر!!! آه! اها چيز جنهن يعقوب کي بيقرار ڪيو، صنعان کي گمراه ڪيو، يوسف تي الزام رکيو، زليخا کي بيتاب ڪيو، قيس کي مجنون، فرهاد کي ڪوهڪن بڻايو، هينئر مون تي غالب آهي مون گهڻو ئي ٽنايو، اکين کي روڪي دل کي سمجهايو پاڻ کي پليو! مگر افسوس منهنجو ڪو وس علي نه سگهيو. ڦاسي ويس. گرفتار ٿي پيس. انهيءَ پاڻ ۾ بلا جو اثر هو. ڪيف هو. سرور هو. خمار هو. منهنجي دل دماغ

تي ڇانئجي پيو.

هاءِ! هينئر ڪنهن به ڪم جو نه رهيس. حالت خراب آهي، جيئڻ عذاب آهي، کاڌو پيتو زهر آهي، ننڊ حرام آهي، زندگي مصيبت آهي، جان آفت آهي، گهر کان بي گهر ٿيس، وطن کان بيوطن ٿيس، هڪ قيد مان آزاد ٿيس ٻئي قيد ۾ گرفتار ٿيس. آه! اهو ڪم ڪٿي رهيو! مٽ مائٽ ڪٿي رهيا! يار دوست ڪٿي رهيا! انهي حسن دلفريب انهي حسين دلربا منهنجي دل کي زخمي ڪيو، ارادن کي سست ڪيو، همت کي پست ڪيو. هينئر هيءَ جهوپڙي آهي ۽ هي بيمار عشق! هي قيد خانو آهي ۽ هي اسير غم! او خدا! او خدا!! منهنجي طبيعت کي ضبط ڏي، منهنجي مزاج کي استقلال ڏي. مون کي ڊپ آهي ته منهنجي همت، منهنجي جرات ۽ منهنجي شجاعت خاڪ ۾ ملي نه وڃي ۽ هيءَ فاني محبت حقيقت کان گمراه نه ڪري ڇڏي.

ابراهيم کي تو بچايو، اسماعيل کي تو بچايو، يعقوب جو فرياد تو ٻڌو، يوسف جي لڄ تو رکي. خدايا! مون کي بچاءِ. منهنجو فرياد ٻڌ، منهنجي لڄ رک. هن هوا جي فرالي ۾، هن رات جي سنالي ۾، هن جهنگل بيابان ۾، هن عالم سنسان ۾ هڪ گنهگار بندو تنهنجي اڳيان سرنگون آهي، ان جي سجده جو شرم. ان جي التجا جي آبرو رک.

اهو چنڊ جهڙو چهرو، اها من موهڻي صورت، اهي رسيليون اکيون، اهي گلابي رخسار جن گڏجي منهنجي دل کي گرفتار ڪيو منهنجي اکين کان دور آهن. پريشان آهيان. حيران آهيان، بيتاب آهيان، ديوانو آهيان. پنهنجي رحم سان، پنهنجي ڪرم سان پنهنجي فضل سان محبت ۾ خلوص، خيال ۾ پختگي ۽ عقيدي ۾ استقامت عطا ڪر."

چنڊ ايرو هو، انجي جهڪي جهڪي روشني وڻن جي ٽڙن مان

چئي جهوپڙي تي پهچي رهي هئي. ٿوريءَ دير ۾ هڪ آدمي دريائشاه جي طرف ويندو نظر آيو. پنج اشنانا ( وضو ) ڪري پڳتي ( عبادت ) ڪرڻ ڪان پوءِ سماڌي ( مراقبو ) لڳائي ويهي رهيو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ چنڊ جي روشني ۾ پري ڪان هڪ ٻوڙندي ( ٻيڙي ) ڏسڻ ۾ آئي جا ٿوريءَ وقت ۾ ڪناري سان اچي لڳي. ان مان ٻه ماڻهو لٿا ۽ ڪارو ٿي ڪارو ڏئي ڪٽيا جي طرف روانا ٿيا. ٿوري ئي پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ سماڌي لڳل سادوءَ تي سندن نظر پئي ۽ خوشيءَ وچان ٽڪڙي ٽڪڙي وک کڻي اچي سندس چرنن ۾ سيس نماياڻون. مهاتما اوچتو ئي اوچتو پنهنجي پيرن تي ٻه انساني گردنون جهڪيل ڏسي ڪنڌ مٿي کڻي غصي مان چيو:-

"بابا هن مهل ٻه مونکي نتا ڇڏيو منهنجي پڳتي ۾ پنگ ڇا وجهو! مون ۾ ڇا رکيو آهي؟ وڃو، پرماتما جي اڳيان سيس نمايو. اهو ئي من جون مرادون پوريون ڪندو."

هڪ ماڻهو- ( هٿ جوڙي ) ڪميا ڪريو مهراج! ڪميا، اسان ڪان پل ٿي.

ٻيو ماڻهو- پر هن مهل اسانکي ڪنهن لاچار آندو آهي.

مهاتما- لاچار!

ٻئي ماڻهو- هائو مهراج! لاچار. ( ٿڌو ساهه کڻي ) لاچار ۽ لاچار جهڙو.

مهاتما- ( همدرديءَ جي طور تي ) ٻچا! سان اوهانجي مدد ڪري سگهان ٿو؟

ٻئي ماڻهو- اوهين پرماتما جا پرم پڳت آهيو. اوهانکي پرماتما وڏي شڪتي ڏني آهي اوهين چاهيو ته هڪ پل ۾ اسانجي ٻيڙي پار ڪري سگهو ٿا.

مهاتما- مان ٻه اوهان جهڙو ئي انسان آهيان ۽ منهنجي وس ڪجهه

نہ آهي. جيڪي ڪري ٿو ڌرماتما ئي ڪري ٿو.

ڌرمپڙون ماڌو- ( مهاتما جي پيرن تي ڪري ) اوهين اناٿن جا ناٿ آهيو ۽ ابلائن جا آڌار.

ڀيو ماڌو- ( هٿ جوڙي ) ديا ڪريو مهراج! ديا.

مهاتما- چڱو هاڻي وڃي سمهي پئو. سڀاڻي صبح جو اچجو. هينئر منهنجي پوڄا پاٺ جو وقت آهي.

ڌرمپڙون- اسين ڏينهن ڏٺي جو اچي سگهون ها تہ هن مهل ڇو اچون ها؟

پيو - اسين جان جوکي ۾ وجهي ڪتان ڪهي آيا آهيون.

مهاتما- چڱو. اوهانجو ڪهڙو ڪم آهي؟

پيو - اوهين جوتش وديا جا مها ودوان آهيو. اوهانجي ساري ملڪ ۾ هاڪ آهي. اسين اوهانجو نالو ٻڌي آيا آهيون. ( ڀيرين ماڌو ڏي اشارو ڪري ) ديا ڀالي ڏسي ٻڌايو تہ هن جي ڀاڳ ۾ ڇا لکيل آهي؟

مهاتما- مهاتما ٿورو ويچار ڪري هن جا وڏا ڀاڳ آهن. هيءَ ساري سنڌ جي راڻي ٿيندي.

ڌرمپڙون- ( شرمائي مگر پاڻ سنڀالي ) پر مهراج! آءٌ تہ مرد آهيان.

مهاتما- مونکي تہ ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي!

پيو - مهراج! اسين مرد آهيون. اسانجو وس بہ مردانو آهي هن مهل هڙي خوفناڪ درياءَ ۾ ٻڏندي ٻيڙيءَ تي اچڻ بہ اسانجي مردانگي جو ثبوت آهي.

مهاتما- اوهانجي مردانگيءَ ۾ شڪ ڪونهي. مگر اها مردانگي يا پوشاڪ اوهانجي اصليت کي لڪائي نٿي سگهي.

ڌرمپڙون- مهراج! ڇئو ڇا ٿا؟ مردن کي بہ ٿا عورتون بنايو؟

مهاتما- اڄ ڪلهہ مرد بہ عورتن جهڙا آهن.

ڀيو - ڏٺي سين اوهانجي جوتش! اوهانکي اڳتري ٻه سڌ ڪانه ٿي پوي ته پوءِ ٻي اوهانکي ڪهڙي سڌ پوندي هوندي؟

مهاتما- ڇا ٻه هجي ارهان پاڻهين آيا ۽ اڄي منهن جي ڏکڻي ۾ وگهن وڏو. هاڻي جيڏانهن آيا آهيو تيڏانهن وڃو. هان! ڀيٽا (نـذرانه) ڏيندا وڃو.

ڀيرون- مهراج! اسان ته هڏو آهي ته اوهين ڪنهن ڪان ٻه ڀيٽا ڪانه وٺدا آهيو. جيڪڏهن اسان کي اهڙي خبر هجي ها تـه ضرور اوهان جي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڀيٽا کنيون اچون ها.

مهاتما- مگر ارهانکي ته ضرور ڏيڻي پوندي.

ڀيو - ( ڀيرين کي مخاطب ٿي ) واه! هي ڪهڙو ساڌو؟ ڀيٽا (نذرانه) گهري ٿو وٺي.

ڀيرون- ( انکي چپ ڪرائي ) مهراج ! هي بيوقوف آهي ۽ ان جي چوڻ جو دل ۾ نـه ڪندا. مون وٽ هـن وقت ڪجهه بـه نـه آهي. جيڪڏهن هجي ها ته ضرور ڏيان ها.

مهاتما- ( ٿورو مرڪي ان جي هيري جي ڪٺيءَ واريءَ چهڪندڙ منڊيءَ ڏي اشارو ڪري ) اها ته آهي؟ ڪٺي اهاڻي ڏيو.

ڀيرون- هيءَ ته منهنجي پياري ڀاءُ جي نشاني آهي. مون کي جان کان وڌيڪ پياري آهي. مري پوان ته هيءَ نه ڏيان.

مهاتما- ڀاءُ ! آهو ڀاءُ جو تنهنجي عزت آبرو ۽ جان جو دشمن آهي؟

ڀيرون- ( تـڏو ساه کڻي ) نـه نه. هيءَ منهن جي ٻئي ڀـاءُ جـي نشاني آهي.

مهاتما- جنهن کي توکي ظالم چنبي مان ڇڏائڻ لاءِ اسان اروڙ تي چاڙهي موڪليو هو. آهو؟

ڀيرون- ( حيران ٿي ) توهان انکي چاڙهي موڪليو هو؟

مهاتما- ( ڪنڌ ڌوڻي ) هائو! اسان ئي انکي موڪليو هو.

ھريون- (حيرت ۽ شڪ ۾ پنھنجي تورو سوچي) مھراج اوھين انترجامي آھيو. اوھان کان ڪجھ بہ ڳجھو ڪونھي. ھيءَ منڊي ( ڇمي اکين تي رکي ) منھنجي مسلمان ڀاءُ ......

مھاتما- ( غصي ۾ لال ٿي ) ھندو پڻ جو مسلمان ڀاءُ! تنگر ڇڪي ڇا ٿي؟ ڪل لڙي اٿي ڇا؟ مسلمان بہ ڪڏھن ھندو جو ڀاءُ ٿيو آھي؟ مسلمان ملبچ آھن. دشٽ راڪش آھن، ڳئو ڀڪشڪ آھن. ھڪ مسلمان کي ڀاءُ چوڻ سان تھنجو ڌرم ڀرشٽ ٿي ويو. ديوتائون توتي ڏاڍو ڪوپ ٿيا آھن. جيستائين اھا منڊي دان نہ ڪندين تيستائين اھي توتي پرسن نہ ٿيندا.

ھريون- ( جوش ۾ اچي ) مون اوھانکي ھڏاھو تہ آءٌ مرد آھيان. اوھان ذري ذري مونکي عورت سمجھي مؤنث جي صيغي ۾ خطاب ڪيو ٿا، آءٌ نہ سمجھي نہ ٿو سگھان تہ اوھانجو مطلب ڇا آھي؟ مسلمان بيشڪ منھنجو ڀاءُ آھي. ديوتائون ڪوپ ٿين تہ ڀلي ٿين، مونکي انھن جي پرواھ ڪانھي. ھيءَ منڊي اوھانکي ڪنھن بہ صورت ۾ ملي نٿي سگھي.

ٻيو - ڀڙي! ھيءَ مٺو نڪ آھي. ھن کي ساڌو ڪنھن ڪيو؟ ھي تہ منڊي ڇڏائڻ گھري ٿو.

ھريون- مٺي! تون تہ بس ڪر. ( وري پاڻ سنڀالي ) بيوقوف! تون تہ چپ ڪر.

مھاتما- ( کلي ) ڇڱو جنھن توکي اھا منڊي ڏني ھئي، ان توکي ڇا چيو ھو؟

ھريون- چيو ھئائين تہ "توکي جنھن بہ وقت تڪليف پھچي انوقت خدا پاڪ کي ياد ڪري ھن منڊيءَ ۾ نھاريندين تہ آءٌ ھڪدم اچي حاضر ٿيندس."

مھاتما- اوھو! اھڙي ڪرامتي منڊي! ( اکيون ڦاڙي غصي وچان )

توهان بنهي منهنجو ايمان کيو آهي ۽ منهنجي ٻچڙيءَ ۾ وڏو وکھن آهي اوهان ٻئي آدرسي آهيو. آه! هينئر جوهيننر هن ترارسان اوهانجو ڌڙ سسيءَ کان ڌار کري درباءِشاه ۾ لوڙهي ڇڏيندس. ڏسان ته اهو اوهانکي ڪير ٿو بچائي!

" او خدا! او خدا! امان کي بچاءِ! "

سادوءَ جو ٻنهين جي دلين تي رعب ويهي ويو. نسواليت مٿن غالب ٿي ۽ خـوف وچان ڏکڻ لڳا سندن اکيون ٻورجي ويـون ۽ بي اختيار سندن زبان تي اهي لفظ جاري ٿي ويا. ٿوري دير کان پوءِ جان کٽي اکيون کوليون ته ڇا ڏسن ته سادو گم آهي ان جي بـدران هڪ نوجوان سندن اڳيان خاموش بيٺو مرڪي رهيو آهي.

ٻهريون- ( غور سان نهارڻ کانپوءِ رڙ کري ) ڪير؟ ياءِ سعيد؟

نوجوان- هائو. راجڪماري بائي! تنهنجو مسلمان ياءِ سعيد.

راجڪماري- چندرا! ياڙءِ کي لسه ٿي سڃاڻين؟ ٻـڙي تو کي ڇـا ٿيو آهي؟

چندرا- ( اکيون مهٽي چڱي طرح نهاري ) هائو. هائي سڃاتو اٿم.

سعيد- ( کلي ) جان کانپوءِ منڊي کهڙي ڪم جي؟ کلي سادوءَ کي ڏيو ها.

راجڪماري- ( کلي ) هن منڊيءَ ته اسانجي جان بچائي. سادو هجي خواه کو ٻيو. جيسين هن سرير ۾ ساه آهي تيسين هيءَ منڊي ڪنهن کي به ملي نٿي سگهي.

سعيد- سادوءَ هي غلط چيو ته " اڄڪلهه گهڻا مـرد به عورتن جهڙا آهن." انکي چوڻ کپندو هو ته " اڄڪلهه گهڻيون عورتون به مردن جهڙيون آهن."

راجڪماري- ( کلي ) اڄڪلهه سادو به ته اهـڙا آهن جـو لفظ هڪ مسلمان کي يـاءِ سڏڻ ۾ کين ڌرم پرشٽ ٿـي وڃڻ جو پوت

لکي وڃي ٿو.

سعيد، راجڪماري ٻاگي ۽ چندرا کي حال احوال ڏنو ۽ سنياسي جي ڪٿيا جو سمورو راز ٻڌايو ۽ ضروري نصيحتون ڪيون. ان کان پوءِ ساڳي ٻوڏبي ٻيڙيءَ ۾ ٿي ماڻهو ساڳي طرف ويندا نظر آيا ته ڏٺائون ته انهن سنياسيءَ جي ڪٿيا ويران رهي، ڇوته ڏينهن ساڳي جهوپڙي ۽ ساڳيو سنياسي ۽ ساڳيو مڙهو.

# سنڌ تي ڪاهون

## ( ٢٢ )

دربار خلافت مان اجازت ملڻ شرط حجاج بن يوسف جنگي تياري شروع ڪئي ۽ عبدالله بن بنهان کي جو اڳي ني سفارت جي صدر جي حيثيت ۾ سنڌ جو سير ڪري آيو هو ۽ سنڌ جي حالت کان بخوبي واقف هو، ٽن هزارن جي مختصر فوج سان سنڌ تي چاڙهي موڪليو. انهي زماني جي مسلمانن جي قوت ايماني، بيباڪي ۽ بهادري جو اندازو هن ئي هڪ مثال مان ڪري سگهجي ٿو ته عراق مان سنڌ جهڙي دور دراز ملڪ تي خشڪيءَ جي رستي حملي ڪرڻ لاءِ صرف ٽي هزار سرفروش سپاهي روانا ٿين ٿا. لڪن لانگهو پنڌ، اٺانگا پيچرا، رڻ پٽ، واريءَ جا دڙا، پٿر مٽي پٽون، ناهموار ۽ غير آباد زمين، چوطرف سڃ پئي واڪا ڪري. گاهه نه چارو، نه وڻجهي چڪ ۾ پاڻي، رڃ ئي رڃ، دشمن کي به ٿل اهڙو پنڌ پيش نه اچي. مگر هي سروپچ جوان ئي آهن جن کي پرواهه ڪانهي. نه سفر جي سختين جو خوف نه رستي جي اٺانگائي جو خيال ۽ نه دشمن جي تازه‌دم فوج جو خطرو، منزلن تي منزلون طئي ڪندا، تڪليفن تي تڪليفون سهندا سنڌ جي حد ۾ داخل ٿين ٿا ۽ آڏو اچڻ واري هرهڪ طاقت کي هٽائيندا، ميدان صاف ڪندا ديبل بندر جي ديوار هيٺان پهچي دم کڻن ٿا. سامهون دشمن جي تازه دم فوج وڏي تعداد ۾ جنگي ساز و سامان سان سينگاربل مقابلي لاءِ تيار آهي. انسوٽ هٿيارن پنوهارن جي ڪمي ڪانهي. نقل و حرڪت ۽ بار برداريءَ جو سڀ سامان موجود آهي. رسد ۽ کاڌي پيتي جي شين جي کٽتي ڪانه آهي. پنهنجو ملڪ آهي. ڪنهن به وقت هر طرح جي مدد ملي سگهي ٿي. سوار ۽ پيادل فوج کان سواءِ مست جنگي هاٿين جو هڪ وڏو ڪٽڪ آهي جنهنجي جنگ

جو طريقو ئي نرالو آهي. مسلمان سوين ميدان سر ڪيا هئا، دنيا جي وڏين وڏين فرعوني طاقتن کي زير ڪيو هو، پاڻ کان چاليهوڻي تعداد وارين فوجن کي سخت شڪستون ڏنيون هيون مگر حقيقت هيءَ آهي ته انهن جي جنگ جي طريقي کان بخوبي واقف هئا. سنڌ ۾ قدم رکڻ شرط انهن ٻهريون ئي ٻهريون پيرو جنگي هاٿين جي فوج ڏٺي ۽ پاڻ انهن جي جنگ جي طريقي کان بلڪل غيرواقف هئا. وطن کان گهڻو دور، وقت سر سـدد پهچڻ جو امڪان ڪونهي. بي سرو ساماني جي حالت، باربرداري جي مشڪلات، گهوڙا ٿڪل ۽ تعداد ۾ تمام ٿورا. فرض ته ميدان جنگ جو نظارو نهايت مهيب ۽ همت‌شڪن هو. مگر واه جگر مؤمن جا! انهن‌جي پيشاني‌تي خوف ۽ هراس جو نشان‌به ڪونه‌هو، ڇاڪاڻ‌ته انهن‌کي دنيوي طاقت کان زياده ڀروسو خدا تي هو ۽ پنهنجو جيئڻ‌خواه‌مرڻ خدا جي واسطي سمجهندا هئا. موت انهن‌جي سڀڪان زياده پياري چيز هئي. شهادت پاڻ لاءِ دين و دنيا جو فخر ڄاڻندا هئا. ديبل بندر ۾ پهچڻ شرط لڙائي شروع ٿي وئي، مسلمانن کي اگرچه ٿڪ ڀڃڻ ۽ ساه کڻڻ جو موقعو نه مليو هو، مگر تنهن هوندي به خدا تي ۽ محض خدا تي توڪل ڪري سر تريءَ تي رکي ميدان جنگ ۾ ڪاهي پيا. نتيجي جي ڪين پرواه ڪا نه هئي فـتح ۽ شڪست جو فيصلو تقديـر تي ڇڏي سرفروشي ۽ جانبازي جـو جوهر ڏيکارڻ لڳا ۽ دشمن جي لشڪر جي هڪ وڏي حصي کي گجرن ۽ مورين وانگر ڪالي سرٿين ۽ گجهن جو ڪاچ بـاياڻون. رت جـون نديون وهي هليون. لاشـن جا ڍير لڳي ويا دشمن جي لشڪر ۾ ابتري ڦهلجي وئي. عين انهيءَ وقت عربي لشڪر جي سپه سالار عبدالله هڪ سخت غلطي ڪئي. بهادريءَ جي جوش کان بيخود ٿي فـوج کان ڪم وڌ بـدران پنهنجي ذاتي شجاعت ڏيکارڻ لاءِ ميدان جنگ ۾ ڪاهي پيو ۽ دشمن جـي لشڪر ۾ لاٻارو وجهي ڏنائين. لڙندي لڙندي زخمن کان چور ٿي ويو. دشمن

ڪيس چوطرف وڙهي ويا ۽ گهيرو ڪري ڪيس شهيد ڪري ڇڏيائون.
باقي فوج ۾ سپه سالار جي غير موجودگيءَ ۾ مرندي ماريندي پوري
ٿي وئي ۽ سڀئي سر ڏئي سرخرو ٿيا. ڪير چوندو ته مسلمانن هارايو؟
ٽن هزارن جي ٿڪل ٽٽل ۽ بي سرو سامان فوج جو سٺ هزار تازه دم
باقاعده مسلح فوج سان مقابلو ڇا لڳي. دنيا جي تاريخ ۾ انهن بهادرن
جو نالو هميشه سونهري حرفن ۾ لکيو ويندو جن وسهوٽي طاقت سان
مقابلو ڪندي آخر سر ڏنو، مگر پٺ نه ڏي. نتيجي بظاهر ڪڙو ته
نڪتو ليڪن هن ۾ شڪ ڪونهي ته انهن ئي بهادرن پنهنجي مقدس
خون سان لاله زار سنڌ کي گلزار بنائي اسلامي حڪومت جو بنياد وڌو
۽ جنهن تي پوءِ سنڌ جي اسلامي حڪومت جي قصر تعمير ٿي.

سنڌ جي هن پهرئين حمله آور جي مزار اڄ تائين ڪراچيءَ ۾
ڪلفٽن وٽ مها ديو ( شو ) جي مندر جي پرسان مرجع خلائق آهي ۽
" عبد الله شاه جي قبر " جي نالي سان مشهور آهي.

هيءَ درد ناڪ خبر جڏهن حجاج بن يوسف کي پهتي ته زمين
سندس پيرن هيٺان نڪري وئي ۽ اکين اڳيان اونده ٿي ويس. فوراً
عمان جي گورنر بديل بن طهفه کي حڪم ڏنائين ته هڪدم سنڌ ڏانهن
ڪوچ ڪري ۽ ان سان گڏ مڪران جي گورنر محمد بن هارون کي
به لکي موڪليائين ته ٽي هزار فوج ساز و سامان سميت تيار رکي ۽
بديل جي پهچڻ شرط ان سان گڏ سنڌ ڏي روانو ٿئي. بديل جي دلي
خواهش هيءَ هئي ته بحري رستي کان سنڌ تي حملو ڪري. ڇاڪاڻ
ته اهو زياده سنئون سڌو ۽ آسان هو. مگر ڪيس ٽي هزار فوج مڪران
سان ساڻ ڪڻڻي هئي. انهيءَ ڪري لاچار خشڪيءَ جو رستو اختيار
ڪيائين جو زياده پيچيده ۽ دشوار گذار هو. اهو ئي سبب هو جو سفر
جي مشڪلات جو خيال ڪري عمان سان فقط ٽي سو سپاهي پاڻ سان
کنيائين. مڪران ۾ پهچڻ تي سندس جهنڊي هيٺان صرف ٽي هزار

لي سؤ سپاهي هئا جي ههڙي وڏي مهم لاءِ کنهن به طرح ڪافي نه
هئا. مگر ان خدا پاڪ تي توڪل رکي فوراً سنڌ جي طرف رخ رکيو.
ديبل بندر پهچڻ تي راجا ڏاهر جو پٽ جئسين مست جنگي هاٿين جو
ڪٽڪ ۽ بيشمار لشڪر ساڻ ڪري مقابلي لاءِ نڪتو. گهمسان جي
لڙائي لڳي ٻنهين طرفن جي بهادرن جانبازيءَ جو جوهر خوب ڏيکاريو
فتح ۽ شڪست جو فيصلو اڃا دور نظر اچي رهيو هو. بديل هي منظر
ڏسي رهي نه سگهيو ۽ ان به اهڙا ساڳي غلطي ڪئي، جيڪا عبدالله
ڪئي هئي. فوج کي قسمت تي ڇڏي پاڻ ميدان جنگ ۾ ڪاهي پيو
۽ تلوار سان رستو صاف ڪندي پنهنجي مد مقابل راجا جئسين ڏانهن
وڌيو. اتري ۾ هڪ مست هاٿي سنڌس آڏو اچي ويو ۽ جيئن گهوڙي
کي اڙي هٿي مٿس حملو ٿي ڪيائين تيئن گهوڙو هاٿيءَ جي سونڊ
جي فوڪاري کان ڇرڪ ڀري ولي ڪلو ۽ نهايت بڇيءَ طرح سان
ڇلانگ ماري هٿڪي ۽ ٽپڻ لڳو. بديل شهسوار هو ان گهوڙي جي
سنڀالڻ لاءِ گهڻا ئي حيلا ڪيا مگر ڪمبخت گهوڙي شرارت نه ڇڏي
۽ ڪڏائي ڪلي پٽ تي ستيائينس. بديل جيستائين پاڻ سنڀالي
اٿي کڙو ٿئي تنهن کان اڳي دشمن وجهه وٺي ڪيس چوطرف وڪوڙي
ويا ۽ شهيد ڪري وڌائونس. باقي فوج همت نه هاري ۽ اڳي کان به
وڌيڪ جوش و خروش سان جنگ جاري رکي. مگر سنڌ جي فتح جو
سهرو شايد ٻئي ڪنهن جي سر تي لکيل هو ۽ آخر اڙندي لڙندي
مارجي وئي. هيءَ مسلمانن جي ٻي ڪوشش هئي جا ناڪامياب ٿي.

حجاج کي بديل جي شهادت جي دلسوز خبر پهتي ته نهايت
غمگين ٿيو ۽ مؤذن کي حڪم ڏنائين ته هرهڪ اذان کان پوءِ گوهه
ڏئي ۽ پنج دفعا سون کي بديل جي انتقام وٺڻ ۽ مسلمانن کي
ڪافرن جي قيد مان آزاد ڪرائڻ جي يادگيري ڏياريندو رهي. هن
غير متوقع ناڪاميابي ان جي تتل دل مٿان اڳ تي تيل جو ڪم ڏنو

۽ پوري توجه سان مسلمانن جي ناڪاميءَ جي اسباب تي غور و فڪر ڪيائين. مسلمانن جي ناڪاميابيءَ جو سبب رکيو هيءَ ڪو نه هو ته اهي تعداد ۾ ٿورا هئا بلڪ هٿيارن جي ڪمي، سفر جي زيادتي ۽ رستي جي مشڪلات کي به ان ۾ وڏو دخل هو. ازانسواءِ فوج جو سپه سالار اهو شخص هئڻ گهرجي جو بهادر هجڻ سان گڏ مدبر به هجي ۽ پنهنجي ذاتي بهادريءَ جي بدران فوج جي بهادري کان ڪم وٺي. حجاج جي نظر انتخاب محمد بن قاسم کي (جو سندس سوٽ هو ۽ ايران جي گورنر جي حيثيت ۾ شيراز ۾ مقيم هو) انهي عظيم الشان مهم واسطي چونڊيو ۽ ان کي حڪم ڏنائين ته سنڌ جي فتح واسطي پنهنجي فوج سان تيار رهي. آءٌ هتان زياده فوج ۽ جنگي سامان روانو ڪريان ٿو انجي پهچڻ شرط سنڌ جي طرف ڪوچ ڪج. محمدبن قاسم جهڙي پندرهن سالن جي نوعمر نوخيز جوان کي هن عظيم الشان مهم واسطي چونڊجڻ ۾ جيئن ته سڪهجي ته حجاج جي قرابت ۽ رشتداريءَ کي ڪيتري قدر دخل هو ۽ خود ان جي مردانگي ۽ دلاوريءَ کي ڪيتري قدر دخل هو. مگر هن ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هن مقرريءَ ۾ حجاج پنهنجي اعليٰ درجي جي دانائي ۽ مردم شناسيءَ جو ثبوت ڏنو ۽ سنڌ جي فتح واسطي هڪ اهڙي اولو العزم جوان همت جوان کي مقرر ڪيائين جو هر طرح لائق هو. هيءَ مقرري ظاهر ۾ بلاشڪ اطمينان جهڙي نه هئي. ڇاڪاڻ ته محمد بن قاسم اڃا بلڪل ٻار هو ۽ دنيا جي نشيب و فراز ۽ سردي گرمي کان بي خبر هو. جيڪڏهن هن ڳنجي ته به بلڪل بجا آهي ته انجو زمانو اڃان ڪاڏهن پيئڻ ۽ کيڏڻ ڪڏڻ جو زمانو هو ۽ سندس وات مان اڃا کير ٻهڪي رهيو. عرب جا ٻچا اگرچه شير جا ٻچا هئا ۽ شجاعت ۽ دليري ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا مگر تنهن هوندي به هن نوخيز نوعمر نوجوان مان انهن مدبرانه وصفن جي اميد ٿي نه ٿي سگهي جيڪي هڪ فوجي آفيسر لاءِ

ضروري آهن ۽ جي وڏن وڏن تجربي ڪارن فوجي آفيسرن ۾ به مشڪل سان ڏسڻ ۾ ايندڙ آهن. ليڪن حجاج جي اعليٰ بصيرت ۽ جوهر شناسيءَ جو نتيجو انهن ڪارروائين مان ظاهر ٿي سگهي ٿو جيڪي محمد بن قاسم جي هٿان ظاهر ٿيون.

محمد بن قاسم جوڻ ۾ ته هڪ ڇوڪرو هو مگر در اصل ڇوڪرو نه هو ۽ دنيا جي اسٽيج تي آيل نامور فاتحن مان هڪ هو ۽ قدرت کيس ڪچيءَ ۾ ئي اهي قابليتون عطا ڪيون هيون جي هڪ اولوالعزم فاتح لاءِ ضروري آهن. حق ته هي آهي ته ان پنهنجي ٻاراڻي وهي ۾ ئي اهي ڪم ڪري ڏيکاريا جي وڏن وڏن تجربي ڪار جهانديده آدمين کان به ٿي نه سگهيا.

حجاج پنهنجي نو عمر نوجوان سوٽ کي هيڏي وڏي مهم تي مقرر ڪرڻ بعد جنگي تياريءَ ۾ لڳي ويو. گذشته ٻن ناڪامين کيس چڱو سبق سيکاريو هو. انهيءَ ڪري هن دفعي لشڪر جي آسائش ۽ آرام واسطي خاص طرح بندوبست ڪيائين ۽ ايتري قدر سرگرمي ۽ دور انديشي کان ڪم ورتائين جو فوج لاءِ سئي-سڳي سوڌو سامان موجود ٿي ويو.

هن جنگ واسطي ٻه لشڪر تيار ڪرايائين. بحري لشڪر ۽ بري لشڪر. بحري لشڪر ۾ ٽي هزار عراقي نوجوان هئا ۽ خشڪي جي لشڪر ۾ ٦هزار شامي نوجوان. جنگي ساز و سامان ۽ هٿيار بيشمار ۽ وڏي انداز ۾ جمع ڪيا ويا. انهيءَ کان سواءِ پنج منجيقون قلعن جي ديوارن کي ڪيرائڻ لاءِ موجود ڪيون ويون. جن مان هر هڪ جي هلائڻ واسطي پنج سؤ آدمين جي ضرورت ٿيندي هئي. مسڪتهائين جي مقابلي لاءِ روغن نفت جون پچڪاريون ايجاد ڪيون ويون. جنجي ذريعي هاٿين تي آتشبازي ڪئي ويندي. جوندا آهن ته ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي. مسلمانن کي مست جنگي هاٿين جو مقابلو ڪرڻو

هو ۽ ان لاءِ مجبورن ڪين هڪ اهڙي ايجاد ڪرڻي پئي جنهن سان مٽن آگ وسائي ڪين پڇائي سگهن. دنيا جي تاريخ ۾ هي پهريون ئي مثال هو ۽ ان ڪانپوءِ جنگين ۾ آتشين ۽ اسلحه جي استعمال جو رواج شروع ٿيو.

حجاج جنگ لاءِ هر قسم جي تياري مڪمل ڪرڻ بعد جمع ڏينهن مسجد ۾ نهايت فصيح بليغ الفاظ ۾ فوج جي اڳيان هي خطبه (ليڪچر) ڏنو.

”خدا جا لک لک شڪر آهن جنهن اسانکي پنهنجي پياري رسول جي امت مان ڪيو ۽ اسانکي خير الامم جو لقب عطا ڪري هر قسم جي ديني دنيوي عظمت عطا ڪئي ۽ دنيا جي وڏين وڏين فرعوني سلطنتن کي اسانجي هٿان پائمال ڪرائي ڇڏيو ۽ اڄ تائين دنيا جي ڪنهن به دروازي کي اسان تي بند نه ڪيو اٿس. اهو اسانکي مظلومن جي حمايت جو حڪم ڏني ٿو ۽ ان لاءِ هر قسم جي قرباني ڪرڻ جي تاڪيد ڪري ٿو. آه! مظلوم مسلمانن جو ڪافرن جي قيد مان آواز اچي رهيو آهي ۽ انهن جون درد انگيز دانهون هرهڪ مسلمان جي دل کي بيقرار ڪري رهيون آهن. شهيدن جا روح انهن کان انتقام وٺڻ لاءِ اسانکي پڪاري رهيا آهن. خدا پاڪ جو قسم عراق جو خزانو ۽ پنهنجو سمورو مال و متاع انهيءَ راه ۾ لٽائيندس. مگر مظلوم مسلمانن کي ڪافرن جي قيد مان ضرور آزاد ڪندس ۽ شهيدن جو انتقام وٺندس.“

”مسلمانو! جهاد اوهان تي فرض آهي خدا جي راه ۾ قربان ٿيڻ لاءِ سر تري تي رکي نڪري نروار ٿيو. تيغ آزمائي اسانجو فخر آهي. حضور رسول خدا صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته بهشت ترار جي ڇانوَ هيٺان آهي. ”الجنة تحت ظلال السيوف.“

حاضرين تي هن تقرير جو ڏاڍو اثر ٿيو ۽ سڀني گڏجي نهايت

زور سان "الجنة تحت ظلال السيوف" جو نعرو بلند ڪيو ۽ شوق شهادت جو اظهار ڪرڻ لڳا. خطبي ۽ نماز کان فارغ ٿيڻ بعد حجاج فوج جو معائنو ڪيو ۽ ان کي مخاطب ٿي نصيحت ڪيائين ته پنهنجي الوالامر سان هر طرح وفادار رهجو ۽ ميدان جنگ ۾ فولاد جي ديوار وانگر مضبوط ۽ قائم رهجو. ان کان پوءِ جنگي ساز و سامان، جو خشڪيءَ جي رستي موڪلڻ جهڙو نه هو جهازن ۾ پرائي عراقي فوج کي سوار ڪري سمنڊ جي رستي سڌو ديبل بندر ڏي روانو ڪيائين ۽ شامي فوج کي خشڪيءَ جي رستي محمد بن قاسم ڏي موڪليائين. غرض ته هي ٻئي لشڪر نهايت تزڪ و احتشام سان بصره جي ديوارن هيٺان نڪري پنهنجي طرف روانا ٿيا.

# قيد خانو

## ( ٢٣ )

اروڙ جو شاهي قيد خانو اڄ آباد آهي ان ۾ اڪثر سياسي قيدي قيد رکيا ويندا آهن ۽ ڪين ڏيستائين اتي بند رکيو ويندو آهي جيستائين ڪ اهي انهيءَ انڌاري ڪوٺيءَ ۾ اڄ ۽ سڀڪ جي وکهي پاه تي قيد حيات مان آزاد نه ٿين. هي بنديخانو شاهي محلات ۾ راجا ڏاهر جي ڪچهريءَ واري جاءِ جي بلڪل هيٺان هڪ تهخاني جي صورت ۾ آهي. ان ۾ نامي دري نه در. روشني ۽ هوا جو اتي گذر ڪو نه آهي. ڏينهن ڏني جو ڪاري رات لڳي پئي آهي. اهڙي تنگ ۽ تاريڪ ڪوٺيءَ ۾ قيدين کي آزاد ڇڏيو وڃي ته به انهن کي خوش نصيب چئي سگهجي. ليڪن انهن بدنصيبن جا پير ڪاٺ ۾ وجهي ڪين چرڻ پرڻ ڪان به سڪ ڪري ڇڏيو وڃي ٿو ۽ وري ڪنهن به وقت ڪين ڪاٺ مان ڪڍڻ ۾ نٿو اچي. جاءِ ضرور انهن لاءِ جدا ڪونهي جنهنڪري اهي ويچارا اتي ئي رفع حاجت ڪن ٿا. جانورن جا طبيلا به هر روز صفا ڪيا ويندا آهن مگر هتي ابتري به صفائي ڪانه ٿي ٿئي انهي ڪري اهڙي سخت بدبوءِ لڳي پئي آهي جو ان ۾ داخل ٿيڻ شرط ڪيترن ئي قيدين جا دماغ ڦريو وڃن ۽ چريا ٿيو پون ۽ آخر انهي ئي حالت ۾ اتي مريو ڪپيو وڃن. مهاراجا ڏاهر جي پيءَ مهاراجا ڇچ جڏهن راءِ سهاسيءَ کي زهر ڏئي مارائي دغا سان حڪومت هٿ ڪئي ته ان ۾ شاهي خاندان (راءِ گهراڻي) جي سڀني آدمين کي قيد ڪري انهيءَ ئي قيد خاني ۾ قيد ڪيو هو ۽ انهن ويچارن انهيءَ ئي قيد ۾ ڦٿڪي ڦٿڪي ساهه ڏنا هئا. تاريخي حيثيت سان اهو قيدخانو نهايت ئي قديم هو ۽ قديم هندو تهذيب جو يادگار هو. مها راجا ڏاهر جي زماني ۾ اهو قيد خانو ڪڏهن آباد هوندو هو ۽ ڪڏهن غيرآباد.

جڏهن ڪو بغاوت ڪندو هو يا جنهن تي مها راجا غصو ٿي ناراض ٿيندو هو ته ان کي انهيءَ تاريخي قيد خاني ۾ قيد ڪيو ويندو هو. اڄ اوچتو ئي اهو قيد خانو آباد آهي ۽ ان ۾ بي گناه مظلومن جون دل ڏاريندڙ دانهون ٻڌڻ ۾ پيون اچن. ڪل چار قيدي آهن جن مان هڪ پيرو مڙس آهي هڪ پندرهن سالن جو نوجوان، هڪ ٻارهن ورهين جو ڇوڪرو ۽ هڪ ١٦-١٧ ورهين جي ڇوڪري. هي ويچارا ڪڏهن جسماني تڪليف کان عاجز ٿي درد انگيز دانهون ڪن ٿا ته ڪڏهن پنهنجي حال ۽ استقبال تي غور ڪري انهيءَ مصيبت کان نجات ملڻ لاءِ خدا کي پڪارين ٿا. پيرئي مڙس جي حالت قابل رحم آهي. اهو ويچارو پنهنجي اولاد کي اکين سان ڦٿڪندو دانهون ڪندو ڏسي سهي نه ٿو سگهي. نوجوان کي پنهنجي مصيبت جو پورو احساس آهي ليڪن انجو جوانيءَ جو گرم خون لهڪي رهيو آهي ۽ دل ئي دل ۾ دشمن کان انتقام وٺڻ جون تدبيرون سوچي رهيو آهي. ننڍو ڇوڪرو آخر ڇوڪرو آهي ۽ ڇوڪرن وانگي بي صبري ۽ بي قراري ظاهر ڪري رهيو آهي. انجي هڪ هڪ دانهن آسمان ٻيئي ڏاري. ڇوڪري بلڪل خاموش آهي اگرچه قدرتي طور تي بي صبري ۽ بي قراري انکي زياده ڏيکارڻ کپندي هئي ليڪن انجي صبر ۽ ضبط سان ائين پيو معلوم ٿئي ته ان کي پرواه به ڪا نه آهي. قاعدو آهي ته جڏهن درد پنهنجي آخري حد تي پهچي ويندو آهي ته اهو ڦري دوا ٿي پوندو آهي. انسان جڏهن غم سهندي سهندي غم جو خوگر ٿي رهجي ٿو ته خود اهو غم ان لاءِ راحت ٿيو پوي. ڇوڪريءَ جي هيءَ حالت توقع جي خلاف بلڪل عجيب پئي معلوم ٿئي. آخر پيرئي مڙس ڇوڪرن کي دلداري ڏئي ماٺ ڪرائي ڇوڪريءَ کي نهايت محبت پرين لفظن ۾ چيو.

پيرڙت ديورڪن- پياري سندري! تو کي من حال ۾ ڏسي منهنجا ڪچ

تا ڳرن مون توکي لاڏ ڪوڏ سان نپايو ۽ هروقت توکي هرطرح خوش رکڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ ڪڏهن به ڪوبه ڪم تنهنجي مرضيءَ جي برخلاف نه ڪيم. منهنجي مرضي هئي ته، توکي سوم ور جي طريقي سان وڏي ڌام ڌوم سان پرڻائيندس پر بندي جي من ۾ هڪڙي ۽ صاحب جي من ۾ ٻي. شايد منهنجي ڪرمن ۾ ائين لکيل هو تہ پيريءَ ۾ پنهنجي اولاد کي هن حالت ۾ ڏسان مون نہ ٿي ڄاتو تہ ڪو مها راجا اهڙو آڌرسي ٿيندو ۽ اسان سان ايتري قدر آتيا چار ( ظلم ) ڪندو هاڻي تہ ٻي ڪا واهہ ڪا نہ ٿي سجهي. شايد سڀئي هتي اڄ ۽ ٻڪ وکهي مري ويندا سڀ ۽ اسان جو ڪرياڪرم بہ ڪو نہ ٿيندو. چڱو ائين ٿيندو تہ تون ڪٿي مهاراجا جي ڳالهہ قبول ڪر.

سندري- بابا! مون ڪڏهن بہ اوهان جي ڪا ڳالهہ ڪا نہ موٽائي آهي پر هن ڳالهہ ڪان تہ آءٌ مري وڃڻ وڌيڪ چڱو ڀانيان ٿي. توهانجي هيءَ تڪليف ڏسي مان پاڻ سهي نٿي سگهان. منهنجي مرضي آهي تہ مون کي پنهنجي هٿن سان گهٽو ڏئي پورو ڪري ڇڏيو. پوءِ اميد تہ راجا اوهانکي هتان ڪيئي ڇڏيندو.

پدمت- سندري! ڪجهہ سوچ! ڏامي ٿيءُ ڇا اهڙو مهاپاپ جو ڪم مون کان ٿيندو؟

سندري- توهان کان نہ ٿيندو تہ مان پاڻ ڪنديس.

پدمت- ناراڻ! ناراڻ! آپ گهات مها پاپ.

سندري- مها پاپ ٿي سهي.

پدمت- ڏس ڇوڪري! کهيلي نہ ٿيءُ. پاڻ تي ديا نہ ڪرين تہ من پنهنجي پائرن ۽ پوڙهي پيءُ تي ڪرين. ڪجهہ خيال تہ ڪر تنهنجي انهيءَ پاراڻي ضد جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو.

سندري- پيارا پتاجي! مان ضد ڪو نہ ٿي ڪريان مون سڀ ڪجهہ

سوچيو آهي نتيجو اهو ٿي نڪرندو تہ منهنجي مرڻ شرط اوهين
سڀ آزاد ٿيندا، منهنجي مٽي ڪانپوءِ اوهان کي قيد رکي ڇا
ڪندو. توهان کي تہ انهي ٿي لاءِ قيد ڪيو اٿس تہ مون تي
زور رکي مون کان اها ڳالهہ قبول ڪرايو.

پنڊت- اسين هوند توتي زور ڪو نہ رکون پر ڇا ڪريون پيوس
آهيون هن حالت ۾ ڳالهہ مڃڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي.

سندري- مرندي مري ويندس پر اها ڳالهہ مور نہ مڃيندس.

پنڊت- ڀلاي ڇوڪري! تون ڇا ڪري سگهندي نہ؟ ڪجهہ
سوچ سهي.

جيڪڏهن هو زوري ڪري تہ پوءِ.......

سندري- هي دين دئال پرڀو! مون آبلا جي آهيان، مون کي هن راڻ
روپي دشٽ جي ڇنبي سان ڇڏاءِ، منهنجي من جي مراد پوري
ڪر. تو پريءَ سڀا ۾ دروپدي جي لڄ رکي. تو سيتا جو ست
بچايو. تون آبلائن جو آڌار آهين. مون دکياري ابلا استريءَ
جي سهائتا ڪر.

اٿين چئي زار زار روئڻ لڳي ان جي نيڻن مان نير وهي رهيو
هو ۽ هڪ هڪ آهہ اهڙي پئي ڪڍائين جو جيڪر پٿر بہ پاڻي ٿي پوي.
ٿوري دير ڪانپوءِ ان جا ڳوڙها خشڪ ٿي ويا اکين ۾ هڪ بوند نہ
رهي. يڪايڪ ان جي حالت ۾ انقلاب پيدا ٿي ويو هينئر بلڪل
خوش آهي. چهري تي غم جو نشان بہ ڪونهي گويا سندس من جي
مراد پوري ٿي وئي. دل ئي دل ۾ ڪيل فيصلي تي پورو اطمينان ٿيس
آهستي آهستي پنهنجو رئو لاهي ان کي وٽڻ لڳي ۽ خوب طرح وٽي
ڳچيءَ ۾ وجهي پنهين هٿن سان وڏي زور ڏنائين. هڪ رڙ ٿي. زمين تي
ماڻهوءَ جي ڪرڻ جو ڌڪو ٿيو. استري ۾ تهخاني جو دروازو کليو
۽ ٻہ عورتون ۽ هڪ مرد اندر داخل ٿيا ۽ هڪ لاش کڻي ساڳي طرح
دروازو بند ڪري چپ چاپ ۾ روانا ٿي ويا.

# ڪاريءَ وارا ڪڪ

## ( ٢٤ )

مها راجا ڏاهر هفتي ڪن کان ٻاهر شڪار تي ويل هو. انجي غير حاضريءَ ۾ پنڊت ديورتن پنهنجي ٻن پٽن هڪ ڌيءَ سميت قيد ٿي پيو. ٻڌيمان وزير انهن کي شاهي قيد خاني ۾ بند رکي مها راجا ڏاهر ڏي سانڍهو موڪليو. مها راجا ڏاهر ٻئي ڏينهن اروڙ ۾ پهتو ۽ اچڻ شرط قيدين حاضر ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ٻڌيمان وزير اڳتي وڌي عرض ڪيو ته ديبل بندر جي حاڪم سماجي جي هيءَ چٺي پهتل آهي جنهن ۾ لکيو اٿس ته " پنڊت ديورتن مسلمان قيدين سان سختيءَ جي بدران نرميءَ جو برتاءُ ڪري ٿو ۽ انهن جي مٺن سائٽن کي اڪ چوري ڀاڄ وٺ رهائي ٿو ۽ ڪجهيءَ طرح هيءَ به خبر ملي آهي ته اهو حڪومت جي برخلاف مسلمانن سان ساز و باز ڪري رهيو آهي. غرض ته هو راڄڌروهي (باغي) آهي ۽ مون هتي انجي گرفتاري جو سبب به اهو ئي مشهور ڪيو آهي ته بغاوت جي ڪري مها راجا انجي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. بهتر ٿيندو ته ان کي اتي نظر بند ڪيو وڃي. ٻيءَ صورت ۾ انديشو آهي ته هتي ڪو وڏو خلل ٻاري وجهي. چٺي پڙهي ڪانپوءِ ٻڌيمان وزير چيو ته صلاح پوري ڳالهه هيءَ آهي ته سياڻي ڪچهريءَ ڪرڻ وقت پوري سڀا ۾ ان جي حاضر ڪرڻ جو حڪم ڏنو وڃي ۽ سيني ماڻهن جي روبرو سماجي جي چٺي پڙهي ٻڌائي وڃي. جاڪاڻ ته پنڊت ديورتن ۾ ماڻهن جي ڏاڍي شرڌا آهي ۽ ڪيس اهي هندستان جي وڏن پنڊتن مان هڪ ڪري ليکين ٿا اهي جڏهن ان جي راڄڌروهي ٿيڻ جي خبر ٻڌندا ته پوءِ ڪن ان لاءِ ڪا همدردي نه رهندي. ائين ڪرڻ سان لوڪ جي خواريءَ کان به بچي وڃبو ۽ مقصد به آسانيءَ سان حاصل ٿي سگهندو. تنهن کان سواءِ

سندري ڏاڍي هٺيلي ڇوڪري آهي ۽ اها نرميءَ سان ڪين سمجهندي پلي نہ اجوڪي رات شاهي قيدخاني ۾ گذاري سڀاڻي ڏسندا تہ ڪٿ نہ نہ ٿي خوشيءَ سان اها ڳالھ قبول ڪري. مها راجا ڏاهر لاءِ اها جدائي جي رات وره ڪان ڪنهن بہ طرح ڪم نہ هئي. سندريءَ کي پنهنجي وس ۾ ڏسي هٿ صبر ڪرڻ ان لاءِ موت جي برابر هو. انجا پراڻا زخم تازه ٿي چڪا هئا ۽ جوش جنون جي حد کي پهچي چڪو هو. وزير جي ڳالھ ڪسندي قبول ڪيائين ڇاڪاڻ تہ ان ۾ مصلحت هئي. لاچار دل تي پٿر رکي سوڙهو لوڙهو ٿي خوابگاه ۾ پهتو ۽ ولڄي سيڄي پلنگ تي ڪري پيو. دستور موجب اڄ رات نہ ٿيو ناچ راڳ، نہ شراب ڪباب، بيماري جو بهانو ڪري سڀ هي پيو ۽ ٻي ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي هاڻ وٽ اچڻ جي ممانعت ڪري ڇڏيائين. ڪاڏو پيتو زهر ٿي ويو هوس. باقي شڪار تان ٿڪجي اچي ڪري ٿڪ پيو ۽ غم غلط ڪرڻ واسطي شراب جي هڪ بوتل سا علي الحساب چاڙهي ڇڏيائين. سنجهو لڙيو. آڌي رات ٿي. تارا ڳڻندي پاسا ورائيندي آخر اک لڳي ويس. ٿوري دير ڪان پوءِ ڇا ڏسي تہ هڪ ڪارو ڪارو ديو سندس سيني تي سوار آهي هڪ هٿ ۾ اگهاڙي تلوار اٿس ۽ ٻئي هٿ سان ڪيس گهٽو ڏئي رهيو آهي. ان جي شڪل نهايت خوفناڪ آهي مٿي تي ٻہ وڏا سڱ اٿس، اکيون ڄڻ ٻري جهڙيون، ڏند چراغ جهڙا، بدن رڇ جهڙو، ۽ پڇ هنومان جهڙو اٿس. آواز اهڙو اٿس جهڙو ڪيهر شينهن جو. مهاراجا ڏاهر ٻانڪي راڪاس جي هيٺان پيل ڏسي هٿ پير ڏاڍي ڏنا، چرڻ پرڻ جي طاقت نہ رهيس قريب هو تہ سندس هانو ڦاٽي پوي ۽ هڪ وڏي رڙ ڪري اٿي ٿي ڀورو ٿي وڃي، راڪاس ڪيس ٻہ لي گهٽا ڏئي چيو، ” اي وچاري نرڪ اڌڪاري! تو گهڻين ٿي ستيون ڪون گهڻين ٿي ستين جا ست ٽوڙيا، گهڻين ئي پتيورتا استرين کي پٽ ڪيو گهڻن ئي نردوش ابلائن کي آزاريو. او چنڊال

بابي! ڪام هميشنا توکي اڪين هوندي انڌو ڪري ڇڏيو. تو سڀني پنهن
سان شادي ڪئي. سڀني ٻارڪي خون ڪيو. ڪيترن ئي بيڏوهن کي
ماراڻو. ڪيترن ئي انسانن کي بنديخاني ۾ بند ڪري اڄ ۽ بک جي
وگهي ماري ڇڏيو. هينئر تو ڪالي ديوي جي حڪم جي برخلاف
ان جي پياري ڀڳتڻ سندري ديوي کي سندس پيءُ ۽ ڀائرن سوڌو
بنديخاني ۾ بند رکيو آهي. بس ظلم جي حد ئي ڇڪي. تنهنجي پاپ
جو گهڙو ڀرجي چڪو. هاڻي ئيءُ تيار. آءٌ ڀمدوت ( ملڪ الموت )
آهيان ۽ هينئر جو هينئر تنهنجو ساهه ڪيندس." مها راجا ڏاهر ڀمدوت
جا هي لفظ ٻڌي اکيون کڻي ٻوريون. اڌ ساهه جو تہ ان کي ڏسندي ئي
نڪري ويو هوس. باقي اڌ ساهه ان جي هن گفتگو ڪڍي ڇڏيس.
بالڪل مرده وانگر بي حس و حرڪت انجي هيٺان پيو رهيو ۽ ڀمدوت
مزي سان انجي ڇاتيءَ تي ويٺو رهيو. ڪجهه مدت کانپوءِ ان کي نڪ
کان وٺي لوڏي چيائين ڏس! "سان وري تو ۾ ساهه وجهان ٿو. سونکي
نوتي دبا ئي اهي. ڪالي ديوي جيڪا توکي آگيا ڏني آهي ان جي
پوري طرح پوئواري ڪر ۽ سپائي جو سپائي سيني کي قيد خاني مان
ڪڍي ديبل بندر ڏي روانو ڪر ياد رک! جيڪڏهن تو ائين نہ ڪيو
تہ سپائي ڀمپوري (عدم آباد) ۾ پهچي ويندين ۽ اتان توکي سڌو نرڳ
(دوزخ) ۾ موڪليو ويندو جتي سخت اونده آهي. واهه، نانگ، وڇون،
زهري جيت ۽ ٻيا خوفناڪ جانور توکي پنهنجو کاڄ بنائيندا ۽ ڪيتي
لوڙڻ کان پوءِ وري توکي ڪنهن ڀسونءَ جي جوڻ پائي دنيا ۾ اچڻو
پوندو ۽ هڪ لک چوراسي جنمن ۾ ڏرم جا ڌڪا کائڻا پوندا" مهاراجا
ڏاهر خوف وچان اکيون بند ڪيو ساڪت کيو پيو رهيو. پٽ ڪڇي
جي ٻاڻ ڪيچي. ٿوري دير کانپوءِ ڀمدوت ان جي ڇاتيءَ تان اٿي
ٻر ڪري اڏامي ويو. رات جئن تئن گذري صبح ٿيو. ڪچهري لڳي
مها راجا ڏاهر قيدين جي حاضر ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ٻڌمان وزير

ڪجھہ دروازو کولي اندر ويو. قيدي بيھوش نيم مرده حالت ۾ پيا ھئا. انھن کي لنگو ٽالي ڪري آڻي حاضر ڪيو ويو. مھا راجا ڏاھر ڪـي راتوڪي ڪاروائي ياد ھئي، ان قيدين کي ھـوش ۾ آڻڻ جو حڪم ڏنو. گلاب ڇنٽڻ ۽ ھٿن پيرن کي مالش ڪرڻ کان پوء قيدي ھوش ۾ آيا. ھڪ ڏينھن ۽ راتيون سواء ڪاڏي پٽي جي انڌاري ڪوٺيءَ ۾ رھڻ ڪري نھايت ڪمزور ٿي ويـا ھئا. ٻڌيمان وزير ديبل بندر مان آيل چٺي پڙھي ٻڌائي. سڀ درباري پنـڊت ديورتن کي ڌڪار ڪار ڇوڻ لڳا. مھا راجا ڏاھر انھن کي مخاطب ٿي چيو تہ ” اگرچہ پنڊت ديورتن راڄدوھي ٿـيڻ سـان وڏي ۾ وڏو ڏوه ڪيو آھي مـگر ھـو مھاودوان آھي ھندستان جي وڏن وڏن پنڊتن مان ھڪ آھي. انھيءَ ڪري اسين ڪبس معاف ڪري ساڳي طرح ديبل بندر جي مھا ديو جي مندر جو مکيہ پوڄاري مقرر ڪريون ٿا اميد تہ ھو وري ائين نـہ ڪندو.“ ٻڌيمان وزير مخالفت ڪئي مـگر مھا راجا ڏاھر کي يمدوت جـا ھٿ سجھندا ھئا انھي ڪري انکي چپائڻ تہ بس اسانجو حڪم ٿي چڪو. اڄوڪي ڏينھن جي اندر انھن کي ديبل بـندر ڏي روانو ڪيو وڃي. پنڊت ديورتن توقع جي خلاف ھن قسم جو فيصلو ٻڌي نـھايت خوش ٿيو ۽ ھٿ جوڙي ڊنڊوت ڪري مھا راجا ڏاھر جـا ٿورا مڃيائين، ان کانپوء دربار برخواست ٿي. پنـڊت ديورتن اڳتي وڌي مھا راجا ڏاھر کي عرض ڪيو تہ منھنجي پياري ڌيءَ سندريءَ ھاڻيءَ کي ۾ مونسان گڏ ھلڻ جي اجازت ملي. مھاراجا ڏاھر ڪنڌ ڌوڻي چيو ”ھائو. بلاشڪ ان کي ساڻ وٺي وڃو.“ ائين چئي ٻڌيمان وزيـر کي حڪم ڏنائين تہ سندريءَ کي ۽ پنڊت سان گڏ ديبل بندر روانـو ڪيو وڃي. ٻڌيمان ھي حڪم ٻـڌي حيران ٿـي ويـو شاھي قيدخاني مـان سندريءَ کي ڪڍي اچڻ لاء سڏو اوڏانھين روانو ٿيو مگر اتي وڃي ڏسي تہ ڪاريءَ وارا ڪڪ لڳا پيا آھن. سندريءَ کي جنھن ڪمري ۾ بند ڪيو ويو ھو

اهو خالي ٿيو آهي. ٻروڙندو آيو ۽ اچي مها راجا ڏاهر کي اهو احوال ٻڌايائين. مها راجا ڏاهر حيرت ۾ پئجي ويو ۽ پنڊت ديورتن کي چيائين ته ” سندري ڪاٿي آهي؟ “ ان چيو ته ” اسان کي ڪهڙي خبر؟ اسين بيهوشيءَ ۾ پيا هئاسين. “ مها راجا ڏاهر کي بمدوت جا اکر ياد هئا ۽ هڪدم غصي ۾ اچي ٻڌيمان کي دٻ ڪڍيائين ته ” هڪدم سندريءَ کي پيدا ڪر. “ ٻڌيمان وزير گهڻي ئي کولا ڪئي مگر هٿ ڪا نه آئي. لاچار ان پنڊت ديورتن کي دلاسو ڏئي ڪيس کولي وڃي ٻهچائڻ جو وعدو ڪري انهيءَ جو انهيءَ ڏينهن ديبل بندر روانو ڪيو ان ڪان پوءِ مها راجا ڏاهر کي بدن ۾ ساهه پيو ۽ دنيا ۾ ڪجهه وقت جيئري رهڻ جي اميد ٿيس.

# عشق جا ڪرشما

## ( ٢٥ )

راڄڪماري ٻائي ۽ سندس داسيءَ چندرا جي مدد سان سعيد پنهنجي محبوبہ سندريءَ کي بيهوشيءَ جي حالت ۾ شاهي قيد خاني مان ڪڍي ديوي استان ۾ پهچايو ۽ ان کي راڄڪماري ٻائيءَ جي حوالي ڪري پاڻ هڪ ٻئي ضروري ڪم جي پٺيان روانو ٿي ويو. سندري اگرچہ دنيا جي مصائب کان تنگ ٿي خود ڪشي ڪئي هئي ليڪن قدرت کي منظور نہ هو تہ اها پنهنجي سچي محبت جي نتيجي نڪرڻ کان اڳ دنيا کي ڇڏي. ان کي غيبي مدد بروقت پهچي وئي جنهنڪري سندس بچاءُ ٿي ويو. البت ڪس گهڻو سخت آهو هو ۽ زمين تي سنئين تال ڪرڻ ڪري بيهوش ٿي وئي هئي. راڄڪماري ٻائي ان کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ مناسب تدبير ڪئي. ٿوري وقت ڪانپوءِ کيس هوش آيو ۽ پاڻ کي نئين دنيا ۾ ڀٽڪل ڏسي حيرت وچان پڇڻ لڳي.

**سندري**- مان هتي ڪيئن آيس؟ مون کي ڪنهن آندو؟ ڇا مون کي اجان موڙن لاءِ جيئو آهي؟

**راڄڪماري**- ڀيڻ! گهٻراءِ نہ. تون هتي آزاد آهين. ڌڻي تو کي بچايو هيٺر ڪو بہ تنهنجو نالو ڪو نہ وٺندو. دلجاءِ ڪر. ڏکن ڀليان سک آهن. ڌڻي سائين سڀ سولي ڪندو.

**سندري**- مائي! مون کي ورغلاءِ نہ. مان سڀ ڪجهہ ڄاڻان ٿي. هڪ بند مان نڪري ٻئي بند ۾ آئي آهيان. آه! مون اڀاڳڻيءَ جا اجا ڏينهن آهن ۽ مون دکياريءَ کي اجا دک ڏسڻا آهن. ڪرم لکئي جو ڪير نہ لوڙي؟

**راڄڪماري**- نہ ڀيڻ نہ. مان تو کي ورغلايان ڪو نہ ٿي. تنهنجا بند

خلاص ٿيا. تون هينئر آزاد آهين ۽ پنهنجي ڀيڻ وٽ مهمان آهين.

سندري- مهمان ته چڱي آهيان! تو نه اڳي مون کي ڏٺو نه واڻيو. نه سڃاڻ نه ملاقات. مهمان ڀلا تنهنجي ڪئن ٿيس؟

راجڪماري- منهنجي تو سان ڀر ڀٽ جي ساهيڙپ آهي ۽ توکي ڀيڻ سمان سمجهان ٿي تون ڪو الڪو نه ڪر. تون منهنجي مهمان نه آهين ته منهنجي مهمان جي مهمان ته آهين؟

سندري- اهي ڳالهيون ڀين سان ڪر. مان اهڙي پوري ڪانه آهيان جو تنهنجي اهڙين ڳالهين تي ڀيلجي وڃان. سون کي ڪولي چو نه ٿي ٻڌائين ته مونکي هتي ڪهڙي مڻي آندو آهي؟

راجڪماري- پياري ڀيڻ! تنهنجي دل تي اجا ڌپ بيٺو آهي تنهنڪري مونکي دشمن سمجهين ٿي. پر مان سچ ٿي چوان ته مان تنهنجي دشمن ڪا نه آهيان. توکي جنهن بچايو تنهن لاء توکي اهڙا ڪلور شبد چوڻ نه گهرجن.

سندري- مونکي بچايو ڪين هڪ بند مان ڪڍي ٻئي بند ۾ آندو. منهنجو ڀيء ڪٿي؟ منهنجا ڀائر ڪٿي؟ مون کي بچائي ها ته انهن کي به بچائي ها.

راجڪماري- ڏٺي ڪندو ته توکي اهي به اچي ملندا.

سندري- نالو چو نه ٿي ڪٿي ٻڌائين؟

راجڪماري- ان جو نالو سعيد آهي. جيتوڻيڪ هو ٻئي ڌرم جو ماڻهو آهي ته به هن ۾ ڀيائي ڪانهي مت متانتر جي ڀيد کانسواء منش ماتر جي شيوا ۽ سهائتا ڪرڻ. پنهنجو اتم ڌرم سمجهي ٿو. هن لاء متان ڪو ٻيو خيال ڪرين هو وڏ گهراڻو ماڻهو آهي ۽ ڏاڍو لائق آهي. انهيء مهاوير پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي توکي راوڻ روپي دشٽ جي چنبي مان ڇڏايو آهي. اميد ته هو تنهنجي ڀيء ۽ ڀائرن کي به ڪنهن الڪل سان بچائي وٺندو.

سندري- (تعجب ۾ پئي) اهو هتي ڪٿن آيو؟ منهنجي انکي خبر ڪٿن پئي؟

راجڪماري- سندس ست سائت راجا وٽ قيد آهن. انهن کي ڇڏائڻ لاءِ هتي آيل آهي. ان هڪ ڀيري منهنجي بہ جان بچائي هئي. مان ان کي پنهنجو ڌرم جو ڀاءُ ڪري ليکيان ٿي. ڪالهہ اوچتو هتي مون وٽ آيو تہ مون سانس تنهنجي ڳالهہ ڪئي جنهن تي ان قسم ڪيو تہ هو ڪٿن بہ ڪري توکي ضرور بچائيندو.

سندري- (خوشي وچان اطمينان جو ساه کڻي) ڀلا هو ڪٿي آهي؟ مان بہ ان جو درشن ڪريان ۽ سندس انهيءَ ڀلائيءَ جا ٿورا مڃيان.

راجڪماري- هو هڪ ضروري ڪم سان ويل آهي مونکي وچن ڏئي ويو آهي تہ مون وٽ ضرور ايندو پرماتما ڪري هو پنهنجي ڪم ۾ سوڀارو ٿئي ۽ سدائين سکي هجي.

ايتري ۾ ٻاهريون در کڙڪيو راجڪماري ڀاني ڊوڙندي وئي ۽ وڃي در لاٿائين هڪ ماڻهو اندر داخل ٿيو. سندريءَ جي دل زور سان دھڪڻ لڳي ۽ بي صبريءَ سان اڳتي وڌي ان ڏي غور سان نهارڻ ڪانپوءِ هٿ جوڙي انجا ٿورا مڃڻ لڳي ۽ اکين ئي اکين جي ذريعي پنهنجي دلي ڪيفيت جو اظهار ڪيائين. راجڪماري ڀاني سندريءَ ۽ سعيد جي اڳ جي واقفيت معلوم ڪري حيرت ۾ پئجي وئي ۽ ڪلي سندري کي چيائين.

راجڪماري- تون تہ هن کي اڳ ئي سڃاڻين ٿي.

سندري- (شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪري) هائو ڀيڻ! هي اهو ڀيرو منهنجي جان بچائي اٿائين.

راجڪماري- مون سان تہ اڳڀرو ائين ئي ڳالهايو ڇڻ تہ ان کي سڃاڻين ئي ڪو نہ.

سندري- ( کلي ) ھڙي ڇڏ اھي ڳالھيون. ڪانئن حال احوال ته وٺ
پوءِ پڇي مسخريون ڪجانءِ.
راجڪماري- ( سعيد ڪي مخاطب ٿي ) ڀائو! ڪريو خبر ڪاڏي
ويا ھئا؟
سعيد- ( سندري ڏانھن اشارو ڪري ) سونکي ھن جي پيءُ ۽ پائرن
جي آزاد ڪرائڻ جو فڪر ھو. جيڪڏھن ھن سان ڪڏ انھن ڪي
به شاھي قيد خاني مان ڪيڍي اچون ھا ته پوءِ انھن ڪي گمنامي
جي حيثيت ۾ لڪي ڇپي وقت گذارڻو پوي ھا. ھڪ ڏينھن ۽
رات وڌيڪ قيد ۾ رھندا ته ڪو حرج ڪونھي. مگر اميد آھي
ته آزاديءَ سان پنھنجي وطن ۾ رھي سگھندا. ھڪ تدبير ڪئي
اٿم خدا گھريو آھي ته ضرور ڪارگر ثابت ٿيندي.
راجڪماري- ڪھڙي؟ اسين به ٻڌون.
سعيد- اوھانجي ٻڌائڻ جي نه آھي. سڀاڻي شام جو گھڻو ڪري راجا
ڏاھر شڪار تان موٽي ايندو. سڀاڻي رات آءٌ سر تان آھو ڪٺي
ڪوشش ڪندس جي ڪامياب ٿيس ته بھتر نه ته به ( سندريءَ
ڏي اشارو ڪري ) ھن جي سر تان صدقي ٿيس.
سندري- ڏٺي جي ناڻي اھڙو ڪو ڪم نه ڪجو جنھن سان اوھانجو
وار ونگو ٿئي.
راجڪماري- ھائو ڀائو! سنڀالي ڪم ڪجو. ھي مئو انڌ جي گھوڙي
تي سوار آھي. جيڪڏھن ڪنھن ربت اوھين ھن جي ور چڙھي
ويا ته پوءِ اسين سڀ رڻ ۾ رلي ويندا سين.
سعيد- خدا تي ڀروسو رکو. اھو نگھبان آھي. سان ھيٺر وڃان ٿو.
سڀاڻي ھن وقت اوھان وٽ ايندس.
اٿين ڇٽي سعيد رواني ٿيو. سندري اھا رات ۽ ورندڙ ڏينھن
راجڪماري ھائي جي مھمان جي حيثيت ۾ آرام سان گذاريو. ٻي رات

ساڳئي وقت سعيد صحيح سلامت ولن پهتو ۽ يمدوت ( ملڪ الموت ) جي صورت اختيار ڪري راجا ڏاهر کي قيدبن جي آزاد ڪرڻ جهو حڪم ڏبن واري ڳالهه پيرائتي ڪري ٻڌائي. ٻئي ڄڻيون ڏاڍيون خوش ٿيون ۽ سعيد جي ٻهروپي ٿيڻ جو داد ڏيڻ لڳيون. سعيد سنڌريءَ ڏي نهاري ڪلپ ڇيو ته هي سڀ عشق جا ڪرشما آهن نه ته ڇا لڳي سعيد! ڇا لڳي هي ڪم! انهيءَ ڪان پوءِ سعيد پنهنجي پروگرام موجب راجڪماري هائي ڪان موڪلائي سنڌريءَ کي ساڻ ڪري راتو رات روانو ٿي ويو.

———————————

# ديبل بندر جي فتح

## ( ٢٦ )

محمد بن قاسم شيراز ۾ پنهنجي فوج کي باقاعده منظم ڪري امدادي فوج جو انتظار ڪرڻ لڳو. بصره مان خشڪيءَ رستي رواني ٿيل فوج جڏهن ولس پهتي ته هڪدم مڪران جي طرف ڪوچ ڪيائين. اتي جو گورنر محمد بن هارون ٻي هزار فوج سان اڳي ئي تيار ويٺو هو جنهن کي پاڻ سان ڪري اڳتي وڌيو. مڪران مان رواني ٿيڻ وقت سندس جهنڊي هيٺان ڇهه هزار ايراني گهوڙي سوار ( جي اڳيئي سندس زير ڪمان هئا ) ۽ ڇهه هزار شامي شتر سوار ۽ ٻي هزار مڪراني شتر سوار جملي پندرهن هزار سپاهي هئا. انکان سواءِ ساڍي ٻي هزار باربرداريءَ جا اُٺ هئا. مڪران جي سرحد ختم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي حد ۾ قدم رکندي ئي پهريون سرحدي شهر ڪنار پور فتح ڪيائين. جنهن ۾ سنڌ جي راجا جي پاران هڪ هندو عملدار رهندو هو ۽ مهاراجا ڇچ جي زماني کان وٺي هندوستان جي قديم رواج موجب ان ۾ هر روز شام جو ڌمال وڄندي هئي. ان کانپوءِ اڳتي وڌي ارما پيلي (لس ٻيلي) تي قبضو ڪري سڌو ديبل بندر جو رخ ڪيائين. ۽ ڌوڪيندو ڪاهيندو آخر اچي ديبل بندر جي هيٺان دم ڪنيائين. جنهن ڏينهن ديبل بندر جي سامهون خيمه زن ٿيو، اهو محرم سنه ٩٣ هجري جو پهريَن جمع جو ڏينهن هو، ۽ حسن اتفاق سان انهيءَ ڏينهن آهي جهاز به اچي ديبل بندر ۾ لنگرانداز ٿيا جن ۾ منجنيقون ۽ ٻيو جنگي سامان هو. سنڌ تي لين ڪاه جهن شان و شوڪت سان ڪئي وٺي هئي انکي ڏسي هندن جا حوصلا خطا ٿي ويا ۽ اڳي وانگر ميدان ۾ نڪري مردانه وار مقابلي ڪرڻ بدران قلعي جا دروازا بند ڪري گهرن ۾ لڪي ويهي رهيا، محمد بن قاسم ديبل بندر ۾ قدم رکڻ شرط پنهنجي اڳيان هڪ وڏي

خندق ( کاهي ) کوٽائي ان جي ڪناري تي مجاهدين اسلام جا تنبو لڳارايا ۽ چوڌطرف اسلامي هلالي جهنڊا کڙا ڪرائي هر هڪ فوجي دستي کي پنهنجي پنهنجي جهنڊي هيٺان مضبوط رهڻ جو حڪم ڏنو. منجنيقون، جي انهيءَ زماني جي مسلمانن جي بهترين ايجاد ڪري تسليم ڪيون وينديون هيون ۽ قلعن جي ڊوڙڻ واسطي اجوڪي وقت جي توبن وارو ساڳيو ڪم ڏينديون هيون سي شهر جي اتر ۽ اوير پاسي مناسب جڳهن تي قائم ڪيون ويون، خصوصاً "عروس" نالي مشهور منجنيق ديبل بندر جي مندر جي بلڪل سامهون هڪ اوچي جڳهه تي رکائي وئي. غرض ته لڙائيءَ جو هر طرح خاطر خواه انتظام ڪري محمد بن قاسم شهر کي گهيرو ڪري ويهي رهيو. انهيءَ زماني ۾ اگرچه مسلمانن کي وڏيون وڏيون مهمون درپيش هيون جي هندوستان جي مهم کان ڪنهن به طرح ڪم نه هيون. هڪ طرف اسپين ۾ (طارق) فتح و نصرت جا نقارا وڄائيندو اڳتي يورپ ڏي وڌي رهيو هو ته ٻئي طرف ترڪستان ۽ چين جي اتر الهندي پاسي "قتيبه" هڪ زبردست هلچل پيدا ڪري وڌي هئي جنهن جي هيبت کان چين جو شهنشاه ڏن ڏيڻ لاءِ تياريون ڪري رهيو هو. ٽئين طرف محمد بن قاسم سنڌ جي هندو راڄ جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏڻ واسطي ديبل بندر کي محاصرو ڪيو ويٺو هو. ليڪن عراق جي گورنر جنرل حجاج بن يوسف کي هن پوئين مهم سان خاص طرح دلچسپي هئي ۽ ان جي سر ڪرڻ لاءِ هر وقت نيون نيون تدبيرون سوچيندو رهندو هو. انهيءَ ڪري ئي محمد بن قاسم مناسب سمجهيو ته ديبل بندر ۽ بصره جي وچ ۾ ٽپال جو انتظام ڪيو وڃي. چنانچه ان برق رفتار گهوڙن جي ذريعي ٽپال جو اهڙو خاص انتظام ڪيو جو باوجود بصره ۽ ديبل بندر جي وچ ۾ هزارها ڪوهن جي فاصلي هجڻ جي برابر ستين ڏينهن خط پهچي ويندو هو. هي انتظام اگرچه فوجي ضرورتن ۽ جنگي مصلحتن

جي بنا تي ڪيو ويو هو ليڪن سنڌ جي فتح ثيڻ ڪالپوءِ انکي باقاعده مستقل طور تي قائم ڪيو ويو هو ۽ هر هفتي بصره ۽ ديبل بندر جي وچ ۾ ٽپال ٻئي ايندي ويندي هئي.

مها راجا ڏاهر جي پٽ جئسين، جو انوقت نيرون ڪوٽ جو حاڪم هو، مسلمانن جي ڪاهي اچڻ جو ٻڌي ٻئس کي لکي موڪليو ته "موککي اجازت ڏيو تـه ديبل بندر ۾ وڃي مسلمانن سان سامهون ٿيان" ليڪن ان پنهنجي وزيرن جي صلاح موجب کيس لکي موڪليو ته "هينئر مسلمان پوريءَ طرح سهي سنبري آيا آهن ۽ سندن دلين ۾ انتقام وٺڻ لاءِ زبردست جوش آهي، تنهنڪري تنهنجو اوڏاهين وڃـڻ مصلحت جي بـرخلاف آهي. سمباجي اتـي ويٺو آهي ۽ اهـو ٻانهين پورائي ڪندو."

سمباجي ان وقت ديبل بندر جو حـاڪم هو. ان راجا ولـان کنهن به قسم جي مدد جو آسرو نه ڏسي قلعي جـا دروازا بند ڪري شهر ۾ ويهي رهڻ ۾ پنهنجو خير سـمجهيو. پورا ڇهـمهينا کيس مسلمانن جي گهيري هيٺ گذري ويـا مگر شهر کان ٻـاهر نڪري ميدان ۾ مقابلي ڪرڻ جي جرات نه ٿيس. محمد بن قاسم وٽ زبردست منجنيقون هيون جيڪڏهن چاهي ها ته اک ڇنڀ ۾ شهر کي اڏائي اجڙ ڪري ڇڏي ها مگر ائين ڪرڻ کيس منظور نـه هو، ڇاڪاڻ ته پاڻ سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لاءِ آيو هو ۽ نـه انکي تاخت و تاراج ڪرڻ لاءِ. اهو ئي سبب هو جو ٿڌو مانجهاندو ڪيو سانت ڪيو ويٺو رهيو. گهيري جڏهن حد کان زياده ڊيگهه ڪئي ته لاچار ٿي محمد بن قاسم به جنگ جي متعلق ٻي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ جو خيال ڪيو. ڇاڪاڻته فوج کي گهڻي طرح بيڪار رکڻ ڪنهن به طرح مناسب نـه هو. آخر هڪ ڏينهن جنگي ڪائونسل ڪوٺايائين ۽ پنهنجي خيمي ۾ ان بابت فوجي آفيسرن سان صلاح مصلحت ڪري رهيو هو ته ايتري ۾ دربان

حاضر ٿي عرض ڪيو تہ ”شهر جو هڪ آدمي آيل آهي ۽ روبرو ڪجهہ عرض ڪرڻ گهري ٿو.“ فوراً انجي حاضر ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. دربان انکي وٺي آئي خدمت ۾ پيش ڪيو. ان پنهنجي قديم هندستاني رواج موجب گڏجيءَ ۾ بوڇڻ وجهي هٿ جوڙي متو ليڪيو. محمد بن قاسم خندهپيشانيءَ سان انکي هٿ ڏئي مليو ۽ وڏي عزت سان پنهنجي پر ۾ وهاربائينس ۽ ترجمان جي ذريعي سائنس هن طرح گفتگو شروع ڪيائين.

محمد بن قاسم- ڀلي آيا. سونکي توهانکي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. مزاج ڪئن آهي؟ خوش تہ آهيو؟

نووارد- دبا آهي. مالڪ جي مهرباني سان وقت سک جو پيو گذري لک لک ٿورا ڏئي جا. جنهن اسانجي پاڪين سائين جن کي هتي آندو آهي. سونکي سائين جن جي درشن جو لاڀ پراپت ڪري آتيت آنند ٿيو آهي.

محمد بن قاسم- توهانجو نالو ڇا آهي؟

نووارد- ڪرشن. هتي جي مندر جي مهنت پنڊتديورتن جو پٽ آهيان.

محمد بن قاسم- ڪئن اچڻ ٿيو آهي؟

ڪرشن- جن مسلمان قيدين جي آزاد ڪرائڻ واسطي سائين جن اچرا ڪشٽ ڪشالا سهي هتي آيا آهن اهي سڀ مهاراجا جي حڪم موجب اسانجي سنيالهيٺ هن مندر ۾ قيد آهن. اسان هرطرح انهن کي خوش پئي رکيو آهي ۽ ڪنهن بہ قسم جي تڪليف نہ پهچائي آهي. چاڪاڻ تہ اسانجي شاسترن ۾ اکيل آهي تہ جڏهن راجا انياء ڪاري (ظالم) ٿيندو تہ ڌرم جي هاڃي ٿيندي تہ ڏهن ”سنبل ديش“ (عرب) جا رهاڪو آڌرم جي متائڻ ۽ ڌرم جي استاپن ڪرڻ لاءِ سنڌ تي ڪاه ڪندا. بہ پيرا هارائيندا ۽ ٽئين پيري سوڀارا ٿيندا. اهي نياء سان راڄ ڪندا. هيئن جا حامي

ٿيندا اڌ ٻن ( محتاجن ) اناٿن ( يتيمن ) ۽ آبلا استرين ( ضعيف عورتن جا آڌار ٿيندا.

**محمد بن قاسم-** اميد ته اوهان جي ڪتابن جي پيشنگوئي جلد ئي پوري ٿيندي ۽ اوهين ڏسندا ته اسلامي حڪومت هر ضعيف، مسڪين ۽ محتاج جي مددگار ۽ پشت پناه ٿيندي.

**ڪرشن-** حضور! اسانجي شاسترن ۾ هيءُ به لکيل آهي ته ديبل بندر تيستائين فتح نه ٿيندو جيستائين ڪه مها ديو جي مندر جي چوٽي نه ڀڃندي. سيني هندن جي انهيءَ ۾ ڏاڍي شرڌا آهي ۽ اهي ان کي صحيح سلامت ڏسي بي پرواه ٿيو ويٺا آهن. ان جي ڀڃڻ شرط اهي ڍائهين اچي پيش پوندا ۽ لڙائي جي ضرورت ئي نه ٿيندي.

**محمد بن قاسم-** سچ! آهي به ائين. اسين اڄ جو اڄ انهيءَ طلسم جي ٽوڙڻ جو حڪم ڏيون ٿا. توهين انهيءَ مندر سان نڪري وڃو جئن اوهان کي ڪو نقصان نه پهچي.

**ڪرشن-** مندر جي خالي ڪرڻ ڪري سائين جو شڪ پوندو. اسين مندر جي اتر واري ڪوني ۾ وڃي لڪي ويهون ٿا. گولا باري اهڙي طرح ڪئي وڃي جئن اها طلسمي چوٽي مٿان ئي مٿان اڏامي وڃي ۽ باقي ٻين عمارتن کي ڪنهن به قسم جو نقصان نه پهچي.

**محمد بن قاسم-** چڱو. اسين "جعوبه" منجنيقيءَ کي حڪم ڏيون ٿا جو نشانه اندازيءَ ۾ بلڪل ماهر آهي. اميد ته اوهانکي ڪنهن به قسم جي تڪليف نه پهچندي.

**ڪرشن-** مان هيتر جو هيتر وڃي ٿو پنهنجي پيءُ کي اها خوشخبري ٻڌايان. ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ هڪدم گولهباري شروع ڪئي وڃي.

ڪرشن موڪلائي روانو ٿيو. محمد بن قاسم جنگي آفيسرن

سان صلاح مصلحت ڪرڻ بعد "جعونه" منجنيقيءَ کي گهرائي مندر جي چوٽي اڏائي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ ڀرڀون گولو ڇٽو. هڪ وڏو ڌڪاءُ ٿيو. هزارها ورهين جو طلسم اک ڇنڀ ۾ لٽي ويو. شهر وارا بد حواس ٿي وڏي جوش و خروش سان مقابلي لاءِ نڪتا. مسلمان ته اڳيئي ٻڪئي شينهن وانگر شڪار جي انتظار ۾ ويٺا هئا فوراً مٿن حملو ڪيائون. هر هر مهادبو ۽ الله اڪبر جا نعرا بلند ٿيا. هندن ۾ دم ڪونه هو سندن منهن مان مايوسيءَ جا آثار ظاهر هئا. مسلمانن جي هڪ ئي حملي کين پٺ ڏيڻ تي مجبور ڪيو. ۽ وري ساڳي طرح ڀڄي وڃي شهر ۾ لڪا مگر هن دفعي سندن گهرن به کين پناه نه ڏني ۽ گهر ڇڏي هٿيار ڇوڙي هيڏي هوڏي ڀڄي ۽ لڪڻ لڳا. باقي ساري شهر فاتحن جي تلوار جي اڳيان مٿو ليڪيو ۽ اطاعت قبول ڪئي. سماجي جان بچائي ڪيڏانهن ڀڄي ويو پشيماني ۽ شرمساري منجهس اهتري به همت باقي نه ڇڏي هئي جو راجا ڏاهر کي وڃي منهن ڏيکاري. غرض ته ١٢ رجب سنه ٩٣هجري ( ٧١٢ع ) جي محمد بن قاسم خدا پاڪ جا شڪرانا بجا آڻيندي تحميد ۽ تقديس ڪندي نهايت شان و شوڪت سان ديبل بندر ۾ داخل ٿيو. اول اول قيدين کي آزاد ڪيائين تنهن کان پوءِ ساري شهر واسطي امن عام جو اعلان ڪيائين.

امن عام جي قائم ٿي وڃڻ ۽ شهر جي ضروري انتظام ڪرڻ بعد محمد بن قاسم دربار ڪئي جنهن ۾ خدا پاڪ جي حمد و ثنا ڪانپوءِ چيائين ته " شهيدن جي خون رنگ لاتو مجاهدين جي قرباني رائگان نه ٿي. اڄ بفضله تعاليٰ فتح و نصرت اسانجي همرڪاب آهي. اسانجا مسلمان ڀائر هنوقت تائين ڪافرن جي قيد ۾ هئا هينئر آزاد آهن ۽ اڄ کان وٺي هن ملڪ جي حڪومت جي واڳ اسانجي هٿن ۾ آهي. اسان سڀني تي خدا جو شڪر لازم آهي. اسان کي گهرجي ته اڳي

ڪان به وڌيڪ همت ۽ استقامت سان اڳتي وڪ وڌايون ۽ ظلمتڪده هند کي اسلام جي نور سان معمور ڪري ڇڏيون خدا تعاليٰ اسان کي توفيق عطا ڪري."

هن ڪان پوءِ آزاد ٿيل مسلمان پنڊت ڌمورتن سميت ان جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون ته پنڊت صاحب اسان سان هر طرح شرافت جو برتاءُ ڪيو آهي ۽ اسان کي ڪنهن به قسم جي تڪليف نه پهچائي آهي جنهن لاءِ اسين سندس نهايت شڪرگذار آهيون مناسب آهي ته پنڊت صاحب سان به هينئر اهڙو ئي شرافت جو برتاءُ ڪيو وڃي ۽ احسان جي بدلي احسان ڪيو وڃي. محمد بن قاسم پنڊت کي نهايت عزت ۽ احترام سان مليو ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ وهاري چيائين ته "اسان جي مظلوم ڀائرن سان اوهان جيڪو شريفانه سلوڪ ڪيو آهي ۽ هينئر جيڪا قيمتي مدد ڏني آهي انجو اسين دل سان قدر ڪريون ٿا ۽ اوهان جا نهايت مشڪور آهيون. اسلام اسان کي احسان جي جي بدلي احسان ڪرڻ جي تعليم ڏني ٿو اسين اڄ ڪانوئي اوهان کي هن شهر جو حاڪم مقرر ڪريون ٿا اوهين پنهنجا فوجي معاملات پنهنجي مذهبي قاعدن موجب فيصل ڪري سگهو ٿا. اوهانجي مذهب ۾ ڪنهن به قسم جي دست اندازي نه ڪئي ويندي ۽ اوهان کي ۽ اوهانجي قوم کي پوري پوري مذهبي آزادي حاصل رهندي ۽ اوهانجا مندر به ساڳي طرح صحيح سلامت رهندا." پنڊت صاحب غازي محمد بن قاسم جي اخلاق ڪان نهايت متاثر ٿيو. انکي هندو ڌرم جي غيرفطرتي تعليم، ذات پات ۽ ڇوت ڇات جي انسانيت سوز رسمن لاءِ سخت نفرت هئي. ازانسواءِ سنڌ جي هندو راجا جي هٿان مٿس جيڪي ظلم ٿيا هئا تنجو ڪيس پورو پورو احساس هو. ان هٿ ادب جا هڏي عرض ڪيو ته آءٌ هندو ڌرم ۽ هندو قوم ڪان بيزار آهيان مون کي ڪجھ وقت تائين مسلمانن سان گڏ رهڻ ڪري اسلام جي تعليم ڪان واقف ٿيڻ

جو موقعو مليو آهي. آءٌ دل سان گواهي ڏيان ٿو تہ اسلام ئي هڪ سچو مذهب آهي ۽ ان سان ئي هندستان جو نيتارو ٿي سگهندو. آءٌ دل جي خوشي ۽ يقين سان اسلام قبول ڪريان ٿو ۽ منهنجو اهل‌عيال بہ مون سان گڏ مسلمان ٿيڻ لاءِ تيار آهي. اسانکي پنهنجي دست مبارڪ سان مسلمان ڪريو ۽ دعا ڪريو تہ الله تعاليٰ اسانکي ان تي پوري طرح عمل ڪرڻ جي توفيق عطا ڪري. غازي ممدوح خوشيءَ وچان الله اڪبر جو نعرو بلند ڪيو ۽ سڀني مسلمانن بہ الله اڪبر جي نعرن جي ڌم لڳي وئي. انکانپوءِ سڀني آدمين کي مسلمان ڪيو ويو. ڪرشن مهراج جو نالو "اسلم" رکيو ويو جو پوءِ ڪثرت استعمال جي ڪري "اسلامي" ٿي ويو ۽ اسلامي تاريخ ۾ اڄ تائين "مولانا اسلامي" جي نالي سان مشهور آهي. محمد بن قاسم اتي هڪ فوجي ڇانوڻي قائم ڪري چار هزار سپاهي رهايا ۽ انهن جي عبادت واسطي هڪ مسجد تعمير ڪرايائين. هيءَ پهرين توحيد جي درگاه هئي جا سرزمين شرڪ و ڪفر ۾ قائم ٿي جنهن سان هرروز پنج پيرا خدا پاڪ جي وحدانيت جي صدا بلند ٿيڻ لڳي.

---

# خوشي ۾ غم

## ( ٢٧ )

ديبل بندر فتح ٿيو، رڪاوٽون دور ٿيون. سنڌ جي فتوحات جو دروازو کليو، قيدي آزاد ٿيا. مسلمان سپاهين کي لازمي طور تي خوشي ٿيڻي هئي ۽ اهي خوش آهن، هرهڪ جي زبان تي خدا پاڪ جو حمد و ثنا جاري آهي. ليڪن جيتري قدر انهن کي خوشي ٿيڻ کپندي هئي اوتري قدر خوشي ڪا نه آهي. سندن خوشيءَ سان به غم جا آثار ظاهر آهن خبر نه آهي ته ڇو؟ قيدي آزاد هئا. ڪافرن جي قيد مان کين رهائي ملي هئي. ورهن کان پوءِ آزاديءَ جو دم کڻڻ نصيب ٿيو هون. مگر انهن ۾ به خوشي ڪا نه آهي. اهي هيڪاري زياده غمگين ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سندري جنهنجي سچي محبت هي ڏينهن آندو هو ۽ سالها سالن جي مصيبتن سهڻ کانپوءِ سندس اميد جو دروازو کليو هو، ان کي به خوشي ڪانهي. اکين وانگر غم ۽ اونده جي درياءَ ۾ غرق آهي ڇني نٿو سگهجي ته آخر اهو ڪهڙو سبب آهي جنهن ههڙيءَطرح سڀني کي پريشان ڪيو آهي. سندري ۽ سڪينه پنهنجي جاءِ تي هڪ کٽ تي گڏ ويٺيون آهن ۽ ڪنڌ هيٺ ڪيو ڇٽي کي هٿ ڏيو خدا ڄاڻي دل ئي دل ۾ ڇا سوچي رهيون آهن. اهڙي ۾ سندن پراڻيون ساهيڙيون گنگا ۽ جمنا اندر داخل ٿيون ۽ ڪلي ڪڻ واڌايون ڏيڻ بعد هن طرح گفتگو شروع ڪيائون.

گنگا- سندري ڀيڻ! اڄ غم ڇا جو؟

جمنا- هائي ته سماج جا ٻنڌڻ به نه رهيا.

سندري- سڀ ڪجهه! مگر......................

سڪينه- اڄ پاڻو هتي هجي ها ته خوشيءَ ۾ خوش ٿئي ها.

جمنا- نڌهن ڪاني آهي.

سڪيلر- سون کي سڌ ڪانهي سندري ڀيڻ کي هتي ڇڏي جتن ٻاهر ويو آهي تنهن وري سندس پتو ئي ڪونهي.

گنگا- جنبو ته ڪنهن ڪر سان ويل آهن. ڏٺي ڪندو ته اهي لڪرندو ڪٿي ڪرڻ لاءِ ڪهڙو سبب آهي.

سڪيلر- جنگ جو وقت آهي ۽ هينئر سڌ جو راجا به پوري خبرداري ڪندو سندس جاسوس قري رهيا هوندا خدا ڪري شل ڪنهن دشمن جي مٿس نظر نه پوي.

جمنا- نه نه هو ڏاڍو چالاڪ آهي. جهڙي تهڙي جي وس جو تـ نه آهي.

گنگا- بهادر به هڪ ئي آهي. ڏهن پندرهن جي ٻچڻ جوڳو آهي باقي شل وڏيڪ نه هجن.

سندري- ڏپ به اهو ئي آهي. ٻڌجي ٿو ته راجا وڏن وڏن رستن ۽ گهاٽن تي چوڪيون وهاري ڇڏيون آهن رستا ناڪا سڀ بند آهن جنهن به ماڻهوءَ ۾ ڪن ٿورو ئي شڪ پوي ٿو ته ان کي جاسوس سمجهي ڪٽي ٿا قيد ڪن هيتري وقت تائين جو ٻاڦ نه ٻوليا آهن سو ضرور ڳالهه ۾ ڪجهه آهي.

جمنا- اوهان کي اجايا شڪ پيا جاڳن. راجا ڪٿي ڇا به ڪري، پر سونکي پڪ آهي تـ پـاڻ سعيد ڪنهنکي بـ ڏاڻي ڏيـڻ وارو ڪو نه آهي.

گنگا- سکين ڀيڻ! تـون پنهنجي سنيا پتي ( سپه سالار ) کي چؤ تـ ياڻو لاءِ خاص طرح ماڻهو مقرر ڪري ته اهي ڳولا قولا ڪري پتو ڪين.

سڪيلر- سون ڪان وڌيڪ ڳڻتي ان کي آهي. ان پنج ماڻهو اڳهين روانا ڪيا آهن. رات جڏهن سون انکي چيو ته سندس اکين ۾ پالي تري آيو ۽ سونکي دلداري ڏيندي چيائين تـ سعيد جي جدائي

اسان کان فتح جي خوشي وساري ڇڏي آهي. اسين تيستائين آرام نہ ڪنداسين جيستائين هو هٽ نہ آيو آهي يا دشمن کان اسان ان جو انتقام نہ ورتو آهي.

سندري پري وئي هئي. بي اختيار ان ڪان آه نڪري وئي. ۽ زار و زار روئڻ لڳي. گنگا ۽ جمنا کيس گرالڙي پائي سمجهايو ۽ دلداري ڏني. ٿوري دير کان پوء گنگا سندريءَ کي پنهنجي پيءُ جي ارادي کان واقف ڪيو تہ هو ۽ پارن پڇن سميت مسلمان ٿيڻ لاءِ تيار آهي ۽ اڄ شام جو پنڊت صاحب سان گڏجي غازي محمد بن قاسم وٽ ويندو. سندريءَ کين مبارڪون ڏنيون ۽ ڪلي چيو تہ اوهان سان سهنجي چتڙن جي ساهيڙپ هئي ۽ اوهان کي پنهنجون ڀيرون ڪري سمجهندي هيس. خدا پاڪ جو شڪر آهي جو اوهين مون کان وڇڙي نہ ويون هائي اميد آهي تہ چارئي ڀيرون گڏ گذاريندئون سين.

---

# راجا ڏاهر جي بدحواسي

# ( ٢٨ )

ديبل بندر جي فتح ٿيڻ جي خبر جڏهن راجا ڏاهر کي پهتي ته زمين سندس پيرن هيٺان نڪري ويئي ۽ نهايت پريشان ٿيو. ڪيس پڪ ٿي ويئي ته سندس بد نصيبيءَ جا ڏينهن اچي ويا ۽ سگهو ئي سنڌ جي هندو راڄ جو هميشه لاءِ خاتمو ٿيڻو آهي. جوتشين (نجومين) جي ڪيل اڳڪٿي ياد هيس. پنهنجي تباهي جو نظارو اکين اڳيان ڦرندو ڏسي سندس حوصلا خطا ٿي ويا. سربر ۾ سيالو پوڻ لڳس. ڪليجو ڪنبڻ لڳس ۽ مرده وانگر ڦان ٿي ڪري پيو. راجا کي ڪرندو ڏسي امير امرا ۽ وزير اچي مڙيا. هٿ پير مهٽڻ ۽ منهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻڻ لڳس. آخر اکيون پٽيائين ۽ ڪر پيچي ڦرڪڻ لڳو. ناش! راڄ ناش!! جاتي ناش!!! ڌرم ناش!!!! منهنجون اکيون اڄ ڇا ڏسي رهيون آهن؟ هاءِ! هي ڇا ٿي ويو؟ هي راڪاش ڪٿان آيا؟ ڇا هي ٻر راجا جا دوت آهن يا ايشور جا ديوتائون آهن جي سون کي ڪيل ڪرمن جو نتيجو ٿا لوڙائين! هئي! ڪيرو نوجوان لرسنگ پڳوان وانگر مون کي ڪڙڪائي ٿو. ڪائي ٿو. بچايو! بچايو!! بچايو!!! وري بيهوش ٿي ويو. وزير گهٻرائجي ويڻ ٿا ۽ راجا جا هٿ پير ڏهائين ٿا. چوطرف سناٽو ڇانئجي ويو ٿو. آخرڪار ٻڌيمان وزير پاڻي پڳڙيمل درٻان کي سڏي ڇپو ته وڃ ۽ وڃي واڳڻ مل وئيد کي وٺي آءُ. پاڻي پڳڙو مل، واڳڻ مل وئيد (ويڄ) کي وٺي اچي ٿو جو ڪانيتري منتر پڙهي ان کي پنجگوڻه پياري ٿو ۽ راجا هڪدم ٽپ ڏئي اٿي ويهي ٿو ۽ ان ڪانپوءِ باقاعده دربار شروع ٿئي ٿي.

راجا۔ ( سڀني کي مخاطب ٿي ) اي ڀارت جا سپوتو! سنڌ جا سور ويرو! توهان کي پتو پئجي چڪو هوندو ته اسانجو پوتر آستان

ڪيئن نہ دشمن جي هٿ ۾ چڙهي ويو اسانجي مها ديو جي مندر جو جهنڊو مليڇن ڪن ۾ اڏائي ڇڏيو. ۽ اهو آستان جنهنجي درشن سان هزارين پاپ نشٽ ٿي ويندا هئا ۽ چوراسي لک جنمن جي چڪر کان اسين ڇٽي سگهندا هئاسين سو پوتر آستان اڄ ملين مليڇن جي هٿ ۾ آهي. اڄ اسين ڪئي وجهي پنهنجا پاپ نورت ڪرائينداسين! اي گئوماتا جا پوڄارو! شو مهراج جا شيوا ڌاريو! اڄ مليڇن جو لشڪر اسانجي پوتر نيرون ڪوٽ ڏي ڪاهيندو پيو اچي. هاڻي صلاح ڏيو تہ ڇا ڪجي؟

پڳيمان- راڄن! منهنجي صلاح آهي تہ سپائي سوروير جوڌي جنسين ڪي جنگي هاٿين جي وڏي لشڪر سان مليڇن جي مقابلي لاءِ موڪليو وڃي ۽ شو ڀڳوان جو روٽ ڪيو وڃي. ديوي ماتا تي ڀل چاڙهي وڃي. مليڇ ياڻهين ناس ٿي ويندا.

راجا- روٽ ۽ ڀل گهڻو ئي ڇڱي پر منهنجي پياري پٽ جڏهن ڪي موت جي منهن ۾ ڪين ڏينديس. مسلمان هينئر بگڙيا پيا آهن جنڪي اسانجي مها ديو جي جهنڊي اڏائي ۾ ذرو ڊپ نہ ٿيو سي سپائي منهنجي پٽ ڪي ماري وجهن تہ پوءِ مان ڇا ڪريان؟

پڳيمان- بالڪل برابر. ( ڪيارڙي ڪنهي ) تہ ڀلا شريعت محمد علافي وزير ڪي ئي ڪئي موڪليو تہ وڃي مسلمانن ڪي منهن ڏڪي سندن ئي ماڻهو آهي ياڻهين پڇندن.

محمد علافي- غريب پرور! آءٌ اوهانجو خذمتگار ۽ دل سان تابعدار آهيان ۽ اوهانجي احڪام جي تعميل ڪرڻ واسطي تيار آهيان ليڪن هڪ مسلمان جي حيثيت ۾ مونکي الله تعاليٰ جي احڪام جو اول خيال رکڻو آهي ۽ پوءِ ٻئي ڪنهنجو. آءٌ اوهانجي پکهر جي مٿان پنهنجو خون وهائڻ لاءِ تيار آهيان ليڪن هڪ مسلمان جي برخلاف تلوار کڻڻ کان لاچار آهيان. ڇاڪاڻ تہ منهنجو پاڪ مذهب

"اسلام" هڪ مسلمان کي ٻئي مسلمان جي برخلاف تلوار کڻڻ کان منع ٿو ڪري.

راجا- پرنتو پيارا علافي! اهي مسلمان ته تنهنجا به دشمن آهن جن توکي ۽ تنهنجي پائرن کي پنهنجي پياري ديس مان لوڏي ڪيو در در رلايو ۽ سخت تڪليفون ڏنيون. توکي نه هاٿي پاڻ پڳوان جا تورا ميچ گهرجن جو تون اسان جي طاقت ۽ لشڪر سان پنهنجي دشمن کان وير وٺي سگهين ٿو. خيال ڪر! جيڪڏهن هو فتحياب ٿيا تہن ته توسان ڪهڙا پير ڪندا؟

محمد علافي- هائو! حضور سان سڀڪجهہ سمجهي سگهان ٿو. ليڪن پنهنجي پاڪ مذهب موجب مجبور آهيان. آءٌ مسلمان تي ڪري خواب وخيال ۾ به اهڙي قسم جو ارادو ڪري نٿوسگهان. لاچار آهيان. معافي جو طلبگار آهيان.

پڌيمان- اي راجن! ڪٿي ڇا جي؟ خيال ڇا جو؟ مسلمان ڪهڙي باغ جي موري آهن جنجو خيال ٿا خوف ڪيو وڃي. منهنجي صلاح آهي ته محمد بن قاسم کي هڪ خط لکيو وڃي جنهن ۾ کيس فهمايش ڪئي وڃي ته هڪدم اسانجي حد مان نڪري وڃي نہ ته سندس خوبي نہ رهندي.

راجا- (ڪنڌ ڌوڻي) بالڪل نيڪ! بالڪل نيڪ!! قربان وڃان تنهنجي پڌيءَ تان پڌيمان! شاباس! محمد علافيءَ کان ڇلي لکائي رواني ڪر.

پيرو ( شراب ) جو پيالو هڪدم حاضر ڪر ۽ پيروي ڇڪر ( ناچ راڳ ) جو انتظام ڪر ته ڪا روح کي راحت رسي ۽ دلڙيءَ کي آئت اچي.

پڌيمان حاضر ڇٽي اٿي ڪڙو ٿيو. دربار برخواست ٿي ۽ هيٺيون خط محمد علافي کان عربيءَ ۾ لکائي مهر ڪري محمد بن قاسم ڏي

موڪليو ويو.

”سنڌ جي سور ويو چڪر ورتي مها پهلوان مها راجا ڏاهر جي طرفان هي خط آهي مغرور محمد بن قاسم ڏانهن جو خونريزيءَ جو خواهان آهي ۽ بي رحم اهڙو آهي جو پنهنجي آدمين تي به رحم نٿو ڪري. هن ڪان اڳ به مسلمانن جي دماغ ۾ هي خام خيال ويٺو هو ته سنڌ ۽ هند کي فتح ڪندا. ليڪن اسانجي بهادر ناڪرن ڪين ديبل بندر ۾ به سخت شڪستون ڏنيون. هينئر وري تنهنجي دماغ ۾ اهو سوداءُ پيدا ٿيو آهي. ديبل بندر ۾ نه هو مضبوط قلعو نڪو وڏو لشڪر. جيڪڏهن اتي اسان جو ناميارو لشڪر هجي ها ته مسلمانن جو نالو نشان نه ڇڏي ها.

راجا ڄئسين جي اڳيان ساري سرشتيءَ جا راجائون سر جهڪائين ٿا ۽ دنيا جا وڏا وڏا پهلوان سندس نالي پڌڻ سان ڪنبي وڃن ٿا. ان وٽ هزارن ته مست جنگي هاٿي آهن. جڏهن سهل هو پنهنجي شاندار سفيد هاٿي تي سوار ٿيو ته پوءِ اوهان جي گهوڙن جي ڇا مجال آهي جو ان جي اڳيان بيهي سگهن. جيڪڏهن راجا ڄئسين ديبل بندر ۾ هجي ها ته اتي قدم به نه رکي سگهو ها.

هاڻي جيڪڏهن پنهنجي غرور کان باز نه ايندين ته تنهنجو حال بہ اهو ٿيندو جيڪو تو کان اڳين جو ٿيو ۽ ڪنهن به طرح سان اسان جي هٿان بچي نه ويندين.“

# نيرون ڪوٽ جي فتح

## ( ٢٩ )

ديبل بندر جي فتح کان پوءِ غازي محمد بن قاسم منجنيقون ۽ ٻيو ضروري سامان جهازن ۾ پراڻي درياءَ جي رستي روانو ڪري پاڻ خشڪيءَ جي رستي نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ڏي راهي ٿيو. ڇهن ڏينهن جي لڳو لڳ سفر کانپوءِ ستين ڏينهن نيرون ڪوٽ جي سامهون هڪ ترائيءَ ۾ منزل انداز ٿيو. جيسين نيرون ڪوٽ جو حاڪم هو انکي سندس پيءُ مها راجا ڏاهر لکي موڪليو هو ته نيرون ڪوٽ کي سندس قسمت تي ڇڏي پاڻ پنهنجي جان بچائي برهمڻ آباد هليو وڃي. مگر جيستائين هو برهمڻ آباد وڃي ٿي وڃي تنهن کان اڳي مسلمان واچ مينهن وانگر نيرون ڪوٽ ۾ پهچي ويا. جيسين ٻي ڪا واهه نه ڏسي لاچار شهر جو ڦاٽڪ بند ڪري ويهي رهيو. آخر ڪجھ ڏينهن تائين گهيري ۾ رهڻ کانپوءِ مجبور ٿي ميدان ۾ آيو. ليڪن پنهنجي فوج کي مسلمانن جي منهن ۾ ڏيئي جان بچائي برهمڻ آباد ڀڄي ويو. غازي محمد بن قاسم بزور شمشير شهر تي قبضو ڪيو. شهر ۾ زياده تر ٻڌ ڌرم جا پوءِ لڳ رهندا هئا جي برهمڻي ڌرم ۽ برهمڻي راڄ جي ظلمن کان نهايت تنگ تي چڪا هئا. غازي ممدوح انهن جي حال تي رحم ڪري کين مذهبي آزادي عطا ڪئي ۽ ساڻن نهايت فياضيءَ جو برتاءُ ڪيو ۽ پنهنجي ياران ٻڌ ڌرم جي هڪ پنڊت کي جنهنکي ان زماني ۾ "سماني" چوندا هئا شهر جو حاڪم مقرر ڪيو. فوج ڪشي جو مقصد چونڪه صرف ملڪ فتح ڪرڻ نه هو بلڪ انجو معقول انتظام ڪري مستقل طور تي ممالڪ محروسه ۾ شامل ڪرڻ جو هو انهي ڪري هتي به ديبل بندر وانگر هڪ فوجي چانوڻي قائم ڪيائين. مسجد تعمير ڪرايائين ۽ باقاعده مسلمانن جي نو آبادي

قائم ڪرڻ جو انتظام ڪيائين.

ضروري انتظام کان فارغ ٿيڻ بعد غازي ممدوح نيرون ڪوٽ کي پنهنجو هيڊ ڪوارٽر (مرڪز) مقرر ڪري آسپاس وارن شهرن جي فتح ڪرڻ لاءِ ننڍا ننڍا فوجي دستا روانا ڪيا. مسلمانن جي دهشت هندن جي دلين تي ويهي وئي هئي ۽ ڪين يقين ٿي ويو هو ته "جني" اچي پوءِ مسلمانن جي ٽيٽي آهي. انهي ڪري ميدان جنگ ۾ اچڻ کان اڪثر گهبرائيندا هئا. ڪٿي ڪٿي ڪو مقابلو ڪيائون ليڪن ناڪام. غرض ته ٿوري ئي وقت ۾ سيوستان، ميسر، ڪنب نبلبان (ڪنب ليمان) پٽ وغيره جا قلعا فتح ٿي ويا. سيوستان کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي "سيستان" نالي هڪ شهر هو جو اڄ تائين انهي نالي سان مشهور آهي ان ۾ جٽا ذات جا ماڻهو رهندا هئا. شهر کي چوطرف هڪ مضبوط قلعو هو. اتي جي ماڻهن کي جڏهن خبر پئي ته سيوستان (سيوهڻ) جو شهر مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويو ته اهي حيران ٿي ويا ۽ مسلمانن جي همت ۽ بهادريءَ جو داد ڏيڻ لڳا. ڪين تعجب ٿيو ته آخر هي راڪاس آهن ڪير؟ جي ممڪن ديوتائن جي ديش ۾ ڪاهي پيا آهن ۽ ديوتائن جي ڪوپ (ناراض) ٿيڻ جي ڪا پرواه ڪانه اٿن. انهن هڪ جاسوس مقرر ڪيو ته مسلمانن جي حالات معلوم ڪري ڪين انهيءَ راز کان واقف ڪري. اهو جاسوس سيوستان (سيوهڻ) ۾ پهچي مسلمانن جي ڪئمپ ۾ گهمڻ ڦرڻ لڳو. اتري ۾ نماز جو وقت اچي ويو سڀني مسلمانن وضو ڪري نماز لاءِ صفون ٻڌيون. سپه سالار اڳتي وڌي امام ٿيو. نماز شروع ٿي جاسوس نهايت حيرت سان اهو نظارو ڏسندو رهيو. سندس نظر ۾ هيءَ بالڪل نئين چيز هئي ڪيس هيءَ مذهبي عبادت به هڪ قسم جي فوجي پريڊ نظر آئي هڪ سپاهيءَ کي رڪوع و سجود، قيام و قعود ۾ پنهنجي فوجي آفيسر جي اطاعت ۽ پيروي ڪندو ڏسي تعجب ۾ پئجي ويو.

انفاق ۽ اتحاد جو هي عجيب و غريب نمونو ڏسي هو مولي وڌو ۽ وجي پنهنجي شهر وارن کي ٻڌايائين تہ " انهن وٽ ٻيو ڪجھ هجي يا نہ هجي، هڪ چيز وڏي اهڙي آهي جنهن سان هو ساري دنيا کي فتح ڪري سگهن ٿا. مون ڪين هڪ ڪم اهڙي اتفاق ۽ اتحاد سان ڪندي ڏٺو آهي، جنهن جو مثال ٻي نٿو ملي سگهي. مونکي انهيءَ نظاري حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. جيڪڏهن منجهن اهڙو ٻي اتفاق آهي تہ هو جنهن بہ ڪم جو ارادو ڪندا انھ ضرور سوڀارا ٿيندا". انکانپوءِ ڪين نماز با جماعت جي ساري حقيقت بيان ڪري ٻڌايائين. جنهن‌جي ٻڌڻ سان شهر وارن فيصلو ڪيو تہ مسلمانن سان مقابلو ڪرڻ گويا جبل سان مٿو هڻو آهي. بهتر آهي تہ انهن سان صلح ڪجي. ڪنب نيلبان ( ڪنب ليما ) جو حاڪم " ڪاڪا " نالي هڪ نڪر هو ان بہ غازي محمد بن قاسم جي خدمت ۾ حاضر ٿي وفاداري ۽ اطاعت جو قسم کنيو، ۽ پنهنجي هڪ ناڪام ڪوشش جو ذڪر ڪندي چيائين تہ جوتشين جي ڳالھ سراسر سچي آهي ۽ مسلمان اڳي ڇوءِ هندستان جا مالڪ ٿيندا. پٽ جو حاڪم " ماڪو پٽ وسايو " هو. ان ٻهريائين سرڪشي ڪئي. بناڻ بن حنظلہ کيس گرفتار ڪري پا بہ زنجير آڻي غازي ممدوح جي خدمت ۾ حاضر ڪيو. راجا ماڪو جي بيڪساڻ صورت ۽ خستہ حالت تي غازي ممدوح کي ڏاڍو رحم آيو. کيس هڪدم آزاد ڪري نهايت عزت سان پنهنجي پ-ر ۾ ڪري ويهاريو ۽ هرطرح انجي دلجوئي ڪئي. تنهن کانپوءِ کيس سبز طائوسي تاج هڪ لک درهم ۽ شاهي‌خلعت عطا ڪري نہ فقط انکي ساڳيءَ طرح اتي جو حاڪم مقرر ڪيائين بلڪ پنهنجي هٿن سان هڪ سند بہ لکي ڏنائين تہ اهو ملڪ پشت بہ پشت انهنجي قبضي ۾ رهندو. غازي ممدوح جي هن فياضيءَ راجا ماڪوءَ جي دل کي خريد ڪري ورتو ۽ هميشہ لاءِ هڪ وفادار دوست جي حيثيت ۾ سندس دست راست

بنجي ويو.

غازي محمد بن قاسم انهن سڀني ملڪن جي خاطر خواه انتظام ڪرڻ بعد اڳتي وڌڻ جون تدبيرون ڪري رهيو هو ته حجاج بن يوسف جو خط ٻن هزارن گهوڙي سوارن سميت اچي نڪتو. جنهن ۾ درياءَ سنڌ پار ٿيڻ جي صلاح ڏني وئي هئي. غازي کي اها راءِ مناسب نظر آئي ۽ سنڌو ندي پار ٿيڻ لاءِ ٻيڙين گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين عين انهي موقعي تي راجا ڏاهر جي ڌمڪيءَ جو خط پهتو جنهن کي پڙهي سان ڪمس بي اختيار کل اچي وئي. فوراً ان جو جواب لکيائين ۽ ساڳي سالهوءَ هٿان راجا ڏاهر ڏي موڪلي ڏنائين.

مضمون هي هو

"بسم الله الرحمان الرحيم"

" خدا جي ضعيف و ناتوان بنده عماد الدين محمد بن قاسم سپه سالار افواج قاهره اسلاميه جي طرفان جاهل متڪبر ڪافر ڏاهر سنڌ جي راجا جي طرف.

خط پهتو. ان ۾ تو پنهنجي فرعوني طاقت تي جيڪو گهمنڊ ۽ غرور ظاهر ڪيو آهي، اهو تنهنجي جهالت ۽ حماقت جو کليو ثبوت آهي. اسين اهڙين ڌمڪين ٻڌڻ وارا نه آهيون. اسان کي تنهنجي هاٿين جو ڪو خوف ڪونهي اهي وچارا ته ٻان تان هڪ رواجي مڇر به اڏاري نٿا سگهن. اسان کي جيڪڏهن خوف آهي ته صرف خدا پاڪ جو ۽ جيڪڏهن اسان کي ڪنهن تي ڀروسو آهي ته اهو به صرف خدا پاڪ تي. اسان کي پنهنجي جنگي ساز و سامان يا فوجي طاقت تي غرور يا ناز ڪو نه آهي پاڪ انهيءَ غالب ۽ طاقتور خدا تي، جنهن دنيا جي وڏين وڏين فرعوني طاقتن جو اسان جهڙن ضعيف ۽ ناتوان بندن جي هٿان خاتمو ڪرايو آهي ۽ اسان کي هرجڳهه ۽ هر ميدان ۾ فتحياب ڪيو اٿس. اسان توتي بي سبب يا ناحق حملو

نہ ڪٿي آهي. اگر آئي تہ ڪٿي. تہ مسلمانن جا جهاز ڦريا ۽ لٽيا
مسلمانن کي قيد رکيو ۽ اسانجي دوستي ۽ صلح پسنديءَ جو قدر نہ
ڪيو. هاڻي توکي شرارت جي خميازه ڀوڳڻ لاءِ تيار ٿي وڃڻ گهرجي
انشاءَ الله تعاليٰ سگهو ئي تنهنجو اهو غرور خاڪ ۾ ملي ويندو ۽
تنهنجو بہ اهو ئي حال ٿيندو جيڪو اصحاب الفيل جو ٿيو. اسين حق تي
آهيون ۽ حق هميشہ غالب رهيو آهي ۽ رهندو."

# ساڌ ٻيلو

## ( ٣٠ )

سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ تي درياءَ شاهه ۾ اڄ ڪالهه جهڪو ننڍڙو ٻيٽ ”ساڌ ٻيلي“ جي نالي سان مشهور آهي اهو ڪنهن زماني ۾ سچ پچ هڪ وڏو گهاٽو ٻيلو هو ۽ قدرتي جاءِ وقوع جي ڪري تارڪ الدنيا فقيرن لاءِ عبادت ۽ رياضت واسطي هڪ عجيب غريب ۽ نهايت مناسب مقام (هنڌ) هو. درياءَ جي وچ ۾ هڪ مختصر خوشنما سرسبز ٻهاڙي ۽ ٻن طرفن کان پاڻيءَ جي تيز رواني جو قدرتي نظارو نهايت دلڪش ۽ دلفريب معلوم ٿيندو هو ۽ انکي ڏسي هرهڪ انسان جي دل بي اختيار خدا جي طرف مائل ٿي ويندي هئي. انهي هڪ ساڌو رهندو هو جو پنهنجي زهد ۽ تقويٰ جي ڪري نهايت مشهور هو. دنيا کي تياڳ ڪري ان اچي اهو خوفناڪ جهنگ وسايو هو. دنيا جي ڪنهن به چيز جي انکي خواهش نه هئي. ۽ رات ڏينهن خدا پاڪ جي ياد ۾ مصروف رهندو هو. مذهب انجو بلڪل صلح ڪل هو. مت متانتر جو پيد ۽ دويش پاءُ ولس کو نه هو. دوئي کان سندس دل دور هئي، هندو خواهه مسلمان کي هڪ ئي اک سان ڏسندو هو. ماڻهن جي منجهس ڏاڍي شرڌا هئي ۽ پري پري کان درشن لاءِ ايندا هئا. خود راجا ڏاهر به ڪڏهن ڪڏهن آشير واد (دعا) وٺڻ لاءِ سندس خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو. هي ساڌو ڪو اڄوڪي وقت جي ساڌن وانگر نالي جو ساڌو ڪو نه هو بلڪ تمام علوم فنون جو ماهر هو. تاريخ سياست ۾ کيس ڪامل مهارت حاصل هئي. دور دراز ملڪن جي سير و سياحت ڪري انجي معلومات نهايت وسيع هئي ۽ وڏن وڏن اهم مشڪل مسئلن کي آسانيءَ سان حل ڪري ڇڏيندو هو ۽ اهڙي مفيد صلاح ڏيندو هو جو وڏا وڏا راڄنيتي ڳالهين جا ڄاڻو به کيس پنهنجو راڄنيتي گرو

ڪري سڏيندا هئا. غرض ته امير وزير سيٺيون شاهوڪار غريب سڀ
ان جي اسٿان ڪي پوتر اسٿان ڪري ليکيندا هئا ۽ وڏي شرڌا ۽ پريم
سان انجي ياترا لاءِ ايندا هئا. راجا ڏاهر جي ٻئي رائين، راجڪمارين
جي ته منجهس حد کان زياده شرڌا هئي ۽ نوري گهڻي ڳالهه تي ان
ڏانهن ڊوڙندا هئا ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ان جي اکيان هٿ ٻڌيو
ٽڪيءَ تي ويٺا هوندا هئا. ايرندي پاسي درياهه جي ڪناري تي هڪ
وڏي چپ پيل هوندي هئي جنهنجو اڌ پاڻيءَ ۾ هوندو هو ۽ اڌ ٻاهر.
هي ساڌو هر روز ان تي ويهي ڳوهيل الي جون ڳوڙهيون ڏاهي درياهه
۾ اڇليندو هو. ننڍيون ننڍيون خوبصورت مڇيون هزارين اچي مڙنديون
هيون ۽ ساڌوءَ جي دان کي سوبڪار (قبول) ڪرڻ لاءِ وات ڦاڙي
ليا ڏيندڀون هيون ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ان جي گود ۾ به اچي پونديون
هيون. ساڌو انتي ڏاڍو پرسن ٿيندو هو. جيڪي سالڪ ساڌوءَ جي درشن
لاءِ ايندا هئا اهي به اهڙيءَ طرح مڇلي ماتا کي انو ڪرائيندا هئا ۽
درياهه شاهه ۾ اکو ڦلو وجهندا هئا.

ساڌو هڪ ڏينهن ساڳي پنهنجي ڪارروائيءَ ۾ مشغول هو ته
اتري ۾ هڪڙي ننڍڙي ٻيڙي اچي ڪناري سان لڳي. ان مان ٻه
عورتون لٿيون ۽ اچي سندس چرنن ۾ سيس نماياڻون. ساڌوءَ کين
آشير واد ڏني ۽ ويهڻ جو اشارو ڪيو. نوري دير ڪانپوءِ انهن مان هڪ
کي ڪلي چيائين " راجڪماري ٻائي اڄ گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ تنهنجو
اچڻ ٿيو آهي." راجڪماري ٻائي جي ساڌوءَ ۾ ڏاڍي شرڌا هئي ۽
کيس پيءَ جي آڌار ۽ حال محرم ڪري لکيندي هئي ۽ پنهنجي دل
جو احوال ساٿس کولي بيان ڪندي هئي. مگر اڄ ان جي حالت
بلڪل بدليل آهي. هينئر اها ساڳي راجڪماري ٻائي نه آهي جا ڪنهن
زماني ۾ هئي. انهي وقت اها بالڪل شادان ۽ فرحان، خرامان خرامان
ساڌوءَ جي درشن لاءِ ايندي هئي ليڪن هينئر ان جي چهري مان

اضطراب ۽ بيچينيءَ جا آثار ظاهر آهن. انهيءَ سيني ۾ جنهن ۾ غائبانه عشق جي هڪ ننڍڙي چڻنگ ٻيل هئي اڄ هڪ وڏو مچ ٻري رهيو آهي. عشق جا خيالات پوري جوش ۾ آهن. وصل هجر، خوف و اميد جو طوفان انجي دل ۽ دماغ تي ڇانيل آهي. زبان بند انس ۽ شرم دامنگير. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته محبت پنهنجي راز کي آتشين حروف سان لکي بيچيني ۽ بيقراريءَ جي مهر سان بند ڪري سندس سيني جي صندوق ۾ سانڍي رکيو آهي. ساڙيءَ کان ڪا ڳالهه ڳجهي ڪانه هئي ان مهي ڪري ورتو ته راجڪماري ٻائي جي اميد جو سڪل وڻ سائو ٿيو آهي ۽ سنڌ جي راڻي ٿيڻ واري پيشنگوئي جي پوري ٿيڻ جو وقت ويجهو ڏسي ان جي دل ۾ تلاطم برپا آهي ۽ پنهنجي پران پياري پتيءَ جي درشن لاءِ بيتاب آهي. ساڙوءَ ان ڏي هڪ معنيٰ خيز نظر سان نهاري نهايت محبت ڀريل لهجي ۾ چيو.

ساڙو- ديبل بندر ۽ نيرون ڪوٽ فتح ٿي چڪا. هاڻي ڪا ڏينهن ڀير جي دير آهي ڏٺي ڪندو ته تون سگهو ئي سنڌ جي راڻي ٿيندين.

راجڪماري- (شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري) سون ڪين ڏٺو به ڪو نه آهي.

ساڙو- ڏسڻ به ٿي هوندو.

راجڪماري- ڪٿن؟ سون ڪي ته اهڙي ڪا به صورت نظر ڪا نه ٿي اچي.

ساڙو- پڌو اٿم ته هو درباه تي پل ٻڌڻ لاءِ تياريون ڪري رهيا آهن انهيءَ موقعي تي شايد تنهنجي دل جي مراد پوري ٿي پوي ته ڪو عجب ڪو نه آهي.

راجڪماري- اهو ته ڏاڍو جوکائتو ڪم آهي. ڪا ڪسي ڪور نا ننڍو وڏو واه هجي به نهيو. هيڏي ساري درياه شاه تي پل ڪئن ٻڌي سگهندا اکي ته ڪڏهن ائين ڪو نه ٿيو.

ساڌو- اسان جي شاسترن ۾ ائين لکيل آهي تہ سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ
وارا ماڻهو وڏا تر ماتما هوندا ۽ اهي پنهنجي آتمڪ شڪتي
( روحاني طاقت ) سان دريا شاهہ کان پنهنجو حڪم مڃائيندا ۽
ان تي پل ٻڌي پار ٿيندا.
راجڪماري- پلا سان ڪين ڪيئن ڏسي سگهنديس؟ هن لڙائيءَ جي
سمي ۾ مان پنهنجي محلات کان ٻاهر ڪٿي نڪري سگهنديس.
ساڌو- شاسترن ۾ ائين بہ لکيل آهي تہ راجڪماري مردانو ويس ڍڪي
سينا پتي بنجي تير و ڪمان هٿ ۾ ڪٺي انهن کي دريا پار ٿيڻ
کان روڪيندي ۽ اتي سندن ملاقات ٿيندي.
راجڪماري- ( اچرج ۾ پنجي ) سونکي سندن برخلاف تير و ڪمان
کڻي لڙڻ لاءِ وڃڻو پوندو! منهنجا هٿ سگهي پون جي اهو ڪم
سان ڪريان.
ساڌو- انهيءَ سان ئي تنهنجو ڪارج سڌ ٿيڻو آهي ، شاستر تہ ائين
ٿا لکن.
راجڪماري- ٺي تہ ٺهوري ڳالهہ! پر راجا سونکي ڪٿي موڪل ڏيندو.
ساڌو- راجا کي تون پنهنجي داسي چندرا جي هٿان چوائي موڪل
تہ سون کي ڪالي ماتا ديوي استان ۾ آکيا ڏني آهي تہ ترم
جي بچاءَ لاءِ سان پاڻ لڙائي تي وڃان. اسيد تہ ڪالي ماتا جي
نالي پڌڻ شرط هو توکي موڪل ڏيندو ۽ جٽسين کي توسان
ڳڏي روانو ڪندو. تون تير و ڪمان هٿ ۾ کڻي گهوڙي تي
چڙهي دريا شاهہ جي وٽ تي بيهي رهجانءِ. ڀريون ڀريون ماڻهو
جيڪو دريا پار تي خشڪي تي قدم رکندو اهو تنهنجو ور ٿيندو.
سونکي تہ جوتشن ۾ ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي.
راجڪماري- پاءَ سعيد هجي ها تہ اهو سڀ ڪم آساني سان ٿي
سگهي ها. افسوس هو چهن مهنن کان گم آهي. ان جو پتو ئي

ڪو نہ ٿو پوي. ديا ڀالي اوهين شاستر ڏسي ٻڌايو تہ هيئنر ڪٿي آهي؟

ساڌو- ( ٻوٽي ٻٽي آڱرين تي حساب ڪري ) اڙي! هي ڇا؟ هو تہ اروڙ ۾ قيد هوا تنهنجي محلات جي ٻاهران ان کي ڦرندو ڏسي جاسوس سمجهي شڪ ۾ ڪٺي گرفتار ڪيائون. ٿي ڏينهن ٿيندا تہ هو اتان بہ ڪر ٿي ويو آهي هيئنر خبر نہ آهي تہ ڪٿي آهي؟ شاستر اڳتي ڪجهہ وڌيڪ ٻڌائي نہ ٿا سگهن.

راجڪماري- شوڪا! مها شوڪا! ايترو وقت قيد ۾ هئا! هاء! مون کي بہ خبر پئجي نہ سگهي! افسوس! قيد ۾ ان جا ڪهڙا حال ٿيا هوندا! مهراج! مان اوهان کي هٿ ٿي جوڙيان. ڪرپا ڪري وري ٻوٽي ٻٽي حساب ڪري ٻڌايو تہ هيئنر ڪٿي آهي؟

ساڌو- ( دوباره ٻوٽي ٻٽي حساب ڪري ) وڌيڪ خبر پئجي نہ ٿي سگهي. البت هيترو معلوم ٿئي ٿو تہ ان توکي جيڪا نشاني ڏني هئي ان مان تنهنجو ڪم ٿي سگهندو.

ساڌو ائين چئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي ٻوڇا ٻاٽ واري غار ( گفا مندر ) ۾ هليو ويو. راجڪماري ٻائي ڪجھ وقت تائين اتي ويٺي رهي ۽ ساڌو واري ڳالهہ کي دل ئي دل ۾ سوچيندي رهي. آخر ان پنهنجي ڇيچ واري منڊي لاهي هٿ ۾ ڪري پرماتما جو ڌيان ڌاري جئن ڪٺي ان ۾ نهاريو تہ سعيد جي صورت ان ۾ ڪيس نظر اچڻ لڳي. ائتري ۾ هڪ ماڻهو ڪيس سامهون بيٺل نظر آيو ۽ ان ڏي غور سان نهارڻ شرط سندس وات مان لفظ نڪري ويا "پياء سعيد!" "هائو پرين! هن مهل تو مون کي ڇو ڪهرايو آهي؟ مون کي ضروري ڪم هو."

راجڪماري هٿ ٻڌي ڪري سندس مٿي تي بلائون ورتيون. آءسون ڏيئون ۽ چيو نہ ڏنيہ پياڳ تنهنجا! ڏٺي توهان کي ٻہ ڇمارون ڏٺي. ڪوسو واءُ نہ لڳائي ۽ سوڙهيءَ ۾ سهاء نٿي ۽ شل سدائين سوٻارو

ڪري. ان ڪانپوءِ سعيد ڪيس ديبل بندر وچان، فوجي ڪئمپ سان واپس اچي، اروڙ ۾ گرفتار ٿيو، قيد جي سختين سهڻ آخر هڪ قيديءَ جي مدد سان پڇي ۽ هتي پهچڻ جو سارو احوال ٻڌايو ۽ پنهنجي پروگرام کان واقف ڪري آئينده متعلق ضروري هدايتون ڏئي اڪين اکيان ڪري ٿي ويو. راجڪماري ٻائي پنهنجي داسيءَ سميت اروڙ رواني ٿي وئي. هي پهلو اول اول سعيد ئي آباد ڪيو هو ۽ فوجي مصلحتن جي بنا تي ان کي هڪ جنگي مورچو ڪئي بنايو هئائين. سنڌ جي فتح ٿيڻ ڪانپوءِ ٻڪر وانگر ان جي رونق دوبالا ٿي وئي ۽ صديون تائين "سعيد پهلي" جي نالي سان تاريخ ۾ يادگار رهيو. افسوس مسلمانن جي بي حسيءَ ۽ بي پرواهي ڪري آهستي آهستي اهو تاريخي يادگار "سعيد پهلي" مان ڦري "ساڌ ٻيلو" بنجي ويو.

# اسلامي سفارت

## ( ٣١ )

نيرون ڪوٽ جي فتح کان پوءِ غازي محمد بن قاسم اسلام پاڪ جي هدايت موجب اتمام حجت واسطي راجا ڏاهر ڏانهن سفارت رواني ڪئي جنهن جو صدر هڪ لائق ۽ تجربيڪار هڪ شامي مسلمان هو ۽ ان سان گڏ مولانا اسلامي (اسلم) نالي هڪ سنڌي نو مسلم ترجمان هو. جڏهن هيءَ سفارت راجا ڏاهر جي دربار ۾ پهتي ته آن هندستاني درباري رسم و رواج جي برخلاف نه راجا ڏاهر جي اڳيان مٿو ليڪيو ۽ نڪي سر جهڪايو. جنهن ڪري راجا کي ڏاڍي بچان لڳي ۽ غصي ۾ تپي لال ٿي ويو. مولانا اسلاميءَ جي هيءَ ڪج ادائي ته هڪاري ڏاڍي بري لڳي ڇاڪاڻ ته اهو ديبل بندر جي مشهور و معروف پنڊت ديورتن جو وڏو پٽ ۽ شهر جي معزز آدمين مان هڪ هو. ۽ ساري عمر هندو راج جو رعيتي ٿي گذاريو هئائين. ڪمس هندستاني درباري رسم و رواج جي پوري طرح سڌ هئي تنهن ڪانسواءِ سپ کان وڏي ڳالهه هيءَ هئي ته خود راجا ان کي چڱي طرح سڃاڻندو ۾ هو. راجا ڏاهر مسلمان ايلچي کي ته ڪجهه ڪو نه چيو باقي مولانا اسلامي کي مخاطب ٿي چيائين.

راجا- تو هندستاني درباري رسم و رواج جي پيروي ڇو نه ڪئي؟

اسلامي- جيستائين آءٌ تنهنجو رعيتي هوس تيستائين مونتي هندستاني درباري رسم و رواج جي پابندي لازم هئي هينئر آءٌ مسلمان آهيان ۽ مون تي اسلامي رسم و رواج جي پابندي لازم آهي.

راجا- ڇا توکي زوريءَ مسلمان ڪيو ويو آهي؟

اسلامي- هرگز نه. آءٌ خوشيءَ سان مسلمان ٿيو آهيان مذهب جو تعلق دل سان آهي ۽ دل تي ڪڏهن ۾ زوريءَ قبضو ڪري

نٿو سگهجي.

راڄا- اسلام ۾ تو ڇا ڏٺو؟

اسلامي- ٻين ڌرمن ۾ جيڪي خوبيون آهن اهي سڀ اسلام ۾ موجود آهن ۽ ٻين ڌرمن ۾ جيڪي خرابيون آهن اسلام انهن کان پاڪ آهي. اهائي ڳالهه مون اسلام ۾ ڏٺي ۽ انهيءَ ئي مون کي اسلام جو شيدا بنايو آهي.

راڄا- هندو ڌرم ۾ توکي ڪهڙي ڳالهه خراب نظر آئي؟

اسلامي- هڪ نه پر هزارين. هندو ڌرم هڪ خدا جي عبادت ڪرڻ جي تعليم ڪا نه ٿو ڏئي بلڪ ليٿيهن ڪروڙن ڀڳوانن جي. هڪ ماڻهو ڀلا ٣٣ ڪروڙن کي ڪهڙيءَ طرح راضي ڪري سگهي ٿو؟ مورتي پوڄا نه ويدڪ ڌرم جو مول متو آهي. هئن سان ٻت ٺاهي، انهن کي ڀڳوان سمجهڻ ۽ وري انهن اڳيان متو ليڪن نه هڪ قسم جو گڏي گڏيءَ وارو ٻارائو کيل آهي. ٻاڻ جهڙن ضعيف بندن کي انسانن جي قطار مان ڪڍي ڀڳوان جي گڏيءَ ني وهارڻ ۽ اوتار سڏي انهن جي پوڄا ڪرڻ انسانيت کي ذليل ڪرڻو نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ جنن ڀوتن، وڻن ٽڻن حيوانن ۽ عناصرن جي پوڄا ڪرڻ، لنگ ۽ ڀڳ جي اڳيان متو ليڪن ٻه ڪا عقل جي ڳالهه آهي؟ هوَن ۾ گهر ٻاري ڏباري ڪرڻ، انسانن جو پيٽ ڦوٽ ڪه. اناج ۽ ميوا ساڙي ڇٽ ڪرڻ، ٻاهه جي اڳيان سر جهڪائڻ ۽ وات سان اوم اوم چوڻ نه ڀڳوان سان اڻ سڌيءَ طرح ٺٺولي ۽ مسخري ڪرڻي آهي. ٻاڻ جهڙن انسانن کي حيوانن جي درجي کان به ڪيرائي ڇڏڻ، انهن کي شودر سڏي ڌڪارڻ، ذات پات جو اجايو پيد رکڻ، ستيءَ جي ناٿي سان ٻيگناهه وڌوائن کي جيئري ٻاهه ۾ جلائڻ، نيوگ جهڙي بي حيائي بي غيرتي ۽ کلي زنا ڪاريءَ کي ڌرم

سڌڻ، معصوم نيائين کي ديوداسيون بنائي پٿر جي بتن سان پرڻائڻ ۽ انهن کي عصمت فروشي واسطي مندرن جي بيدرد مهنتن جي حوالي ڪرڻ آخر ڪٿان جي تهذيب آهي؟ غرض ته هندو ڌرم انسانيت جي رهي کهي ستي پليت ڪري، تهذيب و تمدن ۽ اخلاق جي ستيا ناس ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر باقي نه ڇڏي آهي. ۽ ڪوبه عقل وارو انسان اهڙي ڌرم ۾ رهي پاڻ کي زياده ذليل ڪرڻ ڪنهن به طرح پسند نه ڪندو.

راجا- ڇا به هجي. هي اسان جي ابن ڏاڏن جو پراچين ڌرم آهي ۽ هڪارب ستانوي ڪروڙ سالن کان هلندو اچي ٿو. تنهن کانسواءِ انسان کي جنهن حال ۾ ڀڳوان پيدا ڪيو آهي ڪيس انهي ۾ رهڻ گهرجي.

اسلامي- ڪنهن به برائي جو قديم هجڻ ان جي چڱائيءَ جو دليل ٿي نٿو سگهي. هڪ چور ڪٿي چئي سزا کان نٿو بچي سگهي ته چوري آد کان هلي اچي ٿي ۽ منهنجا ابا ۽ ڏاڏا به چوري ڪندا آيا آهن. هي ڳالهه ته بالڪل عجيب آهي ته انسان کي ڀڳوان جنهن حال ۾ پيدا ڪيو آهي ڪيس انهي ئي ۾ رهڻ گهرجي ۽ ترقي ڪرڻ نه گهرجي. انسان کي ڀڳوان ماءُ جي پيٽ مان اگهاڙو پيدا ڪيو آهي. ڇا انسان کي ساري عمر ننگو ٿي گهمڻ گهرجي؟ اناج کي خدا تعاليٰ ڪچو پيدا ڪيو آهي ڇا اناج ڪچو ئي کائڻ گهرجي؟ وار، ننهن ۽ بغل انسان کي خدا ئي ڏنا آهن ڇا انهنکي لهرائڻ نه گهرجي؟

راجا- ورمين جي سنگ ۾ تنهنجي هڏي پرشٽ ٿي ويئي آهي. نوتي ديوتائون ڪوپ ٿيا آهن ۽ تو کي نشٽ ڪري ڇڏيندا.

اسلامي- (کلي) مونکي هيئر تنهنجي ديوتائن جي پرواه ڪانهي. اهي ته پاڻ کي به نشٽ ٿيڻ کان بچائي نٿا سگهن.

راجا- او آڌرمي دشٽ تون ديوتائن جو اپمان ٿو ڪرين! جهٽ ڪرا

منهنجي اکيان مٿو ليڪ نه ته تنهنجو سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويندو.
اسلامي- هرگز نه. هڪ مسلمان جي گردن سواءِ خدا تعاليٰ جي
ٻئي ڪنهن جي اکيان جهڪي نٿي سگهي، جيستائين منهنجي
سسيءَ ۾ ساهه آهي هي سر ڪنهن ڪافر جي اکيان نه جهڪندو.
راجا- افسوس! تون ايلچي ٿي آيو آهين نه ته قتل کان سواءِ تنهنجي
ٻي سزا ڪانه هئي.
اسلامي- منهنجي قتل سان اسلام يا مسلمانن کي نقصان ڪونه پهچندو
توکي جيڪي وڻي سو ڪر. آءٌ اسلام تي جان قربان ڪرڻ ۽
شهيد ٿيڻ لاءِ تيار آهيان. مگر ياد رکج، مسلمان جي خون جو
هڪ قطرو ساري دنيا کان زياده قيمتي آهي ۽ مسلمان منهنجي
خون جو پورو پورو انتقام وٺندا.
راجا دم بخود ٿي زهر جو ڍڪ پي ويو ۽ وڌيڪ ڪجهه ڪي نه
سگهيو. ان کانپوءِ ڪيس اسلامي سفارت جو مقصد ٻڌائي غازي محمد بن
قاسم جو هي پيغام پهچايو ويو ته :-
” اسلام قبول ڪرڻ سان فاتح ۽ مفتوح جو فرق ميٽجي ويندو
۽ توهان جي حقوق جي هڪ مسلمان جي حقوق وانگر حفاظت ڪئي
ويندي. پر جيڪڏهن توهين ساڳي طرح پنهنجي ڌرم تي قائم رهو ته به
توهان جي مرضي. صرف اطاعت قبول ڪرڻ ۽ خراج ( ڏن ) ڏيڻ سان
توهان جو راڄ ڀاڳ ساڳي طرح سلامت رهندو. اوهان کي اختيار آهي
ته ٻنهي ڳالهين مان جيڪا وڻيو سا قبوليو ٻيءَ صورت ۾ بندگان خدا
جي خونريزي ڪرائڻ جي ساري جوابداري اوهان جي سر تي رهندي.
اسان پنهنجو هي اسلامي فرض سمجهي توهان کي آگاهه ڪريون ٿا
ٻائي اوهان جي مرضي.“
راجا ڏاهر پنهنجي وزيرن ۽ اميرن سان صلاح بعد شرائط نامنظور
ڪيا ۽ اسلامي سفير انڪاري جواب وٺي واپس روانا ٿيا.

# درياءَ تي پل

## ( ٣٢ )

سفارت جي موٽي اچڻ کان پوءِ غازي محمد بن قاسم سنڌوندي پار ٿي سنڌو اروڙ تي حملي ڪرڻ جو خيال ڪيو مگر درياءَ جي هن پر دشمن جو هڪ وڏو ڪٽڪ لٿل هو ۽ درياءَ پار ٿيڻ کان مزاحمت ڪري رهيو هو. جنهن ڪري ٻيڙين جي ذريعي درياءَ اُڪرڻ نهايت مشڪل هو. لاچار ٿي غازي ممدوح درياءَ تي پل ٻڌائڻ جو ارادو ڪيو. دنيا جي تاريخ ۾ تقريباً هي پهريون ئي مثال هو ته اَبڪلانيءَ جي موسم ۾ اهڙي وڏي درياءَ تي ٽنين کان سواءِ پل ٻڌائي وڃي، مشينون ڪو نه هيون. اوزار ڪونه هئا. انجنير ڪو نه هئا. جنگ جو وقت، ملڪ پرائو، مدد ملڻ جو امڪان ڪونهي. دشمن جو هڪ وڏو ڪٽڪ سامهون ڪنارو والاريو ويٺو آهي. تيرن جو مينهن پيو وسي. آخر ڪم ٿئي ته ڪئن ٿئي؟ حالتون همت شڪن هيون ليڪن هن ننڍو عمر سپہ سالار جو استقلال دنيا جي تاريخ ۾ هميشه سونهري حرفن سان لکيو ويندو. انجي اولوالعزمي ۽ جوانمردي ناممڪن کي ممڪن بنائي ڇڏيو. ۽ آخر اهو ڪم ڪري ڏيکاريو جو دنيا جي وڏن وڏن تجربيڪارن کان به نه ٿي سگهي. چا ڪيائين جو درياءَ جي پيٽ جي ويڪر جو تخمينو ڪري ان جيڏي ٻيڙن جي هڪ ڊگهي قطار درياءَ جي هن پر ڪناري سان لڳو لڳ قائم ڪري انهن کي ڪاٺ جي تختن سان پاڻ ۾ ملائي مضبوط ٻڌارايائين. تنهن کان پوءِ ميربحرن ۽ فوجي سپاهين جي مدد سان ان کي مٿئين پاسي کان آهستي آهستي اندر درياءَ جي طرف ڌڪيائين. ڪشتين جي هن قطار کي ڪناري کان هٽڻ بعد درياءَ جي وهڪري به مدد ڪئي ۽ ٿورڙي دير ۾ هن پر کان هن پر تائين هڪ عمده مضبوط پل وانگر قائم ٿي وئي. راجا ڏاهر

جي ڀاران سندس پٽ جئسين، جو هڪ وڏي لشڪر سان ٻرهن پور واڙيو ويٺو هو ۽ تيرن جي بارش سان مسلمانن کي ٻهار ٿيڻ کان روڪي رهيو هو، اهو ڀاڱ ۽ سندس سپاهي هن عجيب و غريب ڪارروائي تي محو حيرت ٿي ڏندن ۾ آڱريون وجهي جڻ اجا نهاري رهيا هئا نه ابتري ۾ اسلامي لشڪر تيرن جو مينهن وسائيندو ٻل ڏانهن لنگهي پار ٿي ويو ۽ اچي منجهن سنڪو وڌائين. هن عجيب و غريب ڪارروائي ۾ سڀ ڪان زياده حيرت انگيز ۽ قابل تحسين ڳالهه هيءَ هئي ته سڀڪان اول اول جنهن شخص هن خطرناڪ وقت ۾ خشڪيءَ تي قدم رکيو، اهو عرب جو نو عمر سپهسالار غازي محمد بن قاسم رحه ئي هو ۽ جنهن پنهنجي فوج جي دل وڌائي ۽ منجهس همت ۽ شجاعت جي روح ڦوڪڻ لاءِ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي دشمن جي تيرن جي سامهون ڇاتي ڪڍي سينو سپر ڪري نه صرف پنهنجي دلاوري، بهادري ۽ بيباڪيءَ جو ثبوت ڏنو بلڪ رهبريءَ جو عملي نمونو پيش ڪري هڪ اهڙو مثال قائم ڪيو جنهن جهڙا مثال دنيا جي تاريخ ۾ نهايت گهٽ ملندا. مسلمانن جي ڪاميابيءَ جو راز صرف هن ئي ڳالهه ۾ هو ته انهن ڪنهن به وقت خطري کي خطرو ئي ڪري نه سمجهيو ۽ نازڪ کان نازڪ ۽ مشڪل کان مشڪل وقتن تي به همت نه هارائون.

سنڌ جي سورمن پير ڪوڙي ڪجهه مقابلو ڪيو ۽ سڄا جهڙا هٿ هنيا مگر مسلمانن جو رعب سندن دلين تي پورو ويهي ويو هو ۽ انهنجي بي‌پناه تلوار جو تاب سهي نه سگهيا. ۽ سخت بدحواسي جي حالت ۾ وڻي پٺ ڏنائون ۽ نهايت بي ترتيبيءَ سان ڀڄڻ لڳا. مسلمان گهوڙي سوار سندن پليان پياه جئسين جان بچائي ڀڄي ويو. سندس سپاهي ڪيترا ماريا، ڪيترا ئي قتيا ۽ ڪيترا ئي قيد ٿيا. غازي ممدوح خدا پاڪ جا شڪرانا بجا آڻيندي پنهنجي جانباز سرفروش سپاهين کي

آفرين ۽ مبارڪباد چونــدي اني منزل انــداز ٿيڻ جو حڪم ڏنــو. ٿوريئي وقت ۾ تنبو کپي ويــا، باقاعده ڪئمپ قائم ٿي وئي. گويــا گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ هڪ چڱو خاصو شهر آباد ٿي ويو ۽ جهنگل ۾ منگل لڳي ويو. بازارون لڳي ويون دوڪان کلي ويا. سپاهي سيڙو سامان ۽ راشن وٺڻ لڳا. عجيب چهچٽو لڳي ويو چؤطرف خوشيون ئي ويون. بهادرن جا چهرا چمڪي رهيا هئا ۽ هرهڪ پنهنجي جوانمردي ۽ بهادريءَ تي نازان ۽ شادان هو ۽ عربي رجزيه اشعار وڏي فخر سان ڳائي رهيو هو. الله اڪبر جي روح پرور نعرن جي ڌم لڳي پئي هئي. ايتري ۾ شام ٿي وئي. سج لٿو. مؤذن هڪ متاهين جڳهه تــان توحيد جي صــدا ( آذان ) لحن دائودي ۾ بلند ڪئي. هيءَ هڪ روح افــزا دلڪش نغمو هو جنهن جي پــڏڻ شرط لبيڪ چونــدي سڀ خاموش ٿي ويا. ان جي ختم ٿيڻ تي سڀني وضو ڪري صفون درست ڪيون. عرب جي هن جوان بخت جوان همت سپه ســالار اڳــتي وڌي امامت ڪرائي. نــماز کان فــارغ ٿي سڀ پنهنجي ڪم ڪار کي لڳي ويــا. ڪو رڌ پچاءَ ۾ مشغول آهي ڪو گهوڙي کي گاه دا‏ڻــو ڏئي رهيو آهي. ڪو ڏينهن جي ٿڪ پيچ لاهِ بسترو درست ڪري رهيو آهي. رات اونداهي هئي. جا بجا مشعل ٻري ويــا. فوجي قــاعدي مــوجب ڪئمپ جي چئني ڪنڊن تي روشني واسطي باه جا وڏا مچ ٻاريا ويا. غــازي ممدوح پنهنجي فــوج جو جائــزو وٺي رات جي پهري واسطي فوجي دستا مقرر ڪري رهيو هو تہ اوــتري ۾ ٻري کان گهوڙن جي هڪار ۽ الله اڪبر جا فلڪ شگاف نعرا ٻڌڻ ۾ آيا. هي آهي مسلمان گهوڙي سوار هئا جي جنسين جي تعاقب ۾ ويــا هئا ۽ جن جو غازي ممدوح کي سخت انتظار هو. ٿوري ئي دير ۾ اهي اچي پهتا وچ ۾ ہ خوبصورت نوجوان شاندار گهوڙن تي ســوار هئا. جي پنهنجي قيمتي پوشاڪ ۽ شاهاڻي چال جي ڪري شاهي خاندان جا آدمي پئي معلوم

ٿيا. انهن جي ڇوڏاري مسلمان گهوڙي سوار هئا جي کين قيد ڪري آيا هئا. ڪئمپ ۾ پهچڻ تي سڀ گهوڙن تان لهي پيا هڪ فوجي آفيسر شاهي قيدين کي ساڻ وٺي محمد بن قاسم جي خدمت ۾ حاضر ڪيو. غازي ممدوح ساڻن نهايت خوش اخلاقيءَ سان پيش آيو ۽ هٿ هٿ ۾ ڏئي مليو ۽ نهايت عزت سان کين پنهنجي خيمي ۾ وٺي آيو ۽ ٻاڻ سان گڏ وهاري ڪلي چيو:-

” اوهين هاڻ کي شاهي مهمان سمجهو. اوهان سان اوهانجي حيثيت موجب برتاءُ ڪيو ويندو. اميد ته اوهانکي ڪجهه به تڪليف نه رسندي.“

انهن مان هڪ قيدي ذرا چالاڪ، دلير ۽ بهادر ٿي ڏسڻ ۾ آيو ۽ جنهن جي چهري مان همت، شجاعت بلند حوصلگي جا آثار ظاهر هئا، تورو مرڪي شڪريه جي طور تي چيو:-

نهايت مهرباني. اوهان جا لک لائق ٿيا جو پنهنجي دشمن جي به ايتري قدر عزت افزائي ڪريو ٿا. اسان ٻريٽ اوهانجي جهڙي تعريف ٻڌي هئي تهڙو ئي توهانکي ڏٺوسين. اوهان پنهنجي اعليٰ اخلاق ۽ شريفاڻه سلوڪ سان دشمن کي به دوست بنائي ڇڏيو ٿا. سچ ته هيءُ آهي ته اوهانجي ڪاميابيءَ جو هڪ سبب اهو به آهي. بهرحال اميد جي خلاف اوهان اسان سان جيڪو عمدو برتاءُ ڪيو آهي تنهن اسانجي دلين کي خريد ڪري ورتو آهي. اسين جيترا ڏينهن جيئرا هونداسين تيستائين اوهانجو احسان نه وساريندا سين.“

غازي هڪ معني خيز نگاه سان ان ڏي نهاري سڌيرائه طور تي فرمايو:-

” ائين ڪرڻ ۾ سون اوهان تي ڪو احسان نه ڪيو آهي بلڪ پنهنجو اسلامي فرض ادا ڪيو آهي. اسلام پاڪ جو حڪم آهي ته گردش ۾ اچي ويل شريف ۽ معزز آدمي سان ساڳي طرح شرافت

۽ عزت جو برتاءُ ڪريو. "اڪر موا عزيز قوم ذل."

انهن چئي غازي فوراً هڪ فوجي آفيسر کي حڪم ڏنو ته هڪ شاهي خيمو اسالجي خيمي جي پرسان هينئر جو هينئر لڳايو وڃي ۽ هنن معزز مهمانن جي شاهي حيثيت موجب خوراڪ، رهائش آسائش جو ضروري انتظام ڪيو وڃي." هيءَ خبر وڄ وانگر فوج ۾ ڦهلجي وئي ۽ هنن ٻـن اسرار مهمانن جي متعلق طرح طرح جون چميگويون شروع ٿي ويون.

سندري ۽ سڪينه جي دل تي هـن خبر هڪ عجيب قسم جو اثر پيدا ڪيو. اهي سعيد جي گم ٿي وڃڻ ڪري حـد کان زيادہ پريشان هيون ۽ انهن لاءِ هرهڪ خوشي به غـم جي برابر هئي. اهـي رهي نه سگهيون ۽ چپ چاپ ۾ غازي جي خيمي جي طرف رخ رکيائون. غازيءَ جو خيمو اعليٰ درجي جو شاهي خيمو هو. ان ۾ وچين ڪمري کانسواءِ ٻنهين پاسي ٻه ٻه ننڍا ڪمرا هئا. هي ٻئي ڄڻيون پر واري ننڍي ڪمري ۾ اچي ويهي رهيون ۽ ڪن ڏئي گفتگو ٻڌڻ لڳيون. هن اميد تي ته من سعيد بابت ڪجهه خبر چار پڌن. ٿوري دير کانپوءِ غازي ساڳئي ماڻهو کي مخاطب ٿي هن طرح گفتگو شروع ڪئي.

غازي- راجا جنسين اوهان سان ڪنهنجو نالو آهي؟

قيدي- ( ڪلي ) ڪنهنجو به نه.

غازي- ڪنهنجو به نه! ڀلا توهانجو نالو ڇا آهي؟

قيدي- قيدي.

غازي- اوهين پنهنجي ملڪ جي بچاءَ واسطي لـڙندي قيد ٿيا آهيو. اها ڳالهه ته اوهان لاءِ فخر جو باعث آهي. اوهين گهبرايو هرگز نـه. اوهانکي هرطرح آرام سان رکيو ويندو ۽ اوهان سان شاهي مهمانن وارو سلوڪ ڪيو ويندو.

قيدي- اسانکي خاطري آهي ته اسان سان شاهي مهمانن وارو سلوڪ

ٽيندو، ليڪن آخر آهيون تہ قيدي.

غازي- اهو تہ جنگ جو قانون آهي ۽ خاص ڪري جنگ جي وقت ۾ ان ڪانسواءِ ٻيو چارو بہ ڪونهي.

قيدي- ڪو بہ اهڙو اپاءُ ڪونهي جنهن سان اسانکي آزادي ملي سگهي.

غازي- ڇو نہ آهي.

قيدي- ڪهڙو؟

غازي- اهڙيءَ جي عوض قيدي آزاد ٿي سگهي ٿو.

قيدي- پر اسان وٽ اوهان جو ڪو بہ قيدي ڪونهي.

غازي- نہ هجي! خدا ڪري نہ هجي. اسانکي اوهانجي حال تي ڏاڍو رحم ٿو اچي. جيڪڏهن توهان کي آزاد ڪرڻ جنگي مصلحت جي خلاف نہ هجي تہ جيڪر اسين هينئر جو هينئر اوهانکي آزاد ڪري ڇڏيون.

قيدي- پر جي اسانجي آزاد ڪرڻ ۾ ڪا جنگي مصلحت هجي تہ پوءِ؟

غازي- تہ پوءِ توهانکي آزاد ڪرڻ ۾ اسانکي دير ڪا نہ لڳندي. مهربانيءَ اوهين ٻڌايو تہ سهي تہ توهانجو نالو ڇا آهي؟ ۽ شاهي خاندان سان توهانجو ڪهڙو تعلق آهي؟

قيدي- منهنجو نالو پاڪچند آهي ۽ شاهي خاندان سان منهنجو ڪنهن بہ قسم جو تعلق ڪونهي.

غازي- شاهي خاندان سان توهانجو ڪنهن بہ قسم جو تعلق ڪونهي؟ ڇا نا ڇنو؟

قيدي- سچ! شاهي خاندان سان منهنجو ڪجهہ بہ لڳ لاڳاپو ڪونهي.

غازي- پلا هي ٻيو جوان ڪير آهي؟ ڇا انجو بہ شاهي خاندان سان لڳ لاڳاپو ڪونهي؟

قيدي- هي هڪ بدنصيب نہ نہ ”خوش نصيب“ آدمي آهي ۽ شاهي

خاندان سان انجو تمام ويجهو تعلق آهي.

غازي- توهانجي گفتگو معمي (برولي يا ڳجهارت) جي صورت رکي ٿي ۽ ان اسانکي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جيڪڏهن اوهين ساري حقيقت کولي بيان ڪريو.

قيدي- ساري حقيقت ته (ٻئي قيديءَ ڏي اشارو ڪري) هي نسي ٻڌائي سگهندو.

غازي- (ٻئي قيديءَ کي مخاطب ٿي) مهرباني ڪري توهين ٻڌائيندا؟

ٻيو قيدي نهايت شرميلو جوان هو ۽ ڪجهه مبهوت ٿي ڏسي ۾ آيو. انجون اکيون غازي ۾ کتل هيون ۽ سندس حرڪات و سڪنات ۽ طرز گفتگو کي نهايت غور سان جاچي رهيو هو. انهي ٿي حالت ۾ ٿس محويت جو عالم طاري ٿي ويو هو ۽ بيخوديءَ جي حالت ۾ کيس خبر به نه رهي هئي ته گفتگو ڪهڙي قسم جي ٿي رهي آهي ۽ ڪانئس ڪهڙي قسم جو سوال ڪيو ويو آهي. غازي به سندس هن حال کان بيخبر نه هو ۽ هڪ معني خيز نگاه سان ان جي اضطرابي حالت ۽ دلي ڪيفيت جو اندازو ڪري رهيو هو. ٻهرئين قيديءَ هي حال ڏسي ٻئي قيديءَ کي هٿ جو اشارو ڪري چيو ته غازي توکان پڇي ٿو ته "شاهي خاندان سان تنهنجو ڪهڙو تعلق آهي؟" ٻئي قيديءَ پنهنجي حالت سنڀالي ۽ آه سرد ڀري شرم وچان ڪنڌ ڪلي هيٺ ڪيو.

غازي- (پهرئين قيديءَ ڏي نهاري) هي شهزادو خاموش ڇو آهي؟ ڇو ڪجهي ٿي نه ٿو؟ کيس ڪهڙو ڊپ آهي؟ اوهين اسان جي طرفان کيس خاطري ڏياريو ته سندس شاهي حيثيت موجب سانس شاهانه سلوڪ ڪيو ويندو.

قيدي- هيءُ هڪ راز سربسته آهي. جيڪڏهن اوهان کي انجي معلوم ڪرڻ جو شوق آهي ته پهريائين اسان جي آزاديءَ جو وعدو ڪريو.

ناظري- ( ٿورو سوچي ) اسانکي خبر ملي آهي تہ اسانجي هڪ شريف نوجوان کي جاسوسيءَ جي الزام هيٺ گرفتار ڪري اروڙ ۾ قيد رکيو ويو آهي. اوهانکي ان بابت ڪجهہ خبر آهي؟

قيدي- اهو تہ ڏاڍو خوفناڪ آدمي آهي. ان هڪ وڏي سازش رٿي هئي. مگر شڪر آهي جو مها راجا ڏاهر کي جلد ئي پتو لڳي ويو نہ تہ وڏو ڪو خلل پري پوي ها.

ناظري- اوهان کي ان جو نالو معلوم آهي؟

قيدي- مون پنهنجي هڪ دوست کان ٻڌو هو تہ انجو نالو سعيد آهي.

ناظري- ان ڪهڙي قسم جي سازش ڪئي هئي؟

قيدي- ٻڌجي ٿو تہ ان محمد علافي کي هن جنگ ۾ غير جانبدار رهڻ جي ترغيب ڏني هئي. شايد اهو ئي سبب آهي جو جڏهن مها راجا ڏاهر محمد علافي کي توهان جي مقابلي ۾ موڪلڻ جو ارادو ظاهر ڪيو تہ ان صاف طرح انڪار ڪيو ۽ چيائين تہ هڪ مسلمان جي تلوار ٻئي مسلمان جي مقابلي واسطي ميان مان نڪري نٿي سگهي.

ناظري- ڇگو. جڏهن اهو آزاد ٿيندو تڏهن توهين بہ آزاد ٿي ويندا. تيستائين اوهين ڪنهن بہ قسم جو فڪر نہ ڪريو. اميد تہ مسلمانن سان گڏ رهي ڪري اوهانکي مسلمانن جي بي تعصبي فياضي ۽ مذهبي رواداري جو پوري طرح اندازو ٿي ويندو.

قيدي- جيڪڏهن اوهان جو ساٿي آزاد ٿئي تہ پوءِ اسان کي هڪدم آزاد ڪندا؟

ناظري- هڪدم.

قيدي- وعدو؟

ناظري- مردانو وعدو.

قيدي - اسان کي اوهانجي ڪريمانہ اخلاق ۾ اهڙي ئي اميد آهي.

ائين چئي ٻئي قيديءَ کان اشاري جي ذريعي سندس راءِ پڇيائين. ان وري به خاموشيءَ کان ڪم ورتو ۽ ڏانهس نهاري مرڪي ڪنڌ هيٺ ڪيائين. غازي کي هن تعجب خيز خاموشيءَ تي انهيءَ راز معلوم ڪرڻ جو هيڪاري زياده شوق پيدا ٿيو ۽ ٻهرئين قيديءَ کي ڪلي چيائين ”هي شايد اهو ساڳيو جوان آهي جو درياءَ پار ٿيڻ وقت تير و ڪمان هٿ ۾ ڪٺي اسان جي مقابلي واسطي آيو هو مگر حيرت جهڙي ڳالهه هيءَ آهي ته ان پنهنجي تير و ڪمان کان ڪم ڪين نه ورتو.“ ايتري ۾ فوجي آفيسر حاضر ٿي عرض ڪيو ته ”خيما تيار آهي ۽ سڀ انتظام مڪمل آهي.“ غازي ان سان ٻاهر نڪري ويو ۽ خيمي ۾ صرف ٻه قيدي رهيا. غازي به نفيس نفيس، معزز مهمانن جي رهائش واسطي ڪيل انتظام جي معائني بعد فوجي آفيسر کي ضروري هدايتون ڏئي جڏهن پنهنجي خيمي ۾ قدم رکيو ته هڪ ماڻهو اڳيئي وڏي ساٿي مصالحو ڪيو. غازي جي حيرت جي ڪا حد نه رهي ۽ ان سان بغلگير ٿي سندس پيشاني تي چمي ڏئي چيائين ”سعيد! تون ڪٿان اچي نڪتين؟“ سعيد ڪلي چيو ”اوهان جو ماڻهو آزاد ٿيو هاڻي پنهنجي وعدي موجب هن قيديءَ کي هڪدم آزاد ڪريو.“ غازيءَ مرڪي فرمايو ”بيشڪ. تو هڪ جي عيوض هڪ نه، پر هڪ هزار قيدي به آزاد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.“ هي لفظ پر واري ڪمري ۾ سندري ۽ سڪينه جي ڪنن تي جڏهن پيا تڏهن اهي فوراً خوشيءَ سان بيتابانه اندر هليون آيون. وڇڙيا وڇڙيل کي مليا خوشيون ٿي ويون، اهڙيون جهڙيون عيد جي چنڊ ڏسڻ سان ٿين.

ناظرين سمجهي ويا هوندا ته سعيد سان ڪٿ پيو قيدي ڪير هو؟ سعيد پنهنجي گرفتار ٿيڻ، قيد مان ڀڄڻ، راجڪماري ٻائي کي سندس پران ناٿ جي درشن ڪرائڻ لاءِ وڏس ستائي ساٿس ڪٿ جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ آخر ڪيس اروڙ پهچائڻ جي ارادي سان واٽ ويندي مسلمانن

جي هٿان گرفتار ٿيڻ جو سارو دلچسپ قصو غازيءَ کي ڪري ٻڌايو.
رات خير جي گذري انهن جي وچ ۾ قول ۽ قرار ٿيا. جيڪو ڪم تير
و ڪمان ڪان نہ ٿيو اهو تير نگاہ ڪري ورتو. غازي ٻئي ڏينهن
حسب وعدہ راجڪماري ٻائي کي هڪ شاهي باڊي گارڊ جي حفاظت
۾ نهايت عزت و احترام سان مها راجا ڏاهر ڏي ڏياري موڪليو ۽
کيس لکي موڪليو تہ هي مائهو جنگ ۾ گرفتار ٿي اسان وٽ پهتو.
اسان جي لڙائي مردن سان آهي نہ عورتن سان. انهيءَ ڪري ان کي
نهايت عزت و احترام سان واپس موڪليون ٿا.

# اروڙ جي فتح

## ( ٣٣ )

درياه جي پل پار ٿيڻ بعد غـازي محمد بن قاسم هڪ محفوظ جڳهه تي پنهنجو فوجي مرڪز ( هيڊ ڪوارٽر ) قائم ڪري اروڙ جي طرف ڪوچ ڪيو ۽ ١٠ رمضان المبارڪ سنه ٩٣هه (٧١٢ع) جي اروڙ جـي ٻاهران هڪ ميدان ۾ اچي تنبو کوڙيائين. مها راجا ڏاهر پنهنجي قسمت کان مايوس ٿي چڪو هو ۽ کيس پڪ ٿي وئي هئي ته مسلمانن جي هٿان ئي کيس ڪرڻ جو ڏل ڀوڳڻو آهي. سڀ کان وڏي ڳالهه جنهن سندس رهي کهي همت به کوهي ڇڏي، سا هئي ته سندس وڏا وڏا جنگي جوڌا ۽ سنڌ جا مشهور سورما ڌڙا ڌڙ غازي محمد بن قاسم جي خدمت ۾ حاضر ٿي اطاعت قبول ڪري رهيا هئا ۽ نه صرف اطاعت قبول ڪري رهيا هئا بلڪ انجي جهنڊي هيٺان پنهنجون قيمتي جانيون قربان ڪرڻ ۾ فخر سمجهي رهيا هئا. راجا ماڪو، راجا راسل، راجـا ڪاڪا ۽ ٻيا ڪيترا ئي نـاليرا سردار مسلمانن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏئي پنهنجي ڌرم ڀاين جو خـون وهائي رهيا هئا. مها راجا ڏاهر هيءَ حال ڏسي نهايت غمگين ٿيو ۽ پنهنجي اميرن ۽ وزيـرن کي ڪهرا ئي سائن صلاح ڪيائين. مگر انهن سڀني جي منهن مان مايوسيءَ جا آثار ظاهر هئا ۽ ڪنهن به هڪ کيس همت‌افزا جواب نه ڏنو. سيساڪر وزير جـي تدبير همت ۽ بهادريءَ ۾ سـندس ڏاڍو ڀساه هـو ۽ وڏن وڏن نازڪ وقتن تي اهو کيس ڪم آيو هو ۽ هـن دفعي به صرف انهيءَ ۾ ئي اميد هيس. انهي ڪري انکي مخاطب ٿي چيائين ته هوڏانهن جيپور فتح ٿي وئي ۽ هيڏانهن محمد بـن قاسم سر تي اچي ڪڙڪيو هـاڻي ڇا ڪجي؟ وزير خوش تدبير کيس چيو ته ” افسوس هاڻي ڪجهه ٿي نٿو سگهي. جنپور ۾ جنهن فـوج جي ” جئي “ ٿي ان جي هئي بـ

” جٺي “ ٿيندي.“ هن جواب ٻڌي مها راجا ڏاهر جا ڏير ٿي ڍرا ٿي ويا. ۽ لاچار ٿي خيال ڪيائين ته اروڙ مسلمانن جي حوالي ڪري جان بچائي ڪاڏي ڀڄي وڃي. مگر افسوس ڀڄڻ لاءِ به ڪيس ڪا واهه ڪانه هئي. چاڪاڻ ته شهر جي چوڌاري مسلمانن جو سخت گهيرو هو ۽ سڀ رستا روڪيو ويٺا هئا. آخر تنگ آمد بجنگ آمد. مجبور ٿي لڙائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين. ۽ شهر کان ٻاهر نڪري هر روز مقابلو ڪندو رهيو. هي محاصرو ڏهن ڏينهن تائين قائم رهيو ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪل ست لڙايون ٿيون مگر اقبال ابتدا کان ئي انجام جي خبر ڏئي رهيو هو ۽ انهن ستن ئي لڙاين ۾ مسلمان فتحياب ٿيا. مسلمانن جو رمضان جو مهنو هو. روزن جي ڪري صبح کان وٺي شام تائين سندن کاڌو پيتو بند هو. لڳو لڳ لڙاين ۽ سفر جي ڪري کين ٿڪ ڀڃڻ ۽ آرام ڪرڻ جو به موقعو ڪو نه مليو هو. گرميءَ جي موسم سخت لڪ هڻي لڳي. مگر باوجود انهن سڀني مشڪلاتن ۽ تڪليفن جي انهن جي همت ۽ اولوالعزمي ۽ سرفروشيءَ ۾ ذري جيترو به فرق نه آيو ۽ نهايت بي جگريءَ سان ميدان جنگ ۾ مردانگي ۽ بهادريءَ جو جوهر ڏيکاريندا رهيا. ستين لڙائي نتيجي جي لحاظ سان نهايت عظيم الشان ۽ آخري لڙائي هئي ۽ انجي فيصلي سان سنڌ جي قسمت جو فيصلو وابسته هو. انهي ڪري مؤرخن ان جو احوال ذرا زياده تفصيل سان لکيو آهي جو هن طرح آهي ته ڇهين ڏينهن مها راجا ڏاهر پنهنجي درباري جوتشيءَ کي گهرائي ڪالهه لڙائي جي نتيجي بابت پڇا ڪئي. ان ڇهين پٽي آڱريون ڳڻي گهڻي غور ۽ فڪر کان پوءِ ڪياڙي کنهندي عرض ڪيو ته ” اي راجن جئي مسلمانن جي آهي چاڪاڻ ته شڪر ( زهره ) انهن جي پٺيان آهي.“ هيءُ منحوس پيشنگوئي ٻڌي مها راجا ڏاهر اڇنگارون ڏئي زار زار روئڻ لڳو ۽ اونڌي سنجي ڪري ان تي ويهي ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي مستقبل

تي غور ڪرڻ لڳو. جوتشي مهراج راجا جو هي حال ڏسي دل ۾ ڇتاهو ۽ اڳتي وڌي هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته "راجن! ڳڻتي نه ڪريو اسانجي شاسترن ۾ ان جو هڪ اپاءُ لکيل آهي! اهو هي آهي ته اوهين شڪر ديوتا (زهره) جي هڪ سوني مورتي ٺهرائي ان کي هاٿي جي پالڪي تي پنهنجي پٺيان رکائي جوڌا تي هن ڌرم جڌ ۾ وڃو. آشا آهي ته اوهانجي جئي ٿيندي ۽ هن مها ميلڇن جي ڪئي ٿيندي." هي اپاءُ ٻڌي مها راجا جي ٻت ۾ ساه پيو ۽ سندس اميد جو سڪل وڻ ساوو ٿيو. ان ٻڌيمان وزير کي گهرائي فوراً شڪر ديوتا (زهره) جي سوني مورتي ٺهرائڻ جو حڪم ڏنو. سونارا ڪنا تي ويا. ٺڪ ٺڪ لڳي وئي ڏوٿين جي ڏم مچي وئي. ٿوري ئي دير ۾ شڪر ديوتا جي سوني مورتي ٺهي راس ٿي ۽ جوتشي مهراج جي هدايت موجب انکي پنهنجي پٺيان پالڪيءَ تي رکائي سڀون مروڙي مها راجا ڏاهر ميدان جنگ ۾ آيو. هو هڪ سفيد هاٿي تي سوار هو جنهن جي پالڪي سون، چاندي، هيرن ۽ جواهرن سان خوب سينگاريل هئي. وچ ۾ مها راجا ڏاهر جلوه افروز هو ۽ سندس سڄي ۽ کٻي پاسي پارت ماتا جون ٻه پريزاد نوخيز نازنين ديوبون سائس ويٺل هيون. جن مان هڪ جي هٿ ۾ شراب جي صراحي ۽ بلوري جام هو ۽ ٻيءَ جي هٿ ۾ طلائي پاندان. ۽ هي ٻئي ديوبون واري سان کيس شراب پياري پان کارائي زينت آغوش ٿي پنهنجي لب لعلين سان شاد ڪام ڪري رهيون هيون. مها راجا ڏاهر جي هاٿي جي پٺيان سندس راج ڪنور جئسنگ جو هاٿي هو ۽ انجي پٺيان وزيرن ۽ اميرن جا هاٿي هئا. انهنجي پٺيان پنج سؤ مست جنگي هاٿين جي قطار هئي. هاٿين جي پٺيان ويهه هزار گهوڙي سوار فوج هئي ۽ انهن جي پٺيان ليهه هزار پيدل لشڪر. مها راجا ڏاهر ميدان جنگ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ جنگي طريقي موجب پنهنجي فوج کي ترتيب ڏني ۽ باقاعده صفون ٺهرائي سنڌ جي سورمن کي مخاطب ٿي

هن طرح تقرير ڪيائين. ”پارت ماتا جا سپوتو! توهان کي سڌ آهي ته
ڪيئن نه سارو هندو ديش هنن دشٽن جي هٿ اچي ويو. هينئر اروڙ ۾
انهن جي اک آهي جيڪڏهن ڪٿيش ( هاڻي ) پڳوان نه ڪري، اروڙ
۾ هٿ ڪري تا وڃن ته پوءِ توهين سمجهي سگهو ٿا ته توهانجي
ڪهڙي درد شا ٿيندي؟ توهان جي گهر ٻار، عزت آبرو ۽ مال متاع
جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ ۽ هي راڪاس توهانجي ناڪرن (بتن) مندرن
۽ مڙهين سان ڪهڙا وهنوار ڪندا؟

آه! ديوتائن جو هيءُ ديش دشٽن جي چنبي ۾ اچي ويندو ۽ هي
اسانجي پوتر ماتر ڀومي اڌرمين جي پيرن هيٺان لتاڙجي اپوتر ٿي ويندي.
” سنڌ جا سور ويرو! مندرن ۽ مڙهين جا رکپالو! ڳئو ماتا جا
پوڄارو! اڄ اسانجا ٺاڪر اوهانکي سهائتا لاءِ سڏي رهيا آهن. آڪاش
جا ديوتائون هنن دشٽن کان وياڪل ٿي واجهائي رهيا آهن. ڳئو ماتا
رنيپ ڪري نماڻا نيڻ کڻي اوهان ڏي نهاري رهي آهي. جيڪڏهن اڄ
۾ اوهان سستي ڏيکاري ۽ ساڳي ڪانئرتا کان ڪم ورتو ته پوءِ شترن
جو من وڌي ويندو. ساري ڀارت ديش ۾ ڪاهي پوندا ۽ پوءِ انهن کي
ڪو به روڪي نه سگهندو ۽ اٿين هندو راڄ جو هميشه لاءِ خاتمو
ڪري ڇڏيندو.

شو مهراج جا شيوڪو! ڪالي ديوي جا ڀڳتو! همت نه هاريو
دل مضبوط ڪريو. اوهانجي رڳن ۾ ڀيم ۽ ارجن جهڙن جوڌن جو خون
آهي. اوهانجي ٻانهن ۾ بليءَ جو ٻل آهي. اوهين مليڇن کان وڌيڪ آهيو
پنهنجي ديش ۾ آهيو. هر وقت ۽ هر قسم جي مدد اوهانکي ملي سگهي
ٿي. هشيارن ڀينوارن جي اوهان وٽ ڪمي ڪانه آهي. مست جنگي هاٿي
پنهنجي سونڊ سان ڏونگرا هلي اوهانجي اڳيان جهولي اوهانکي اٿت
ڏئي رهيا آهن. راڄ ڪنور جئسين جهڙو جوڌو اوهانجو سينا پتي آهي.
سنڌ جا سور ويرو! همت ڪريو اڳتي وڌو. ڪتري ڌرم جو

ٻالڻ ڪريو. راجپوتڻي ويرتا جو جوهر ڏيکاريو. پيرو ڀڳوان ڪــي هٿ جوڙي سوم رس جـي سرڪي پري ترسنگ ( شينهن ) ڀڳوان وانگر گرجنا ڪري ٻوان ۾ ڪاهي پئو ۽ ڪيئن ماري نشٽ ڪري ڇڏيو.

ڪٿيش ڀڳوان جي اکيان سيس نمائي وارو! مــاريو مليڇن کـي ماريو. ڏسو! ڏسو!! ڪٿيش ڀڳوان ڪوئي تي سوار ٿي ڪٿن ته اوهانکي همٿائي رهيو آهي.

ڌرماتما هندئو! اٿي وڌو! هندو جاتيءَ کي ڪلنڪ نـه لڳايو ۽ پنهنجي ڌرم ۽ ديش کي بچايو. هنن مٺ جيترن مليڇن، هڪ خـدا جي پوڄارين جي ڇا مجال آهي جو اسان لڳيهن ڪروڙن ڀڳوانن جي پوڄارين سان پڄي سگهن."

هن ڪان پوءِ سيني ڳڏجي ايشور آراڌنا ڪئي ۽ ڀڄن ڳايو.

اي جي ڳنپتي ديو مناپان سان

ڪوئي سواري تـون ڪرين ٿـو

لـڏون تـه ڀـوڳ لڳايـان سـان

اي جي ڳنپتي ديو مناپان سان

ٿئين جـڏي تـون ڀـال سوانگ

تـو ڪـي سيس نـوايـان سـان

اي جي ڳنپتي ديو مناپان سان

هن طرف عـرب جو نو عمر سپه سالار غــازي محمد بن قاسم پنهنجي جان نثار فوج کي مرتب ڪري هن طرح تقرير ڪري رهيو هو.

" اسلام جا فدائيو! شهادت جـا شيدائيو! اڄ اوهانجي دل جي آخري اميد پـوري ٿيڻ جو وقت آهي. اروڙ اوهانجي ســامهون آهي. ان کي فتح ڪرڻ شرط اوهانجا سڀ مشڪل حل ٿي ويندا. رڪاوٽون دور ٿي وينديون فتوحات لاءِ رستو صــاف ٿي ويندو ۽ سارې هندستان اندر توحيد جي علم بلند ڪرڻ ۾ اوهانکي ڪجهه به دير نه لڳندي.

مجاهدين اسلام! دشمن کي پنهنجي جنگي اسباب ۽ ڪثرت تي ناز آهي ۽ اوهانکي پنهنجي بي سر و ساماني ۽ قلت تعداد تي. هيلتائين اوهان پنهنجي سرفروشي ۽ جانبازيءَ جي جوهر ڏيکارڻ سان کيس ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته ڪاميابيءَ جو راز ۽ اسباب جي زيادتي ۽ فوج جي گهڻائي ۾ نه آهي بلڪ ايماني قوت، همت ۽ شجاعت ۾ آهي.

مسلمانو! اوهانجي ايماني قوت، همت ۽ شجاعت جي ساري عالم ۾ ڌوم آهي. دنيا جي وڏين وڏين فرعوني طاقتن کي توهان ته و بالا ڪري ڇڏيو آهي. روم ۽ ايران جهڙيون زبردست سلطنتون توهانجي هٿان فتح ٿيون آهن. قيصر و ڪسريٰ جي غرور کي اوهان ٿي خاڪ ۾ ملايو آهي. خود هي دشمن به توهانجي بي پناه تلوار کان لرزه بر اندام آهي. وڏوا خدا پاڪ جو نالو وٺي اڳتي وڌوا ۽ هڪ ئي حملي سان دشمن جون صفون درهم برهم ڪري اروڙ تي قابض ٿي وڃون ۽ فتح و نصرت جي حور سان همڪنار ٿيو.

شير دل غازيو! راه حق ۾ جان قربان ڪرڻ اسانجو مذهبي فرض آهي. تيغ آزمائي اسانجو قومي شيوه آهي. زندگي ۾ اسان جي فتحيابي آهي ته موت ۾ ڪاميابي. زنده رهيا سين ته "غازي" سڏباسين مئا سين ته "شهيد" شهادت اسانجو مرڪ آهي ۽ مرڻ اسان لاءِ مشاهدو بستري جي موت کان ميدان جو موت بدرجها بهتر آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي ته بهشت تلوار جي ڇانوَ هيٺان آهي.

"الجنة تحت ظلال السيوف"

سر فروش بهادرو! هن وقت تائين اوهان هر جڳهه هر ميدان ۾ منصور ۽ مظفر رهيا آهيو ۽ سر زمين شرڪ و ڪفر ۾ هر هڪ بلند مقام تي اوهان توحيد جو علم بلند ڪيو آهي. اڄ به ساڳي طرح همت ڪريو ۽ اڄ جو اڄ اروڙ جي سڀ کان اوچي جڳهه تي اسلام جو

جهنڊو کوڙيو. اوهين سڀ حق تي آهيو ۽ هميشه غالب رهندا.

**" نصر من الله و فتح قريب "**

انهيءَ ۾ هڪ تير آسمان جي طرف ڇٽو. هي ڄڻ لڙائيءَ جي شروع ٿيڻ جو اعلان هو. جنگ جو طبل زور ۽ شور سان وڄڻ لڳو. دهل دمامن، دفن ۽ نقارن طرفين جي بهادرن کي ميدان جنگ ۾ اچڻ جي دعوت ڏني. هن طرفان " الله اڪبر " جو فلڪ شگاف نعرو بلند ٿيو ۽ هن طرفان " هر هر مهاديو " جو شور. اسلامي فوج ۾ غضب جو جوش برپا هو ۽ هر سپاهي شوق شهادت ۾ بيتاب ۽ نشئہ شجاعت ۾ مست نظر اچي رهيو هو. فوراً اسلامي فوج قلعي جي طرف وڌي. سنڌ جي سورمن مها راجا ڏاهر جي جٿي پڪاريندي تيرن جو مينهن وسائڻ شروع ڪيو. مسلمانن به تيرن جو جواب تيرن سان ڏنو. ڪو هتي ڪريو ڪو هتي ڪريو سپاهي مرغ بسمل وانگر ڦٿڪڻ لڳا. انهيءَ ۾ ٻئي لشڪر گڏجي ويا. مسلمانن هڪ ئي حملي سان دشمن جون صفون درهم برهم ڪري ڇڏيون. لڙائي دست بدست شروع ٿي وئي. ترارون، نيزا، برڇيون ۽ ڀالا هڻ لڳا. سر ڌڙن کان ڌار ٿي بهادرن جي قدمن تي ڪري بهادريءَ جو داد ڏيڻ لڳا. زخمين جي هاءِ هوءِ مچي وئي. قيامت جو شور برپا ٿي ويو. زمين آسمان هڪ ٿي ويو. گهوڙن جي ڊوڙ ڊڪ ڪري غبار انهيءَ قدر پيدا ٿيو جو بهادرن کي ڪي خبر ٿي نه رهي ته سندن تلوار دوست تي وهي رهي آهي يا دشمن تي. رت جون نديون وهي هليون. لاشا لڙهڻ لڳا. مسلمانن جي تلوار يمدوت ( ملڪ الموت ) جي صورت اختيار ڪئي هئي ۽ هڪ ئي وار سان ڏهن ٻانڌرهن سورمن کي يمپوري ( عدم آباد ) ڏي روانو ڪندي ٿي ويئي. لڙائي نهايت سخت ۽ پر جوش هئي ميدان جنگ جو نظارو نهايت هيبتناڪ هو. ڪئي ڪنهن سورمي جي پڳڙي هيٺ هئي نه

ڪٽي ڏوني. ڪٽي ڪنهن جي ٻانهن هئي ته ڪٽي ڪنهن جي ٽنگ. ڪٽي ڪنهن جي سسي هئي ته ڪٽي ڪنهن جو ڌڙ. ڀڳل ترارين ۽ ۽ زرهن جا ٽڪرا سج جي روشني ۾ تارن وانگر چمڪي رهيا هئا. زخمين جي هاءِ هاءِ جو آواز بهادرن جي نعرن ۽ گهوڙن جي هڻڪارن ۾ گم ٿي ويو هو. ۽ گهوڙا نهايت بيدرديءَ سان زخمين ۽ لاشن کي لتاڙي رهيا هئا. ٻنهين طرفن جا بهادر سر ترئيءَ تي رکي تيغ آزمائي ڪري رهيا هئا. هندو سورمي جي ٻڙجي جيڪڏهن مسلمانن جي سيني ۾ پار ٿي وڃي هئي ته مسلمان جي تلوار به. ڪيس مٿي ڪان وڃي چيلهه تائين چيري ڇڏيو هو. خوب گهمسان جي جنگ هئي. نه هندو سورما ئي پنهنجي مورچن کان هٽيا ٿي ۽ نه وري مسلمانن ئي مقابلي کان منهن موڙيو ٿي. فتح ۽ شڪست جو فيصلو اڃا دور نظر اچي رهيو هو. عين انهيءَ وقت هندو لشڪر ۾ ٻري ڪان هڪ سبز پوش سوار ايندو نظر آيو. سندس منهن تي نقاب پيل هو. ان ايندي شرط الله اڪبر جو نعرو بلند ڪري راج ڪنور جشسين کي هڪ تير نڪاءُ ڪيو. تير انجي هٿ ۾ لڳو ۽ بي اختيار ڪانئس رڙ نڪري وئي. سندس سوني ڪلنگي واري خوبصورت پڳڙي پٽ تي ڪري پئي ۽ هنو سان جي سورني وارو شاهي جهنڊو، جو (سندس هٿ ۾ هو ۽ جنهن کي ڏسي هندو سورسان وڏي جوش و خروش سان وڙهي رهيا هئا) اونڌو ٿي هيٺ ڪريو. ڪافرن جي لشڪر ۾ ابتري ڦهلجي وئي. لڙائي جو رنگ بدلجي ويو. سبز پوش سوار هندو لشڪر جون صفون چيريندي تلوار ڦيرائيندي، رستو صاف ڪندي مسلمانن جي لشڪر ۾ ملي ويو. سبز پوش سوار جي آمد کي مسلمانن غيبي امداد سمجهي الله اڪبر جا نعرا بلند ڪيا ۽ وڏيڪ جوش ۽ همت سان ڪافرن جي لشڪر تي حملو ڪيائون. مسلمانن جو هڪ فوجي دستو جو سعيد جي ماتحتيءَ ۾ سرفروشي ۽ جانبازي جو جوهر ڏيکاري رهيو هو، دشمن جون صفون چيريندو

اروڙ جي قلعي هيٺان پهچي ويو ۽ ڏاکڻين ۽ سرڪلين جي ذريعي قلعي تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. لڙائيءَ جو هي حال ڏسي غازي محمد بن قاسم دليريءَ جي جوش سان اٿي وڌيو ۽ پنهنجي سر فروش سپاهين کي مخاطب ٿي چيائين ” شاباس بهادرو! شاباس. اڳتي وڌو ۽ جنگي هاٿين تي روغن نفت جي پچڪارين جي ذريعي “ آگ وسايو“. مسلمان جا هٿ زياده سرعت سان هلڻ لڳا ۽ پير وڌيڪ عجلت سان اڳتي وڌڻ لڳا. هاٿين کي آگ لڳي وئي ۽ وٺي ڀوئين ڀير ڀڳا ۽ ديسي سپاهين جو هڪ وڏو حصو پنهنجي ئي هاٿين جي پيرن هيٺان لتاڙجي چٽ ٿي ويو. انهيءَ وچ ۾ نقاب پوش ته وجهه وٺي راجا ڏاهر جي هاٿيءَ کي به روغن نفت جي پچڪاري هڻي ورتي ۽ اچي پالڪيءَ کي باه لڳي. راجا ڏاهر گهبرائي فيلبان کي هاٿي ڦيرائڻ جو حڪم ڏنو مگر هينئر پالڪيءَ سان شعلا نڪري رهيا هئا ۽ هاٿي از خود رفتگي ۽ مستيءَ جي حالت ۾ درياه جي طرف ڀڳو ۽ پاڻي ۾ ڪاهي پيو. ويچارين ديهين درياه جي موجن جون ٺوڙون کائڻ لڳيون. راجا ڏاهر ٿڙي ٿڦڙي نيم جان حالت ۾ درياه جي ڪناري تي آيو. هاٿيءَ کي ڪناري تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي مگر باه جي سوزش ڪري اهتري قدر بيتاب ٿي ويو هو جو ڪڏهن به ٻاهر نه نڪتو جڏهن مٿس زياده سختي ڪئي ويئي ته اتي ئي جهنگ ۾ ويهي رهيو. مسلمانن هاٿيءَ جي هيءَ حالت ڏسي انهيءَ طرف رخ رکيو ۽ تير اندازي شروع ڪئي. مها راجا ڏاهر کي هڪ تير لڳو ۽ زخمي ٿي پيو. انجي باڊي گارڊ ۾ جيڪي سپاهي هئا سي به ڪيس اڪيلو ڇڏي جان بچائي ڀڄي ويا. مها راجا ڏاهر هي درد انگيز نظارو ڏسي نهايت مايوس ٿيو. ۽ پنهنجي قسمت جي فيصلي تي راضي ٿي ميدان جنگ ۾ آيو ۽ جوانمردي سان لڙيو. آخر لڙندي لڙندي هڪ عرب نوجوان سان سندس مقابلو ٿيو. ان کيس اهڙي زور سان تلوار هڻي

جو متي كان وٺي ڇيله تائين ڪمس ڇيرنندي هلي وئي ۽ مها راجا ڏاهر زمين تي ڪرندي شرط پنهنجي پياري جان سان ڪڏ سنڌ جي هندو راڄ جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو.

هي خميس ڏينهن جو هو ۽ ماه رمضان المبارڪ سنه ٩٢هه (مطابق ٧١٢ع) جي ڏهين تاريخ هئي. اهل اسلام لاءِ هي نهايت ئي مبارڪ ڏينهن هو ۽ هن عظيم الشان فتح سندن دلين ۾ ايتري قدر خوشي پيدا ڪئي جو ڪين ساري ڏينهن جو ٿڪ ئي وسري ويو ۽ ساري رات خدا پاڪ جي حمد و ثنا ۽ عبادت ۾ گذاري صبح ڪري ڇڏيائون.

---

# ڏوم الفتح

## ( ٣٤ )

رات اڃا پنهنجو سياه ماتمي جهنڊو پوري طرح ويڙهيو به نه هو ته اڀرندي ۾ آفتاب عالمتاب پنهنجي روشنيءَ جو سفيد علم بلند ڪيو. سياهيءَ تي سفيدي غالب آئي. هڪ جي حڪومت جو زوال ۽ ٻئي جو اقتدار شروع ٿيو. خاموش دنيا ۾ گويا هڪ نئين جان پئجي وئي. نقارخانن جون صدائون بلند ٿيون. مرغان خوش الحان مبارڪباديءَ جا ترانا ڳائڻ شروع ڪيا. اسلامي ڪئمپ مان توحيد جي روح پرور دلاويز صدا ( اذان ) بلند ٿي. اروڙ جي بتخانن مان ناقوس ( سنک ) جو شور اٿيو. شلوڪ ۽ ڀڄن ڳائڻ شروع ٿيا. مسلمان نماز کان فارغ ٿي هٿيارن پنهوارن سان مسلح ٿيا. سج اڃا ڪني مس ڪڍي هئي ته هڪ شاهي جلوس اروڙ جي ڦاٽڪ کان شهر ۾ اندر داخل ٿيندو نظر آيو. اڳيان عرب جو نو عمر سپه سالار غازي محمد بن قاسم هڪ شاندار ڪميت گهوڙي تي سوار هو ۽ سندس پٺيان مسلح سوار ۽ پيدل لشڪر. انجي هٿ ۾ هڪ سبز ريشمي جهنڊو هو جنهن تي زر دوزيءَ جو ڪم ٿيل هو ۽ نهايت جلي حروف ۾ بخط طغرا ڪلمه طيب " لا اله الا الله محمد رسول الله " ۽ آيت قرآني " نصر من الله و فتح قريب " لکيل هئا. مختلف فوجي آفيسرن جي هٿن ۾ رنگ برنگ جهنڊا ۽ فوجي نشان هئا. جي جلوس جي رونق ۽ حسن کي دوبالا ڪري رهيا هئا. هي جلوس شهر جي وڏن وڏن مشهور رستن تان ٿيندو شاهي محلات تي اچي ختم ٿيو. غازي محمد بن قاسم خدا پاڪ جو حمد و ثنا ڪندي اندر داخل ٿيو ۽ سڌو اچي شاهي تخت تي جلوه افروز ٿيو. فوجي آفيسر ۽ جنگي سردار به سڀ درجي بدرجي ٿي ويٺا. غازي ممدوح امن عام جو اعلان ڪري شهر ۾ اهڙو ڍنڍورو

ڏياريو ۽ مها راجا ڏاهر جي سڀني وزيرن، اميرن ۽ شهر جي معزز آدمين کي گهرائي عزت شان وهاريو ۽ کين مخاطب ٿي هن طرح تقرير ڪيائين.

" معزز حضرات! هيءَ مظلومن جي ظالمن تي فتح آهي. اسين جيڪڏهن چاهيون ته پنهنجي مظلوم ڀائرن جو پوري طرح انتقام وٺي سگهون ٿا. مگر اسلام پاڪ اسان کي عفو ۽ ڪرم جي تعليم ڏني ٿو. هي اسانجي قومي روايات جي بلڪل برخلاف آهي تہ مفتوح دشمن کان انتقام ورتو وڃي. ميدان جنگ ۾ اسين دشمن لاءِ سڀ کان زياده سخت آهيون. ليڪن فتح حاصل ڪرڻ کان پوءِ سڀڪان زياده مهربان ۽ رحمدل. رحمدلي ۽ بهادري لازم و ملزوم آهن. هڪ مسلمان جيترو قدر بهادر آهي اوترو ئي قدر هو رحمدل بہ آهي. جڏهن تہ اڄ کان وٺي الله تعاليٰ اوهانجي قسمت جي واڳ اسانجي هٿ ۾ ڏني آهي، انهيءَ ڪري اسين انجا شڪرانا بجا آڻيندي اعلان ٿا ڪريون تہ اوهين سڀ آزاد آهيو. اوهان جي مال، جان ۽ عزت آبرو جي هڪ مسلمان جي مال، جان ۽ عزت آبرو وانگر حفاظت ڪئي ويندي ۽ اوهان کي بہ اهي ساڳيا حقوق حاصل رهندا جيڪي هڪ مسلمان کي فاتح جي حيثيت ۾ حاصل آهن. اوهان جا مذهبي ۽ قومي حقوق ساڳي طرح برقرار رکيا ويندا. اوهان جي مذهب ۾ ڪنهن بہ قسم جي دست اندازي نہ ٿيندي، اوهانجا بتخانا ( مندر ) ساڳي طرح بحال رهندا. حڪومت جو سرشتو ساڳي طرح قائم رهندو. البت ڪي ضروري سڌارا ڪرڻ ۾ ايندا. ملڪي انتظام اوهانجي صلاح ۽ مشوري سان ڪيو ويندو. سلطنت ۾ اوهين ساڳي پاڻيوار رهندا. ۽ وڏا وڏا ملڪي عهدا بہ ساڳي طرح اوهانجي هٿ ۾ رهندا، زرعي زمين ساڳي طرح سندن مالڪن جي هٿن ۾ رهندي ۽ ڍل جي بستگي ۽ وصوليءَ جو طريقو بہ ساڳيو رهندو ڏيتي ليتي ۽ ورتي وغيره بابت اوهان جا پاڻ ۾ جيڪي جهڳڙا جهيڙا ٿيندا انهن جو فيصلو هندو مذهبي قاعدي موجب اوهانجي پنچات

ٿي ڪندي. برهمڻ کي سرڪاري خزانہ مان ٣ فيصدي جيڪا امداد ملندي آهي اها ساڳيءَ طرح کين ملندي رهندي. البت انهن ۽ ٻين هندو قومن ( کترين، ونشن ۽ شودرن ) جي وچ ۾ ڪنهن بہ قسم جو امتياز ۽ فرق روا رکيو نہ ويندو ۽ حڪومت ۾ سڀني کي هڪ جهڙا حق حاصل رهندا. لاڪن مهاڻن، سمن ۽ جاٽن تي برهمڻي راڄ ۾ جيڪي بندشون وائبنديون هيون اهي اڄ کان وٺي باقي نہ رهنديون. برهمڻ جي بورچيخانن لاءِ ڪاٺيون ڪري اچڻ، مٿو نہ ڍڪڻ، پير اگهاڙا رکڻ، گهوڙي تي نہ چڙهڻ ۽ ترار نہ ٻڌڻ جهڙيون خلاف انسانيت ۽ ذليل بندشون اڄ کان وٺي موقوف آهن. اڄ هو برهمڻ جي غلامي کان آزاد آهن. مٿو ۽ پير ڍڪي سگهن ٿا، گهوڙي تي چڙهي سگهن ٿا. تلوار ٻڌي سگهن ٿا. غرض تہ انهنکي بہ اهي ساڳيا حق حاصل رهندا جيڪي ٻين قومن کي حاصل آهن. ٻڌ ڌرم وارن تي هنوقت تائين هندن جي هٿان جيڪي ظلم ٿي ٿيا آهن اهي اڄ کانپوءِ نہ ٿيندا ۽ انهن کي قانون جي پناه ملندي. ڏوهين کي ٻرڪا واسطي باه جي مچ مان لنگهڻ يا پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻڻ جو وحشيانہ رواج ۽ جيئري باه ۾ جلائڻ جي سزا اڄ کان پوءِ موقوف آهي. ستيءَ جي ظالمانہ ۽ بيهودي رسم بند ڪئي وڃي ٿي ۽ اڄ کانپوءِ بيگناه بيوه عورتن کي جيئري باه ۾ جلائڻ قانوني ڏوهہ سمجهيو ويندو ۽ ان لاءِ سخت سزا ڏني ويندي."

غازيءَ جي هن تقرير جادو جو اثر ڪيو ۽ سنڌ جا سورما اميد جي برخلاف غازيءَ جي هيءَ بي‌تعصبي، رواداري ۽ فياضي ڏسي حيران ٿي ويا ۽ دل ئي دل ۾ هن نئين حاڪم جي تدبر، سياست ۽ فراخدليءَ جي ساراه ڪرڻ لڳا ۽ اتيت آنند وچان گد گد ٿي جهولڻ، تاڙيون وڄائڻ ۽ غازيءَ جي "جاءِ" جا جئڪارا هڻڻ لڳا. ڪجهہ وقت تائين مجلس جي هيءَ ڪيفيت رهي، ان کانپوءِ سيساگر وزير اٿي وڏي تخت شاهيءَ جي اڳيان بيهي قديم هندو رواج موجب حڪومت سان

وفادار رهڻ بابت ڳڻو مانا جي ٻچ جو قسم ڪنيو. تنهن ڪانپوءِ ٻڌيمان وزير ۽ ٻين اميرن ۽ شهر جي معزز آدمين به ساڳي طرح وفاداريءَ جا قسم کنيا. غازي ممدوح سيساڳر وزير ۽ ٻڌيمان وزير کي ساڳي طرح پنهنجو وزير مقرر ڪري سنڌ جو انتظام سنڌين کي سپرد ڪري ڪين ڀيرئين ئي ڏينهن سو راج ڏئي ڇڏيو. حڪومت جي انتظام کان فارغ ٿيڻ بعد اروڙ ۾ هڪ جامع مسجد تيار ڪرائڻ ۽ فوجي ڇانوڻي قائم ڪرڻ بابت احڪام جاري ڪيائين ۽ نامور فوجي آفيسرن، جنگي سردارن کي گهرائي، ترارين، لونگيون، خلعتون، جاگيرون، معافيون ۽ سيريون عطا ڪيون. ۽ عام سپاهين کي انعام اڪرام سان مالا مال ڪيو. سعيد کي سندس آباد ڪيل پٽ (سعيد پيلو) هڪ وڏي جاگير شاهي خلعت ۽ هڪ لک رپيا نقد عطا ڪرڻ کان سواءِ سنڌ جو پهريون اسلامي گورنر مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ غازي موصوف کيس ڪلي چيو :-

”هو نقاب‌پوش جوان ڪٿي آهي؟ جو ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي؟ جنگ جي وقت ان قابل تحسين بهادري ۽ جوانمردي ڏيکاري هئي جيڪڏهن توهان کي خبر هجي ته کيس نهايت عزت سان وٺي اچو ته پريءَ مجلس ۾ انجو شڪريو ادا ڪيو وڃي ۽ قابل قدر فوجي خدمات جي صلي ۾ انعام اڪرام سان نوازيو وڃي.“

سعيد مرڪندو سواءِ ڪنهن ڪڇڻ جي خاموشيءَ سان ٻاهر نڪري ويو ۽ ٿوري ئي دير ۾ کيس وٺي آيو. نقاب پوش جوان ساڳئي سبز لباس ۾ هو ۽ سندس منهن تي ساڳي طرح نقاب پيل هو. انجي هٿ ۾ تلوار هئي ۽ هڪ خاص انداز ۽ شاهانه چال سان شاهي چبوتري تي قدم رکيائين ۽ غازي اڳتي وڌي سائس هٿ هٿ ۾ ملايو ۽ ٻانهن جهلي کيس وهڻ جو اشارو ڪري تنهن کان اڳ هو شاهي تخت سان لڳو لڳ پيل سوني جڙاءُ دار ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

سڀ درٻاري نقاب پوش جوان جي جسارت ۽ بيباڪيءَ تي محو حيرت ٿي ويا ۽ نهايت تعجب جي نگاه سان ان ڏي نهارڻ لڳا. غازيءَ جي حيرت جي ته ڪا حد نه رهي. انجي حيرت انگيز جرات ۽ قابل داد دليري ڏسي دل ئي دل ۾ هيءُ خيال ڪري رهيو هو ته لاشڪ هيءُ اهو ساڳيو جوان آهي جو درياه پار ٺٺ وقت تير و ڪمان هٿ ۾ کڻي اسانجي مقابلي لاءِ آيو هو ۽ بجاءِ تير و ڪمان ڪان ڪم وٺڻ جي تير نگاه کان ڪم وٺي اسانجي دل کي زخمي ڪري ودو هئائين. غازيءَ انهي ئي شش و پنج ۾ هو ۽ جيستائين پنهنجي زبان مبارڪ مان ڪجهه ڪچي تنهن کان اڳ هي جوان اٿي بيٺو ۽ نقاب مٿي کڻي هن طرح تقرير ڪيائين.

”سنڌ جا سور وير! اوهين مونکي سڃاڻو ٿا؟ مان راجڪماري ٻائي آهيان. اڄ جوتشين جي ڪيل اڳڪٿي پوري ٿي. شاسترن جو لکيو سڀ سچو نڪتو. مان اڄ پنهنجي پراچين ويدڪ ڌرم ۽ پراچين ويدڪ سڀيتا موجب سوئمبر ور ڪريان ٿي. هي ڌرم رکشينڪ، ڌرم وير، اناٿن جو ناٿ، اپلائن جو آڌار اڄ کان سنڌ جو مها راجا آهي ۽ ۽ مان سنڌ جي مها راڻي“ ائين چئي هڪ گلن جو هار غازيءَ جي ڳچيءَ ۾ پائي کيس وينتي ڪيائين ته:-

”مان توهانجي هٿ تي اسلام قبول ڪريان ٿي، دعا پالي مونکي مسلمان ڪريو.“

سنڌ جا سور وير هن عجيب و غريب ڪارروائي تي حيران ٿي ويا ۽ پنهنجي پرائي حماقت ياد ڪري شرم کان ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيائون. مسلمانن فرط خوشيءَ کان الله اڪبر جا نعرا بلند ڪياه غازيءَ مرڪي بلند آواز سان سنڌ جي مهارائي کي اسلام جي تلقين ڪئي ۽ محبت آميز نگاه سان نهاري کيس ڪلي چيائين:

”مها راڻي ٻائي! اڄ کان وٺي تنهنجو اسلامي نالو منصوره آهي.“

منصوره هڪدم منهن تي نقاب وڌو. ايتري ۾ هڪ بي نقاب پوش خاتون سعيد سان گڏ اندر داخل ٿي. هيءَ ”سنڌري“ ديوي هئي جا ديبل بندر جي فتح ٿيڻ وقت پنهنجي پيءُ ۽ ڀائرن سان گڏ مسلمان ٿي چڪي هئي ۽ سندس اسلامي نالو ”جميله“ رکيو ويو هو. جميله کي نهايت عزت ۽ احترام سان منصوره سان گڏ وهاريو ويو. هي ٻئي ديويون پنهنجي خوبصورتي رعنائي ۽ دلربائي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيون ۽ جيڪڏهن هئن چئجي تہ بلڪل بجاءِ آهي تہ اهي پنهنجي سونهن ۽ سوڀيا ۾ پارت ماتا جو نڪ هيون، ۽ هي ٻئي جوان بہ پنهنجي مردانہ حسن و جمال دلاوري ۽ بهادريءَ ۾ بي نظير هئا ۽ پارت ماتا جو ڪو سپوت شايد ئي ساڻن مقابلو ڪري. غرض تہ هي ٻئي جوڙا هر طرح مناسب ۽ موزون هئا ۽ گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جي ڪري هڪ ٻئي سان ملي ٿي آيا.

غازي ممدوح فوراً قاضيءَ جي حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. قاضي آيو. ايجاب و قبول ٿيو ۽ اتي جو اتي سڀني جي روبرو ناصر الاسلام عماد الدين غازي محمد بن قاسم جو منصوره سان ۽ سعيد جو جميله سان نڪاح پڙهيو ويو.

غازيءَ منصوره کي بکر جو قلعو مهر ۾ ڏنو ۽ انهيءَ مبارڪ تقريب جي يادگار ۾ بکر جو نالو ”منصوره“ رکيو.

نڪاح جو اعلان ٿيو. مبارڪ جو آواز بلند ٿيو. فوجي سلامي ٿي ۽ فوجي بئنڊ مشهور اسلامي ترانو ڳايو جنهن جو ترجمو اردو زبان ۾ ”اقبال“ هنن لفظن ۾ ڪيو آهي.

”چين و عرب همارا هندوستان همارا
مسلم هين هم، وطن هي سارا جهان همارا“

مجلس برخواست ٿي اهو ڏينهن جشن جي طور تي ڌام ڌوم سان ملهايو ويو. رات جو چراغ بندي ٿي شاهي محلات ۽ سڄو شهر بقعهء

نور ٻنجي ويو گهر گهر ۾ خوشيون ٿي ويون.

اروڙ جي ٻدران منصوره کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٺهرايو ويو. "منصوره" ٻنهنجي نالي جي يادگار ۾ منصوره کي خوب سينگاريو ۽ اتي هڪ شاهي جامع مسجد ٺهرائي ۽ ان سان گڏ هڪ عاليشان عربي مدرسو قائم ڪيو. جنهن رفته رفته ترقي ڪري يونيورسٽي ( دارالعلوم ) جي حيثيت حاصل ڪئي ۽ جنهن جي نموني تي يوءِ مصر ۾ جامع ازهر ۽ بغداد ۾ مدرسه نظاميه قائم ٿيا. ڏهه هزار طلبا هڪ ئي وقت تي انهي ۾ تعليم وٺندا هئا. حجاز، عراق، عرب، شام، مصر ۽ ايران جا طالب علم اتي مختلف علوم و فنون جي تحصيل واسطي ايندا هئا. هندستان جي اترالهندي حصي ۾ اسلامي نور جا شعاع اتان ئي ڦهليا. ٽين صدي هجريءَ جي آخر ۾ منصوره جو حاڪم عبدالله بن عبدالعزيز هو. انهيءَ زماني ۾ ڪشمير جي وچين علائقي ۾ مهاراجا مهروڪ راج ڪندو هو جو هندستان جي وڏن راجائن مان هڪ ڪري ليکيو ويندو هو. سنه ٢٧٠ ھ ۾ ان منصوره جي حاڪم عبدالله کي لکي موڪليو ته مون ڏانهن هڪ اهڙو عالم موڪليو جو هندي زبان ۾ مون کي اسلام جي حقيقت کان واقف ڪري سگهي، منصوره ۾ هڪ عراقي عالم رهندو هو جو جيد عالم هجڻ کان سواءِ اعليٰ درجي جو اديب ۽ شاعر به هو. هندستان ۾ هڪ وڏي مدت تائين رهڻ سبب هندي زبان ۾ ايتري قدر ڪمال پيدا ڪيو هئائين جو ان ۾ شعر چئي سگهندو هو.

عبدالله ان کي پاڻ وٽ گهرائي راجا جي خواهش کان واقف ڪيو. اُن بالفعل هندي زبان ۾ اسلام جي تعليم تي هڪ قصيدو لکي پيش ڪيو. جو راجا کي ڏياري موڪليو ويو. راجا اهو قصيدو پڙهي نهايت خوش ٿيو. عبدالله کي دوباره لکي موڪليائين ته مهرباني ڪري انهيءَ عالم کي موڪلي ضرور ڏياري موڪليو. آخر اهو عراقي

عالم اوڏانهين ويو ۽ لنن ورهن تائين راجا وٽ رهيو ۽ ان کي اسلامي تعليم کان بخوبي واقف ڪيائين. جڏهن اهو موٽي آيو تہ عبدالله کانئس احوال پڇيو ان چيو تہ جنهن وقت مون هن کي ڇڏيو الوقت هو زبان ۽ دل سان مسلمان ٿي چڪو هو. ليڪن حڪومت وڃڻ جي خوف کان اعلانيہ اسلام جو اعلان ڪري نٿو سگهي.

قصو ڪوتاه غازي محمد بن قاسم ۽ منصوره جي شادي هندو مسلم اتحاد جو سنگ-بنياد ثابت ٿي ۽ بن قومن جي خون جي ملاوت سبب عربي ۽ هندي تهذيبن گڏجي هڪ نئين مشترڪ تهذيب قائم ڪئي. جنهن جا آثار ٻنهين قومن ۾ اڄ تائين نظر اچي رهيا آهن.

---





نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سوره ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

